# قرآن جو فرمان

عزيز الله ٻوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي

هن ڪتاب جي مواد ڇپائڻ جا حق ۽ واسطا سڀن لاءِ عام ڪجن ٿا

ڪتاب جو نالو: قرآن جو فرمان

ليکڪ: عزيز الله پوهيو

ڇاپو: پهريون آگسٽ 2000ع

ڇپائيندڙ: تراب علي جتوئي، سيڪريٽري، سنڌ ساگر اڪيڊمي،
حضرت بلاول ڪالوني، ڪراچي-31

قيمت: -/50 رپيا

# ارپنا

مولوي محمد يعقوب لغاري، حيدر بخش جتوئي، ونوبا ڀاوي، ڀڳت ڪنور رام، عليم درس ۽ اهڙين شخصيتن جي راهه تي هلڻ وارن ٻين مڙس ماڻهن جي نالي، جن جي جاکوڙ جي دوران انهن جو چوڻ ته هي اعلان رهيو آهي ته **آنکہ کشته نہ شد ازقبيلهٔ مانيست** يعني جيڪو ڪسجڻ لاءِ تيار ناهي اهو اسان جي ڪڙم مان ناهي.

### مولانا محمد يعقوب لغاري:

مولانا محمد يعقوب لغاري صاحب وفات ١٢٨٩هه وينڊل داد لغاري تعلقو ميرپور ماٿيلو. حضرت پير حافظ محمد صديق صاحب ڀرچونڊيءَ جو خليفو هو يعني امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو پير ڀائي هو.

مولانا يعقوب صاحب اوڙي پاڙي ۾ ٽر ۾ ڳوٺن ۾ وڃي هاري پورهيتن کي گڏ ڪري چوندو هو ته ڪنهن کان قرض نه وٺو. گڏيل خرچ مان ڏاندن جا جوڙا وٺو ۽ اهي واري سان حصيدار پنهنجي پنيءَ ۾ واري سان ڪتب آڻين. اهڙيءَ طرح ٻج لاءِ به ڪنهن وٽ ان نه هوندو هو ته هوندي سوندي وارن کان انهن کي ان وٺي ڏيندو هو. سنڌس انهيءَ مهم ۽ خدمت ۾ ڊيڊ ميگهواڙ مسلمان سڀ هڪ جهڙا شريڪ هوندا هئا. امام سنڌي هڪ ڀيري چيو ته مولانا محمد يعقوب صاحب جي انهن خدمتن ۽ اهڙن نظرين ۽ خيالن جو قدر مون کي تڏهن محسوس ٿيو جڏهن آءٌ لينن جي انقلاب کان پوءِ روس ويو هئس.

### حيدر بخش جتوئي:

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، پاڪستان سامراج ۽ ان جا ڪامورا جڏهن گڊو بئراج، سکر بئراج، ڪوٽڙي بئراج، نارا ڪئنال جون زمينون

پنجاب ڪان پڙھا ڏئي ڪانڊي آيل حقي وارن ۽ وڏيرن کي ورھائي ڏيڻ
لاءِ ڪچھريون لڳائيندا ھئا تہ ھيءُ ماڻھو انھن جي ميڙاڪن ۾ وچ ۾
ويھي اصلي سچن ھارين ڪان نعرا ھڻائيندو ھو. تہ سنڌ ڌرتي ڌارين کي
نہ ڏيو. ۽ سچن ھارين بدران وڏيرن کي نہ ڏيو. پوکيءَ لاءِ زمين انھن
کي ڏيو جن جي ھٿ ۾ ھر جو مٺيو آھي. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ
جي انھن ڪوشش سان پورھيت ماڻھن جا لکين خاندان اڄ پنھنجي
مڇيءَ مانيءَ وارا آھن ۽ ھارپي جي تحفظ وارو سنڌ ٽينسي ايڪٽ پاس
ڪرايائين ۽ سندس ھلچل ڪان سواءِ سنڌ ڪيس تي ون يونٽ خلاف ۽
قومي ۽ پورھيتن جي حقن لاءِ لکيل ڪتاب قومي جاڳرتا لاءِ اڄ بہ وڏي
اھميت رکن ٿا.

### ونوبا ڀاوي:

ونوبا ڀاوي سڄي ھندستان جي اميرن جاگيردارن جي در در تي
ويو. انھن ڪان سوال ڪيائين پنيائين تہ ملڪ جا غريب پورھيت معذور ۽
مريض سڪرات واري زندگي گذاري رھيا آھن. اوھان پنھنجي جائدادن ۽
جاگيرن مان ڪجھ زمينون ڏيو تہ غريبن کي جيئدان لاءِ ڏيون انھي وٽ
وٽان سان ان ست اٺ لک ايڪڙ زمين اميرن ڪان وٺي غريبن ۾ ورھائي ۽
ڪيترين ئي زمين جي آمدنيءَ سان معذورن ۽ بيمارن يتيمن لاءِ آشرمون
۽ خدمت گھر ٺھرايا. ھن ماڻھوءَ مسلمانن کي قرآن مجيد سمجھائڻ ۽
سيکارڻ لاءِ ڀھريائين پاڻ عربي ٻولي سکي پوءِ قرآن جو تفسير لکيو.
ونوبا ١٩٩٣ع ۾ وفات ڪئي، سندس آشرم گيوپري شھر وارڌا ۾
مھاتما گانڌي جي آشرم سان گڏ آھي.

### ڀڳت ڪنور رام:

ڀڳت ڪنور رام گھوٽڪي شھر ۾ چولا ناھي وڪڻندو ھو ڪيس
رب سائين آواز اھڙو ڏنو ھو جنھن کي پنھنجي زماني جو لحن دائودي بہ
چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو ان کي سنڌ جا ماڻھو وڏي سڪ سان پنھنجي
شادين مرادين ۾ سڏيندا ھئا ۽ ڳائڻ مھل مٿس پيسن جي بہ وڏي ورڪا



ڪندا ھئا پروگرام جي پڄاڻيءَ تي ميدان مان اھي سڀ پئسا ميڙي اتي
جو اتي غريبن حاجتمندن ۾ ان ئي وقت ورھائي ڇڏيندو ھو. ڪنور
ڀڳت وٽ ھر وقت ڪوڙ سارا غريب مسلمان ايندا رھندا ھئا تہ مون کي
پنھنجي نياڻي اٿارڻي آھي پئسو پنجڙ ڪونھي مدد ڪرايو تہ اھو بار
لاھيان، گھر ۾ بيماري آھي پئسو ڪونھي جو علاج ڪرايان مدد
ڪرايو قرضي آھيان مدد ڪرايو تہ قرض لاھيان. پوءِ جنھن طرف بہ
ڀڳت ڳائڻ ويندو ھو تہ اھڙا ڪيئي سوالي ساڻس گڏ ھوندا ھئا راڳ
جي محفلن ۾ ملڻ وارو پئسو سڀ انھن ۾ ورھائي ڇڏيندو ھئو ۽
پنھنجي گھر ۽ ٻچن جي خرچ لاءِ چولن جي ٿالھ مان جيڪا ڪمائي
ٿيندي ھئس ان تي گذارو ڪندو ھئو. ھڪڙي ڏينھن وٽس ھڪ ماڻھو
سوالي آيو تہ منھنجي زمين فلاڻي وڏيري قبضي ۾ ڪئي آھي مون کي
ورائي ڏياريو. ڀڳت ان ماڻھوءَ سان وڏي اسر مھل ان وڏيري جي ڳوٺ
ويو ٻاڪ ڦٽيءَ مھل وڏيري جي در تي پنھنجي دنبوري تي ڳائڻ شروع
ڪيائين ڪلام ھي ھو تہ "ھي ماڳ تنھنجو ناھي، ھت ھرڪو مسافر
آھي" آخر تہ ڪنور ڀڳت جو آواز ھئو اوڙو پاڙو جاڳي پيو، وڏيرو
جاڳي پيو ۽ وڏيري جي گھر واري بہ جاڳي پئي ۽ ڀڄا ڪرايائون تہ
ڀڳت جو آيو آھي وڏيري کي ڀڏايو ويو تہ اوھان وٽ فلاڻي غريب جي
زمين قبضي ۾ آھي ڪنور ان لاءِ آيو آھي تہ اوھان ان کي اھا موٽائي ڏيو،
وڏيري صاحب جي زال مڙس کي چيو تہ اھا زمين موٽائي ڏيو. جي ايئن
نہ ڪندو تہ ڪنور ڀڳت کي خالي موٽائڻ سان ڪو قھر نہ پوي، پوءِ
وڏيري صاحب ان مھل ئي اھا زمين موٽائي ڏني.

### عليم درس:

عليم درس وينڊل تعلقو ڪپرو توحيد جي مسئلي تي تمام نازڪ
مزاج ھو، عالمن کي قرآن کان ٻاھر جي ڳالھين ۽ حوالن سان ڳالھ
ڪرڻ ۽ وعظ ڪرڻ تي ڪيس ڏاڍي ڪاوڙ لڳندي ھئي، چڙ ايندي ھئي،
مون سان سندس پاڙيسري محترم عبدالواحد آريسر صاحب ڳالھ ڪئي
تہ اسان جي تر جي وڏيرن مذھبي جلسو ڪرايو ھو، پنجاب ڪان مولوي

صاحب وعظ لاءِ گهرايا هئا، تقرير دوران مولوي صاحب حديث جي ڪتاب صحيح بخاري جي حوالي سان ام المؤمنين بي بي عائشه جي شان خلاف ڪجهه گهٽ وڌ ڳالهايو، تقرير ڪري مولوي صاحب لهي وڃي وڏيري جي اوطاق ۾ ويٺو ته اسٽيج خالي ڏسي عليم درس وڃي لائوڊ اسپيڪر تي بيٺو ۽ تقرير شروع ڪيائين ته هي مولوي صاحب جيڪو ام المؤمنين جي شان خلاف صحيح بخاري جي حوالي سان ڳالهيون ڪري ويو، اها صحيح بخاري ته صحيح خواري ٿي لڳي، هڪ ڏينهن خانپور ڪٽوري لڳ دين پور جي مولوي عبدالشڪور کي عليم درس ڏنو ۽ چيائينس ته دين پوري صاحب، تنهنجو پيٽ وڏو آهي پڪ تون پنهنجي واعظن ۽ تقريرن ۾ حق جي ڳالهه نٿو ڪرين تڏهن ماڻهو توکي ڪڪڙ ۽ پلاءُ ٿا کارائين، جي حق ٻڌائيندو هجين ها ته خبر پوي ها جو ماڻهو توکي اچڻ به ڏين ها، آريسر صاحب ٻڌايو ته عليم درس جي جسم تي هڪ آڱر جيتري به جاءِ خالي نه هئي جتي ماڻهن انهن کي ڏک نه هنيا هجن زخم نه ڪيا هجن. صرف هن ڏوهه ڪري ته انهن کي چوندو هئو ته انهن قبرن وارن وٽ ڪجهه ڪينهي توهان کي ڇا ڏيندا؟

عزيز الله ٻوهيو

# فهرست

بسم الله الرحمان الرحيم

# مهاڳ

هي ڪتاب مختلف مضمونن کي گڏ ڪري مجموعي جي شڪل ۾ شايع ڪري رهيا آهيون. اڳي ڇپرايل ڪتاب 'آيات بينات' ۾ هن ڪتاب جو اشتهار به ڇپرايو هئوسون؛ جنهن ۾ نالو "حڪمراني ڪنهنجي ذميداري؟" تجويز ڪيل هئو. پوءِ جملي مضمون جن جو تعداد اندازاً ٢٤ آهي انهن ۾ هڪ مضمون "قرآن جو فرمان" نالي سان به آهي دوستن ان نالي واري مضمون کي ڪتاب جو عنوان بنائڻ لاءِ حڪم ڪيو، مون اهو حڪم قبول ڪري هن مجموعي جو اڳي ڏنل اشتهار واري ڪتاب جو وعدو ته پورو ڪيو آهي، پر سرنام جي فرق سان، جڏهن ته اڳئين نالي وارو مضمون به ڪتاب ۾ شامل آهي. اصل ۾ هنن مضمونن لکڻ جو مقصد هي آهي ته اسلام کان اڳي مجوسي، يهودي ۽ عيسائي مذهبن ۾ تصوف، رهبانيت ترڪ دنيا، ماڻهن سان لڳ لاڳاپن جو خاتمو، دنياوي شين جي تمنا، خيالات، مطلب ته "روحانيت" کان سواءِ هر شيءِ جو ترڪ ضروري قرار ڏنو ۽ اصل زندگي انهيءَ کي سمجهيو ويو جنهن ۾ ماڻهو هر وقت اکيون، ڪن، چپ بند ڪيو مراقبي جي نموني چادر ويڙهي جهنڊ هنيو ويٺو انهن جي دعويٰ مطابق قدرت ۽ ڪائنات جا ڳجهه ڏسي، انهيءَ پاسي ماڻهن جو لاڙو ايترو ته وڌي ويو جو شهر، ڳوٺ، گهر، ڇڏي ماڻهو جبلن، غارن ۽ بيابانن کي وسائڻ لڳا. شام ۽ فلسطين جا علائقا انهيءَ رهبانيت جا وڏا مرڪز بنجي ويا، انهيءَ ايام ڪاريءَ ۾ حجاز جي وادي ۾ الله تعاليٰ پنهنجو آخري رسول موڪليو، جنهن جي هٿان آخري ڪتاب قرآن مجيد مليو. قرآن اچي کليل نموني اعلان ڪيو ته ڪائنات ۾ ڪوبه راز ڪونهي، ڍڪ ڪونهي، لڪ ڇپ ڪانهي، باطني علم ڪونهي. الله تعاليٰ سڄو جهان قانونن ۽ اصولن مطابق جوڙيو آهي، هر شيءِ سببن ۽ علتن سان



وجود ۾ اچي ٿي. انهن قانونن جو علم حاصل ڪرڻ فرض آهي، ڪنهن به شيءِ کي وجود ۾ آڻڻ لاءِ انهن علتن ۽ سببن جو انتظام ڪرڻ ۽ مهيا ڪرڻ ضروري آهي ۽ اهو سڀ علم تخليق جو حصو آهي ايجادن جو علم آهي، اهو سڀ سائنس جو علم آهي، آدم جي فضيلت، ملائڪن کان مٿاهين درجي جو ٿيڻ ۽ ملائڪن جو ان کي سجدو ڪرڻ، اهو سڀ علم جي ڪري ٿيو هو، **وعلم آدم الاسماء كلهاسان آدم مسجود ملائك،** بڻيو. علم حاصل ڪرڻ ان لاءِ محنت جدوجهد ۽ غور فڪر تدبر ڪرڻ جي، قرآن پاڪ هدايت ڪئي آهي. سورت طه جي آيت ١١٤ ۾ رسول ڪريم جن کي رب سائين سيکاريو آهي ته مون کان علم ۾ ترقي ۽ واڌاري لاءِ دعا گهرندو ڪر. فرمان آهي ته وقل رب زدني علما ۽ سورت يوسف جي آيت نمبر ٧٦ ۾ آهي ته **وفوق كل ذي علم عليم**○ يعني هر عالم کان وڌيڪ ڪو پيو به وڌي علم وارو ٿي سگهي ٿو، هن سان قرآن پاڪ وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ ۽ پرائڻ جو شوق ڏياري ٿو. بني اسرائيل جي مطالبي تي جڏهن طالوت کي سندن پيغمبر جي معرفت بادشاهه بنائڻ جو حڪم ڏنو ته يهودين اعتراض ڪيو ته **انيٰ له الملك علينا ونحن احق بالملك منه ولم يؤت سعة من المال**○ يعني طالوت اسان جو بادشاهه ڪيئن ٿي سگهندو اهو ته سڄو پينگيو آهي، اسان انهيءَ کان وڌيڪ حقدار آهيون. بني اسرائيل بادشاهيءَ لاءِ معيار، دولت ۽ سرمائيداري کي قرار ڏيئي رهيا هئا، پر رب پاڪ انهيءَ نظريي کي رد ڪيو ۽ فرمايو ته **ان الله اصطفاه عليكم وزاده بسطة في العلم والجسم** (بقره ٢٤٧) طالوت جي چونڊ، علم ۽ تندرستيءَ جي بنياد تي آهي، توهان جو ان لاءِ معيار ۽ ماپو ته اقتدار لاءِ دولتمند هجڻ ضروري آهي، اهو غلط آهي، دولت کان علم جي فضيلت مٿي آهي، قرآن حڪيم جي اهڙي تعليم تربيت سان رڍن ۽ ڍاڇين چارڻ واري قوم انسانن جي پيشوا ۽ مقتدا بڻجي وئي، نه صرف هو پنهنجي قوم کي فيوڊل سماج کان ڇڏائي بت پرستي جي جاءِ تي خدا پرست بنجي ويا، پر عدل انصاف واري نظريي ۽ استحصال کان پاڪ معاشرو قائم ڪري انهيءَ انقلاب کي ايڪسپورٽ ڪري نيشنلزم مان ترقي ڪري انٽرنيشنل

بنجي ويا. فارس کي جڏهن فتح ڪيائون ته ان قديمي سلطنت جي قيادت کي وڏو صدمو رسيو، جيڪي شاهه فارس جا درباري هئا، قومي سردار هئا، پارليامنٽرين هئا. انهن کي ان زماني ۾ اساوره سڏيو ويندو هو. اساوره جمع آهي اسوره ۽ سورجو اسوره ڪنگڻ کي چيو ويندو آهي، يعني شاهه فارس جي اسيمبلي ميمبر بنجڻ مهل بادشاهه طرفان سونو ڪنگڻ نشاني طور ۽ اعزاز طور ڏنو ويندو هو، ته انهن اساوره کي شڪست جو ڏاڍو صدمو هو، اهو دل ۾ لڪائي پنهنجو پاڻ ۾ ويچار ڪندا هئا پچارون ڪندا هئا. هنن مسلمانن جي ڪتاب قرآن مجيد جو تمام ڳوڙهو اڀياس ڪيو ۽ هن ڪتاب جي تعليم کي چڱي طرح سمجهي هن نتيجي تي پهتا ته هي ڪتاب آهي، جنهن هنن ريڍارن کي الله سان ملايو آهي، جيستائين هنن ماڻهن کان هي ڪتاب نه کسيو ويندو، ايتري تائين هن قوم سان هٿ ڀڻڊ چريائي چئبي، انهن جي تجزيي جي تصديق هن ڳالهه مان به ٿئي ٿي ته فتح ايران جي ڏينهن ۾ اتاهون جي صوبي تستر جو گورنر هرمزان حضرت عمر وٽ گرفتار ڪري پيش ڪيو ويو هو ته حضرت عمر هرمزان کان سوال ڪيو ته ڪر خبر هرمزان، اڳي ته ڪوڙ پيرا پنهنجيون لڙايون لڳيون آهن ۽ اوهان انهن ۾ سدائين سوپارا ٿيندا هئا. هن ڀيري ڇا ٿي ويو؟ هرمزان جواب ۾ چيس ته عمر اڳي توهان به اڪيلا هئا ۽ اسان به اڪيلا هوندا هئاسون، ان ڪري توهان کان ڏاڍا ٿي ويندا هئاسون. هن ڀيري توهان سان گڏ خدا به هو ان ڪري اسان هارائي ويناسون جو اوهان ڀر ٿي پيا. سو اساوره ايران اهو طئه ڪيو ته مسلمانن کان انهن جو خدا کسيون ۽ خدا سان ملائڻ وارو ڪتاب قرآن کسيون. قرآن لاءِ ته هو به سمجهي ويا هئا ته هن ڪتاب کي ان جي لفظن کي گم ڪرڻ ختم ڪرڻ مشڪل آهي، ان ڪري جو ان جي حفاظت جو ذمو پاڻ الله ڪنيو آهي، ان سان مقابلو مشڪل ٿيندو، پوءِ جيئن ايرانين، پنهنجي قوم جو ٻيڙو ٻوڙيو هو انهن ۾ رهبانيت پيدا ڪري، ۽ ڪسريٰ بادشاهه کي خدا جو درجو ڏيئي عام ماڻهن کي مراقبن ۽ تسبين جي ورد وظيفن سان تصوف جي آفيم جا دم هڻائي، ستن آسمانن جا سير ڪرايا هئا ته اهڙي ماحول



۾ ايران فتح ٿي ويو، صديون پراڻي سلطنت ڪسريٰ جا شاهي ڪنگرا بقول فردوسيءَ جي ته ڳوهن ڪائڻ وارن هٿان ڊهي پٽ تي اچي ڪريا، پوءِ هنن منصوبو ٺاهيو ته اچو ته قرآن جي معنيٰ مفهوم کي بدلايون، جيڪي الفاظ، جيڪي اصطلاحون، جيڪي جملا مرده قومن کي جيارڻ جي معنيٰ ۽ مفهوم رکن ٿا اهي معنائون بدلايون، جيڪي الفاظ ستل ماڻهن کي جاڳائي غفلت جي خوابن مان اٿاري ميدان جنگ ۾ آڻي بيهارڻ وارا آهن، انهن جون تعبيرون ۽ تشريحون بدلائي سجاڳ قوم کي وري غفلت ۽ ننڊ جون لوليون ڏيئي ڇڏيون ۽ ايئن ڪيائون ۽ واقعي هو ايئن ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. اهو هن طرح ته انهن قرآن حڪيم جون جيڪي به هٿرادو ۽ ڪوڙيون معنائون ڪيون انهن جي نسبت حديث جي نالي سان رسول ﷺ طرف ڪري ڇڏيائون. ان لاءِ ثبوت ۽ مثال عرض ڪجي ٿو سورت توبه جي آيت نمبر ١٠٠ ۾ فرمان آهي ته **والسابقون الاولون من المهاجرين والانصار والذين اتبعوهم باحسان رضي الله عنهم ورضو عنه واعد لهم جنات تجري تحتها الانهار خالدين فيها ابدا ذالك فوزالعظيم**○ غور فرمايو وجي ته رب پاڪ ڪيترو نه چٽي ۽ پڌري نموني کولي اعلان ڪيو آهي ته اصحاب ڪرام مان سابقون اولون مهاجر انصار ۽ انهن کان پوءِ به جن تابعداري ڪئي احسان سان يعني سهڻي نموني ته الله انهن کان راضي آهي ۽ اهي به الله کان راضي آهن ۽ انهن سڀن لاءِ جنتون تيار ڪيون آهن، جن جي هيٺان نهرون وهندڙ هونديون هي اصحاب ڪرام انهن ۾ هميشه رهندڙ هوندا، (اهو اعزاز) وڏي ڪاميابي آهي، ڌيان فرمايو، غور ڪيو، بلڪه فيصلو به اوهان ڪيو ته قرآن حڪيم جي ڪليل اعلان کان پوءِ به بخاري صاحب پنهنجي جامع ۾ ڪتاب التفسير اندر سورة مائده جي آيت نمبر ١١٧ ۽ ١١٨ جي هيٺ هي ڪوڙي حديث گهڙي لکي آهي ته قيامت ڏينهن ملائڪ اصحاب رسول کي جيڪي ذات الشمال (دوزخي) هوندا انهن کي دوزخ ڏي گهليو پيا ويندا ۽ رسول سائين انهن کي ڏسي آواز ڏيندا ته ذالڪ اصيحابي يعني هي ته منهنجا صحابه آهن ته جواب ۾ ملائڪ چوندا ته توهان جي جدائيءَ کان پوءِ هي هميشه لاءِ مرتد ٿي ويا هئا پوءِ رسول

چوندو تہ **فلما توفيتني كنت انت الرقيب عليهم** اي الله جڏهن تو
مون کي وفات ڏني تہ پوءِ جون ڳالهيون تون ئي ڄاڻين جو تون نگران
هئين، هي حالت آهي انهن حديثن جي جو قرآن جي طرفان اصحاب
ڪرام تہ وڏي ڳالهہ آهن پر والذين اتبعوهم باحسان جيڪي سنتي
طريقي تي تابعي بزرگ هئا انهن کي بہ بهشت ۽ فوزالعظيم جو
سرٽيفڪيٽ ڏئي ڇڏيو، پر پوءِ بہ فارس وارن انهن کي مرتد ۽ دوزخي
بنائي ڇڏيو، سو بہ حديث رسول جي آڙ ۾، انهن شيخ الحديثن لاءِ ڇا
چئجي جن جو ملهہ ئي ثمن قليل آهي، اهي ماڻهن کي بخاري جي بجاءِ
۾ وڪالت ڪندي قرآن جي فيصلن جو بہ خيال نٿا ڪن، مسلمانن
جيڪا شڪست ايران کي ميدان جنگ ۾ ڏني ايرانين جي اساوره ان جو
بدلو مسلمان بنجي، مسلمانن ۾ داخل ٿي، قرآن حڪيم جون معنائون
تفسير بدلائي، ڌوڙ ويهوڙ ڪان بہ وڌيڪ وني ڇڏيو، لفظن کي تہ هو
هيڏي هوڏي نہ ڪري سگهيا پر قرآن جو معني مطلب سڄو بگاڙي ويا،
اهو بہ وڏي هوشياريءَ سان، قرآن جو پهريون تفسير امام طبريءَ ڪيو
ان ۾ جيڪي بہ پنهنجيون هٿ گهڙيون معنائون ڪيائين، انهن لاءِ ڪانہ
ڪا سند ناهي ان کي حديث جو درجو ڏيئي ان جي نسبت رسول الله
ڏي ڪري ڇڏيائين، ان جي انهيءَ چالاڪيءَ پوءِ جي عوام کي توڙي
عالمن کي منجهائي وڌو تہ رسول جي معني کي ڪيئن غلط سمجهون،
ڪيئن رد ڏيون، ۽ انهيءَ ڳالهہ جو اقرار بہ پاڻ ايرانين ڪيو آهي رومي
صاحب پنهنجي مثنويءَ ۾ لکيو آهي تہ **ما ز قرآن مغزرا برداشتيم
استخوانها راپيش سگان انداختيم** يعني اسان ايران وارن قرآن مان مغز
جي قسم واريون شيون ڪٽي ڇڏيون آهن، ڪڍي ڇڏيون آهن، باقي هڏا
بچايا اٿئون جيڪي ڪتن کي اڇلائي ڏنا اٿئون (مثنوي) ڪيترائي سادا
ماڻهو هن مونجهاري ۾ آهن تہ قرآن جي جيڪا رسول سائين پاڻ معني
ڪري ويا آهن ان کان پوءِ تہ قصو ئي ختم، پر قرآن انهن سادن ماڻهن
کي بہ سمجهايو آهي تہ هي اندر جا پليت اهڙا آهن جو رسول تہ رسول
آهي، پر هي الله تي بہ ڪوڙ ناهي هڻندا آهن سورت نساء جي آيت نمبر
۵۰ ۾ آهي تہ **انظر كيف يفترون علي الله الكذب وكفيٰ به اثما**



**مبينا**○ يعني ڏس تہ هي ڪيئن نہ الله تي بہ ڪوڙ پيا مڙهين هن جي
پڌري ڏوهاري هجڻ جو ثبوت اهوئي ڪافي آهي. اصل قرآن فهمي لاءِ
رب پاڪ مک اصول ڏسي ڇڏيو ۽ سيڪاريو تہ قرآن ۾ اسان هڪ هڪ
لفظ کي ورائي ورائي ڦيرائي ڦيرائي ڪوڙ پيرا ذڪر ڪيو آهي، اهو هن لاءِ
تہ اوهان کي جيڪڏهن ان جي هڪ هنڌ معني نہ اچي تہ ٻئي هنڌ ڏسو
ٻئي هنڌ نہ سمجهو تہ ٽئين هنڌ ڏسو، چوٿين هنڌ ڏسو هر پيري ان جي
معني نڪريل هوندي، ڪٿي نہ ڪٿي اوهان جي مونجهاري جو حل نڪري
ايندو.

سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ۴۱ ۾ فرمان آهي تہ **ولقد
صرفنا في هذا القرآن ليذ كروا ومايزيد هم الانفورا**○ يعني هن
جي سمجهائڻ لاءِ اسان قرآن ۾ ڦيرائي ڦيرائي ڳالهيون آنديون، پر اسان
جي سمجهائڻ واري انداز تي هن جي نفرت وڌندي پئي وڃي (ان ڪري
تہ هن جي بدباطني ظاهر ٿي پئي پوي) سورت ڪهف جي آيت نمبر
۵۴ ۾ فرمان آهي تہ اسان ماڻهن لاءِ هن قرآن ۾ هر مثال ڦيرائي ڦيرائي
وري آندوسون (تہ جيئن انهن کي سمجهڻ ۾ سهولت ٿئي) پر گهڻي
ڀاڱي هن جا جهڳڙا ڪتن ئي ڪونہ **ولقد صرفنافي هذا القرآن من
كل مثل و كان الانسان اكثر شيء جدلا**○ وري سورت بني اسرائيل جي
آيت نمبر ۸۹ ۾ فرمان آهي تہ **ولقد صرفنا للناس في هذا القرآن من
كل مثل فابيٰ اكثر الناس الاكفورا**○ يعني اسان هن قرآن جي
مضمونن کي ڦيرائي ڦيرائي آندوسين پوءِ بہ هي انڪار ڪندي ڪفر
ڪرڻ کان بہ نہ مڙيا.

ماڻهن کي منجهائڻ لاءِ هن وڏا ڪوڙ ناهيا تہ وحي ٻہ قسم آهي
هڪڙو خفي ٻيو جلي، هڪڙو متلو ۽ غير متلو يعني هڪ تلاوت ڪيو
ويندڙ ٻيو تلاوت نہ ڪيو ويندڙ، قرآن وحي جلي ۽ متلو آهي ٻيو قسم
وحي خفي غير متلو آهي اهو آهي حديث. پر الله کي هن جي چالبازين
جي اڳيئي خبر هئي تڏهن ان اڳوات هوشيار ڪري ڇڏيو تہ اي پيغمبر
تون اعلان ڪري ڇڏ تہ **واوحي اليّ هذا القرآن لانذركم به ومن بلغ**○
(سورت انعام آيت ۱۹) يعني منهنجي طرف تہ صرف هي قرآن وحي

ڪيو ويو آهي جنهن سان اوهان کي ۽ جن تائين پهچي، ڏيڄاريان، سبحان الله رب پاڪ ڪيئن نہ صفائي ڏيئي ڇڏي تہ وحي اهوئي ڪجھ آهي جيڪو قرآن ۾ آهي ۽ بس ڇو تہ وڏي پڌرائي آهي آيت ۾ تہ **هذا القرآن** يعني وحي صرف هن قرآن ۾ آهي ۽ جيڪو اهل فارس وارن وحي جو ٻيو قسم غير متلو ٺاهيو. قرآن ان جي بہ خبر ورتي آهي پهريائين سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ۴۵ ۾ فرمايو تہ **اتل ما اوحي اليڪ من الڪتاب**○ يعني تلاوت ڪر ۽ تابعداري ڪر ان شي جي جيڪا تنهنجي طرف قرآن ۾ ڪتاب ۾ وحي ڪئي وئي آهي، هي تہ ٿيو وحي متلو، ٻيو جيڪو 'ساوره ايران ۽ طبري ۽ ان جي همنوائن حديث کي وحي غير متلو ۽ خفي قرار ڏنو آهي. ان بابت بہ قرآن حڪيم سورت اعراف جي آيت نمبر ۳ ۾ فرمائي ٿو تہ **اتبع ما اوحي اليڪ ولاتتبع من دونه اولياء**○ يعني اي پيغمبر تابعداري ڪر تون انهي شئي جي جيڪا تنهنجي طرف وحي ڪئي وئي آهي ۽ نہ تابعداري ڪر تون ان جي جيڪا انهيءَ کان سواءِ آهي، دوست ۽ خير خواهہ سمجهي.

هن ڪتاب جي پڙهندڙن جي خدمت ۾ ڪتاب جي تعارف طور مون کي هر عرض ڪرڻو آهي تہ: جن انقلاب دشمن مجوسين، يهودين ۽ عيسائين قرآن جهڙي انقلابي نصاب ۽ ڪورس کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان جي معنيٰ مفهوم کي بدلائي رهبانيت وارو ڪتاب بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، ان جي تمام معمولي تعداد ۾ ٿورڙن لفظن ۽ اصطلاحن کي مون انهن جي قرآن واري اصلي معنائن ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي اهو صرف هڪ نمونو آهي، آئون چاهيان ٿو تہ ڪي همت ڀريا ۽ برجستہ علم وارا نوجوان اٿن ۽ قرآن کي خود قرآن جي سمجهاڻين سان کولين ۽ ماڻهن کي سمجهائين، مون کي يقين آهي تہ جيئن هي ڪتاب پنهنجي رينج جي لحاظ سان هديً للناس آهي ڪائناتي رهنما ڪتاب آهي، اهڙي طرح هن جي وسعت ۽ ڪشادگي کي سمجهائڻ ۾ جڏهن اسان ڪامياب ٿينداسون ۽ هن ڪتاب کي تعويذي ملن کان ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿياسون ۽ جڏهن هن ڪتاب کي رهبانيت جي تعبيرن ۽ تشريحن مان ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿياسون تہ پوءِ **يوم**



**يقوم الناس لرب العالمين** واري انقلاب جي خوشخبري کي پوري ڪرڻ واري عالمي انقلاب جو جهنڊو قرآن وارن جي هٿ ۾ هوندو.

ربوبيت عالم ۽ جهانن جي پالڻ واري پروگرام لاءِ اڄ مارڪس ازم قرآن حڪيم ڏي مدد لاءِ پيو پڪاري تہ تنهنجي **ان الارض لله، والارض وضعها للانام** ۽ **سواء للسائلين** جي نعرن جي ضرورت آهي، اي قرآن تنهنجي اصولن **وان ليس للانسان الاماسعيٰ** جي ضرورت آهي ولاتزروازرة وزراخريٰ جي ضرورت آهي ۽ تنهنجي اصول ڪل نفس بماڪسبت رهين جي ضرورت آهي اڄ مارڪسزم قرآن ۽ قرآن وارن کي سڏي پيو تہ اچو تہ توهان جي مدد سان آئي ايم ايف وارن، ورلڊ بينڪ جي سيٺين، ورلڊ ٽريڊنگ آرگنائيزيشن جي سيٺين ۽ برلا، ٽاٽا وارن کي ملٽي نيشنل ڪمپنين جي قارونن کي سيڪٽ ڏيون، اي قرآن تو جن سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ انهن جي دلال احبار ۽ رهبانن لاءِ، پيرن مولوين لاءِ، جيڪي **يڪنزون الذهب والفضة ولا ينفقو نها في سبيل الله** يعني دولت جو ارتڪاز ۽ استحصال ڪري عوام مٿان خرچ ڪرڻ کان لڪائين ٿا، اعلان ڪيو آهي تہ **يوم يحميٰ عليها في نارجهنم فتڪوي بها جباههم وجنو بهم و ظهور هم** يعني سندن ذخيري ڪيل لڪايل سون چاندي کي تپائي سندن ئي پيشانين، پاسراٽين ۽ پٺن تي ڏنپ ڏنا ويندا ۽ انهن کي چيو ويندو تہ هذا ماڪنزتم لانفسڪم هي توهان جي دولت آهي جيڪا اوهان پنهنجي لاءِ لڪائي رکي هئي فذوقوا ماڪنتم تڪنزون ان جو مزو چکي ڏسو، گهٽ ۾ گهٽ جيئن پاڪستان جا حڪمران ۽ وزير نوڪري تان لهڻ کان پوءِ جيل ۾ هليا وڃن ٿا ۽ اقتدار جي ڏينهن ۾ ميڙيل ملڪيت جو مزو نٿا وٺي سگهن تہ انهيءَ کان بہ وڏي انقلاب لاءِ ڪم ڪيو وڃي، جيڪو پوري ڪائنات کي استحصال کان بچائي ۽ دولت جي ذخيره اندوزي بدران ان ۾ ماڻهن جي ضرورتن لاءِ خرچ ڪرڻ ۽ کولي رکڻ جو انتظام هجي، مون کي هڪ مذهبي واعظي مولوي صاحب چيو تہ اسان عوام جي ذهن کي اهڙو تہ سطحي قسم جو بنائي ڇڏيو آهي جو هو اسان جي ڪوڙ کي بہ اکين تي رکن ٿا ۽ ايترو بہ سوچڻ ۽ غور ڪرڻ جي زحمت نٿا

ڪن تہ اها ڳالهہ عقل جي موافق آهي بہ يا ڪونہ ۽ مثال ڏيندي ٻئي
هڪ واعظي مولوي صاحب جو ڊائلاگ ٻڌايائين تہ مولوي صاحب واعظ
ڪندي فرمايو تہ جنهن خيبر جي قلعي جو دروازو حضرت علي هڪ ئي
ڌڪ سان ڪيرايو هو، ان دروازي جي تالي جي چاٻيءَ جو وزن اسي مڻ
هو ۽ اها چاٻي مرحب جي پيٽ جي اڳٽ ۾ ٻڌل هوندي هئي تہ ان تي
عوام موٽ ۾ صدق صدق ۽ حيدر حيدر چوڻ سان خراج تحسين پيش
ڪيو تہ ان مولوي صاحب فرمايو تہ جنهن عوام ۽ انهن جي عالمن جي
ذهني اپروچ اها هجي اهي قرآن حڪيم جي باريڪين گهرائين ۽ رهنمائي
جو ڪهڙو ساٿ ڏيندا پر آئون ان مولوي صاحب جي نصيحت کي نٿو
مڃان، مون کي عوام ۾ شعور عقل فهم نظر اچي ٿو، نظر آيو آهي، آئون
مولوين کان وڌيڪ عوامي ميڙاڪا اٿين ڪيان ٿو، ماڻهو تمام عقلمندي
وارا سوال پڇن ٿا، هو هرروز اخبارون پڙهن ٿا. خود مذهبي نيڪيدار
مولوين ۽ پيرن تي بہ هو تنقيدون ڪن ٿا، ماڻهن جي سياسي شعور ۽
عقلمنديءَ کان ڊڃي سرمائيدارن ڦورو حڪمرانن ۽ جابرن جاگيردارن،
قرآن واري انقلابي فڪر جون معنائون مٽائڻ لاءِ تبليغي جماعت ۽ ان جو
تبليغي نصاب، اهڙو ٺهرايو آهي، جنهن سان ماڻهو هن دنيا جي زندگي
کي سنوارڻ ۽ درست رکڻ کي ضروري نہ سمجهن، اهميت نہ ڏين،
اسلام ۽ مسلمانن ۾ تبليغي جماعت جي اهڙي پروپيگنڊا جو ئي سبب
آهي، جو سنگاپور جو اڳوڻو وزير اعظم لي ڪوانيو موجوده وزيراعظم
جو پيءُ پنهنجي حڪمراني جي ڏينهن ۾ اولهہ جي ملڪن طرف دوري
تي وڃي رهيو هو تہ سندس جهاز کي ڪن فني سببن ڪري ڪراچي
هوائي اڏي تي ترسڻو پيو تہ ان دوران پاڪستان جي سرڪاري عيوضين
کان سواءِ ڪن اخباري نمائندن بہ ساڻس ملاقات ڪئي ۽ انٽرويو جي
پڇاڙيءَ مهل اخبار وارن لي ڪوانيو کي چيو تہ پلا پاڪستاني عوام لاءِ
ڪو پيغام لکرايو تہ ان جواب ۾ چيو تہ اهڙي قوم لاءِ آئون ڪهڙو
پيغام ڏيان جن جو عقيدو ۽ ايمان هي آهي تہ اصل زندگي مرڻ کان
پوءِ تي شروع ٿئي، مون کي افسوس آهي جو اهو عقيدو تبليغي جماعت
۽ خانقاهي مذهبي نمائندن جو آهي، اسلام جو هرگز هرگز ناهي،



اسلام تہ تعليم ڏني آهي تہ توهان پنهنجي پالڻهار کان توفيق گهرو تہ
ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة يعني پهريائين دنيا کي سهڻو
بنائڻ ۽ پوءِ آخرت کي سهڻو بنائڻ جي دعا گهرو ۽ رسول الله کي رب
پاڪ حڪم فرمائي ٿو تہ تون اعلان ڪر تہ قل من حرم زينة الله التي
اخرج لعباده ٣٢-٧ يعني الله جنهن سونهن سينگار ۽ زيب زينت کي
پيدا فرمايو آهي ان کي ڪير حرام ٿو چوي ۽ اي پيغمبر! ولقد مكنا
كم في الارض وجعلنا لكم فيها معايش يعني اسان توهان کي زمين تي
اقتدار ۽ حڪومت ڏني سون ۽ روزگار جا بہ ڪيترائي قسم ڏناسين، اهي
سڀ اسان جون نعمتون آهن اهي سڀ مومنن لاءِ آهن، پر هتي جڙتو ۽
هٿرادو مذهب گهڙيندڙن اسلام جو چهروئي بگاڙي ڇڏيو آهي، سو
منهنجو هي ڪتاب، اسلام جو غلط تعارف ڪرائڻ وارن جي سازش کي
ناڪام ڪرڻ جي تمام هڪ ننڍڙي ۽ معمولي ڪوشش آهي.

١٩٩٧ع ۾ آئون جڏهن هندستان جي آچاريہ ڪل پارٽي جي
دعوت تي انهن جي گلوبل يونيٽي واري بين الاقوامي سيمينار ۾ ويو هئس
تہ پارٽي جي باني ونوبا ڀاوي جي جانشين بال وجئہ صاحب مون کي ۽
ٻين غير ملڪين کي ونوبا صاحب جو ڪپڙي تي لکيل پيغام ڏنو جنهن
۾ لکيل هئو تہ انسان ذات جي خدمت بغير ڪنهن فرق مذهب جي،
بغير ڪنهن فرق قوم جي ۽ بغير ڪنهن فرق ملڪ جي، اسان جو نصب
العين آهي، آئون پيغام پڙهي ڏاڍو حيران ٿي ويس تہ هي منشور تہ
حضور ﷺ جن جو آهي ۽ قرآن جو آهي، جو رسول پاڪ کان اعلان
ڪرايو ويو تہ يا ايها الناس اني رسول الله اليكم جميعا يعني اي انسانو!
آئون اوهان سڀن ڏي رسول بڻائي موڪليو ويو آهيان ۽ قرآن مجيد کي بہ
هدي للناس يعني انسان ذات لاءِ هدايت وارو ڪتاب بڻائي نازل ڪيو
ويو آهي، پر آئون سوچ ۾ پئجي ويس تہ ڇا هندو مذهب جيڪو نسلي
مذهب سڏيو وڃي ٿو ان ۾ ايتري ڪشادگي آهي يا ونوبا اندر ۾
مسلمان آهي؟ تہ ان سيمينار دوران ونوبا جي زندگيءَ تي انگريزي ٻوليءَ
۾ هڪ ڪتاب بہ اسان کي ڏنو ويو ان جا ڪجهہ حصا دوستن کان
پڙهائي معلوم ٿيو تہ ونوبا جي زندگيءَ تي هڪ مضمون مهاتما گانڌيءَ

جو لکيل ان ڪتاب ۾ شامل هئو جنهن ۾ ان لکيو هو تہ ونوبا مسلمانن
کي قرآن حڪيم سيکارڻ لاءِ عربي ٻولي سکيو پوءِ هو پنهنجي تعليم
مسلمانن کي قرآن حڪيم ذريعي ڏيندو هو سو مون بال وجئہ صاحب
جن کي چيو تہ ان تعليم کي ڪتابي شڪل ملي آهي يا نہ تنهن تي ان
چيو تہ ونوبا صاحب مسلمانن خاطر قرآن جو تفسير لکيو آهي ۽
پنهنجي منتظمين کي بال وجئہ صاحب چيو تہ اهو تفسير اسان جي هن
سنڌي مهمان کي ڏنو وڃي، پر آشرم جي ڪتابن واري دڪان تان
اسٽاڪ ختم ٿي ويو هو جنهن سبب مون کي اهو تفسير نہ ملي سگهيو،
بهرحال قرآن پاڪ جي انسان ذات لاءِ خدمت ۽ برادريءَ جي سڏ لاءِ
هڪ غير مسلم سڏجندڙ شخصيت طرفان هي پيغام وٺي آئون سوچ ۾
پئجي ويس تہ اسان مسلمان حنفي حنبلي مالڪي شافعي شيعي سني جي
چوڏيوارين مان نڪري اسلام جي قلعي ۾ ڪڏهن داخل ٿينداسون،
جنهن لاءِ قرآن پاڪ سڏيو آهي تہ **يا ايها الذين آمنوا آمنوا** يعني
اي ايمان وارو ايمان آڻيو! الله ۽ ان جي رسول تي، جيڪا ڳالهہ هڪ
هندوءَ کي تہ سمجهہ ۾ آئي آهي پر اسان قرآن مان پنهنجن فرقن جي
تائيد ۾ پيا آيتون ڳوليون.

سوويت يونين جي ٽٽڻ کان اڳي آمريڪا جي هڪڙي صدر،
سوويت يونين جي صدر کي خط لکيو هو جيڪو هتي پاڪستان جي
اخبار جنگ ۾ ڇپيو هو تہ اسان آمريڪا وارن کي (يا عالمي سامراج کي)
توهان جي ڪميونزم مان ايترو ڀؤ ڪونهي، اسان کي اوهان جي پيٽ ۾
اسلام مان وڏو خطرو آهي، مون آمريڪي صدر جو اهو خط اخبار
ذريعي پڙهي ان وقت اندازو لڳايو هو تہ يقين سان آمريڪي دانشورن ۽
ملٽي نيشنل ڪمپنين جي مشيرن، قرآن حڪيم کي چڱي طرح پروڙيو
۽ سمجهيو آهي ۽ هاڻ هو **يوم يقوم الناس لرب العالمين** جي انجام
کان ڊڄن پيا ٿا. جنهن طرف علامہ اقبال بہ بال جبريل ۾ اشارو ڪيو
آهي تہ جو راز قل العفو ميں پوشيدہ هے ابتڪ اس دور ميں شايد وہ
حقيقت هو نمودار ۽ اڃا ٿوري پراڻي ڳالهہ آهي جڏهن چيو ويندو هو تہ
سج اڀري بہ برطانيہ جي حدن مان ٿو ۽ لهي بہ برطانيہ جي حدن ۾ ٿو



يعني برطانيہ جي ڪشادگيءَ سج کي بہ قيد ڪري ڇڏيو آهي تہ ان
دور ۾ برطانيہ جي دارالعوام ۾ هڪ جارج اٿي قرآن هٿ ۾ کڻي
پارليامينٽ وارن کي ڏيکاري چيو تہ جيستائين هي ڪتاب دنيا ۾ موجود
آهي تہ اسان سک جو ساهہ کڻي نٿا ويهي سگهون، ايئن چئي ان قرآن
کي پٽ تي هيٺ اڇلايو، هڪ ٻئي برطانوي جارج جي بہ هيءَ ڳالهہ
مشهور آهي تہ ان پنهنجي مرڻ واري بستري تي موت کان ڪجهہ اڳ
پاڻ وٽ ويٺل ساٿين کي چيو تہ آئون مري رهيو آهيان پر هڪ وڏي
حسرت سان مران پيو، جيڪا زندگي ۾ پوري ڪري نہ سگهيس، ان
تي ساٿين پڇيس تہ اسان سان بيان ڪيو، متان اسان اوهان جي اها
حسرت پوري ڪري سگهون، تنهن تي ان چيو تہ منهنجي زندگيءَ جي
هي خواهش هئي تہ مسلمانن جي ڪتاب قرآن مان سورت توبہ ۽ انفال
کي ڪيرائي خارج ڪري، گم ڪري ڇڏيان، پر ايئن ڪري نہ
سگهيس، ۽ هيڏانهن اسان مسلمانن جو حال اهو آهي جو آئون جنهن
مسجد ۾ رهان ٿو اتي هر روز ۽ ڪڏهن تہ هر ويلي، ماني ملي ٿي تہ
سائين هي ماني آندي آهي پنجن تنن کي ختمو ڏجو، ڪو چوندو آهي تہ
سائين يارهين واري بادشاهہ پيران پير کي ختمو ڏجو، ڪو چوندو آهي
تہ اسان جي وڏڙن مماتي وارن عزيزن قريبن کي ختمو ڏجو، يعني اسان
وٽ قرآن حڪيم کي جيئرن بدران مري ويلن کي بهشت ڏي موڪلڻ
جي ٽيڪو ڏنل آهي، شيخ سعدي گلستان ۾ هڪ قصو لکيو آهي تہ
گڏهہ وهائيندڙ هڪ دايي کي رستي تي پيل هڪ موتي هٿ آيو، جيڪو
پنهنجي وصف ۾ تمام اعليٰ قسم جو ۽ اٽلي اوچو هئو، سو دايي اهو
گڏهہ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو. هڪ ڏينهن دايو شهر ۾ گڏهہ وهائي
رهيو هئو تہ ڪنهن جوهري صراف واٽ ويندي ڏٺو تہ گڏهہ جي ڳچيءَ
۾ ايڏو اٽلي هيرو لال ٻڌو پيو آهي، سو وڏي رڙ ڪري چيائين هيڏي
بيقدري ۽ رڙ ڪري ڪِري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. سو قرآن حڪيم بہ
اهڙي حقيقت ڏي اشارو ڪندي فرمايو آهي تہ **مثل الذين حملوا
التورات ثم لم يحملوا ڪمثل الحمار يحمل اسفارا**O يعني جن ماڻهن
کي تورات ڏنو ويو انهن انهيءَ جو قدر نہ ڪيو، انهن جو پاڻ کي

توارات وارو سڏائڻ ايئن هو جيئن گڏهه کي خبر نه هوندي آهي ته منهنجي مٿان ڇا جو ۽ کهڙو بار لڏيل آهي.

## ضروري گذارش

منهنجي هن کان اڳي شايع ڪيل ڪتاب ”آيات بينات“ جي مضمونن جي باري ۾ مهربانن پڙهندڙن جا ڪافي سارا سوال موصول ٿيا آهن جن سڀن جو پسمنظر هن قسم جو آهي ته فلان ڳالهه حديث ۾ هن طرح آهي، توهان ان جي خلاف لکيو آهي، تفسير ۾ فلان مفسر صاحب هن طرح لکيو آهي اوهان اهڙي معنيٰ نه ڪئي آهي ۽ فقهه جي فلان امام يا ڪتاب هن طرح لکيو آهي اوهان ايئن نه ڪيو آهي وغيره وغيره آئون سوال پڇندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو ته جڏهن به اوهان قرآن پڙهندا ڪيو ته اڳ ۾ پنهنجو ذهن دماغ صاف ڪري، خالي ڪري، سمورو توجه قرآن حڪيم جي رهنمائي طرف ڪري پڙهندا ڪيو ۽ ايئن نه ڪجي جو ٻين جي فرمودات سان قرآن کي انهن جي تابع ڪيو، حديث تفسير فقهه تاريخ ۽ اهڙن ٻين علمن کي قرآن سان ڀيٽائڻ گهرجي، قرآن کي ڪسوٽي قرار ڏيڻ گهرجي، قرآن جي سانچي ۾ ٻين علمن کي درست بنائجي، ايئن نه ڪجي جو قرآن کي ٻين علمن جي سانچي ۾ آڻجي ۽ ٻين علمن کي ڪسوٽي بنائي قرآن جون انهن جي رهنمائيءَ سان تعبيرون ۽ تشريحون ڪيون وڃن، اصل قرآن آهي، ٻيا سڀ علم ان جي موافق ۽ تابع هجڻ گهرجن، آئون قرآن کان مٿي ڪنهن به ڳالهه کي مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان، نه انهن علمن جي متضاد سوالن ۽ توجيهن جي جواب ڏيڻ جو آئون پابند آهيان، جيڪڏهن ڪو به سوال ۽ وضاحت قرآن حڪيم جي ئي حوالي سان پڇي ويندي ته ان کي آئون پنهنجي لاءِ رهنمائي به سمجهندس ۽ جواب لاءِ پابند به رهندس. پر جي قرآن جي ضد ۾ ڪا حديث يا مفسر جو قول يا ڪنهن فقيهه جو قول آڻي سوال پڇيو ويندو ته ان لاءِ منهنجو عرض آهي ته انهن علمن کي ۽ سوالن کي قرآن جي موافق بڻايو.

عزيز الله ٻوهيو

# قرآن جو فرمان

هن مضمون ۾ مون کي خاص اهي ڳالهيون قرآن حڪيم جي روشنيءَ ۾ عرض ڪرڻيون آهن، جيڪي ديني رهنمائي جي سلسلي ۾ قرآن حڪيم ٻڌايون آهن، ته قرآن کان سواءِ ڪنهن ٻئي کان نه ورتيون وڃن، نه پڇيون وڃن، نه سکيون وڃن، يعني ٻيو ڪو به شخص يا ادارو يا علم، ديني رهنمائيءَ لاءِ اٿارٽي ناهي، سند ناهي، قابل قبول ناهي، سورت يونس جي آيت نمبر ١٥ ۾ آهي **واذا تتليٰ عليهم آيا تنا بينات قال الذين لاير جون لقائنا ائت بقرآن غير هذا اوبدله قل مايکون لي ان ابدله من تلقاءِ نفسي ان اتبع الامايوحيٰ اليّ اني اخاف ان عصيت ربي عذاب يوم عظيم○** يعني جڏهن انهن تي اسان جون چٽيون ۽ پڌريون آيتون پڙهيون وينديون هيون ته جيڪي ماڻهو اسان جي عدل انصاف واري قانون هيٺ رهڻ ۽ هلڻ کي پسند نه ڪندا هئا ته (اهي ناني ويڙهي ڪرڻ لاءِ) چوندا هئا ته اي رسول هن قرآن جي بدلي ۾ ڪو ٻيو قرآن آڻ يا وري هن جي مسئلن ۾ ڪجهه مٽاسٽا ڪر (يعني هو الله جي مضبوط قانون ۾ پنهنجن مفادن لاءِ تبديلي ڪرائڻ گهرن پيا) اي رسول تون انهن کي چؤ ته مون کي ڪو اختيار ۽ پارو ڪونهي جو آئون پنهنجي طرفان ڪا ردوبدل ڪري سگهان، آئون هن ڳالهه جو پابند آهيان ته صرف ان شئي جي تابعداري ڪيان جن ڳالهين بابت مون ڏي وحي ڪيو ويو آهي. آئون ته پنهنجي پالڻ واري کان ڊڄان ٿو، جيڪڏهن مون ان جي حڪمن جي نافرماني ڪئي ته ان جي سزا تمام سخت آهي، هتي هڪ ننڍڙي گذارش پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو جيڪا پوري قرآن پڙهڻ ۽ سمجهڻ وقت هو مستقل طور ياد رکن ۽ سمجهن ته حضرت آدم ۽ حضرت نوح عليه السلام کان وٺي وحي واري تعليم کي جن ماڻهن بگاڙيو انهن جا ٽي قسم هئا

هڪڙا جاگيردار ٻيا سرمائيدار ٽيا احبار رهبان (پير مولوي) قرآن شريف
انهن ٽنهي ادارن جي مخالفت ڪئي آهي، علامتي ۽ حقيقي مثال طور
فرعون کي جاگيرداري جو نمائندو قرار ڏيئي ان جو رد ڪيو آهي.
سرمائيداري جي علامت قارون کي قرار ڏيئي ان جو رد ڪيو آهي،
خانقاهي رهبانيت جو نمائندو ۽ نشان هامان جو مثال ڏيئي ان جو رد
ڪيو آهي. حضرت نوح عليہ السلام تي ايمان آڻڻ وارا بہ پورهيت ۽
مزدور هئا تہ اپر ڪلاس جي ماڻهن حضرت نوح عليہ السلام تي
اعتراض ڪيو تہ تو سان گڏ تہ اسان جا ڪمي ڪاسبي لوئر ڪلاس ۽
نيچ ڪلاس جا ماڻهو آهن، اسان انهن سان گڏ ڪيئن ويهون، پڙهي
ڏسو سورت هود آيت ٢٧ **وما نراك اتبعك الا الذين هم اراذلنا
بادي الراي** يعني (سرمائيدار چوندا هئا تہ اي نوح) اسان ڏسون پيا تہ
توتي انهن ماڻهن ايمان آندو آهي جيڪي اسان جا هيٺين ڪلاس جا
ماڻهو آهن جن کي عقل ۽ سمجھہ بہ ڪانهي. ۽ حضرت نوح عليہ
السلام جي دور ۾ پير پرستي بہ وڌي هئي ان جي وڏب پيرن مان پنجن
جا نالا قرآن بہ ڳڻايا آهن، ود، سواع، يغوث، يعوق، نسر، شروع واري
آيت ۾ بيان ٿيو تہ ماڻهن حضور ﷺ کي قرآن بدلائڻ يا ان ۾ ترميم
ڪرڻ جو مطالبو ڪيو قرآن ٻڌايو تہ الله جي رسول ماڻهن کي صاف ۽
ڪليل جواب ڏنو تہ اهو مون کان نہ ٿيندو، آئون صرف وحي جي
تابعداري ڪندس. آئون الله جي عذاب کان ڊڄان ٿو، سو وحي ۾ ڪابہ
ترميم تبديل ڪانہ ٿيندي، آئون هتي هڪ مثال عرض ڪندو هلان تہ
هن امت جا پير ۽ مولوي ڪيڏا نہ طاقتور مضبوط ۽ ڏاڍا مڙس آهن جو
رسول ﷺ جن تہ فرمائين پيا تہ قرآن کي بدلائڻ مون کان نہ ٿيندو، آئون
الله جي عذاب کان ڊڄان ٿو پر پوءِ جي مولوين عالمن سورت بقره جي
آيت نمبر ٢١٩ **يسئلونك ماذا ينفقون قل العفو** يعني نبي توکان
سوال ڪن ٿا تہ انهن کي پنهنجي مال مان ڇا ڪجھہ. ڪيترو ڪجھہ
خرچ ڪرڻو آهي تہ تون انهن کي ٻڌائي ڇڏ تہ جا بہ بچت شيءِ آهي
اها خرچ ڪرڻي آهي خرچ ڪري ڇڏيو، انهي نصاب ۽ حد ۾ تبديلي ۽
گهٽ وڌائي پيغمبر جهڙي هستي تہ نہ ڪري سگهي، پر پوءِ اچڻ وارن



عالمن پيغمبر جي نالي ڪوڙي حديث ٺاهي ترميم پاس ڪري ڇڏي تہ
بچت مال سمورو خرچ ناهي ڪرڻو صرف سئو تي اڍائي روپيہ يعني
چاليهين پتيءَ خرچ ڪرڻ، سو بہ سال ۾ هڪ ڀيرو، جڏهن تہ قرآن جي
قانون مطابق جڏهن تڏهن هر وقت بچت مال مسڪين يا بيت المال جي
حوالي ڪرڻو آهي، پر هي احبار ۽ رهبان رسول کان بہ وڌيڪ پاور فل
ٿي ويا ۽ حديث جي نالي سان قرآن کي ڪينسل ڪري ڇڏيائون، پر
ڪي ڪي پرهيزگار ۽ محتاط عالم وري پنهنجي علميت ڏيکارڻ لاءِ
ماڻهن کي ٻيا بيوقوف بنائين تہ قل العفو وارو حڪم اسلام جي شروع
زماني ۾ ڪمزوري ۽ غربت جي عرصي لاءِ هئو، چاليهين پتيءَ جو حڪم
اسلامي حڪومت جي خوشحالي کان پوءِ جو آهي، جڏهن تہ قل العفو
واري آيت ۽ سورت بقره هجرت کان پوءِ مديني جي زماني ۾ نازل ٿيل
آهي ۽ ان لاءِ حڪم ۽ نصاب مقدار بدلائڻ لاءِ قرآن حڪيم ۾ ڪابہ
ڳالهہ ڪانهي، پر شايد هنن جو عقيدو آهي تہ قرآن کي حديث جي نالي
سان ڪاٽي سگهجي ٿو، ڪينسل ڪري سگهجي ٿو ۽ منسوخ ڪري
سگهجي ٿو، جڏهن تہ رب پاڪ قرآن ۾ اعلان بہ ڪري ڇڏيو آهي تہ
**اليوم اكملت لكم دينكم واتممت عليكم نعمتي ورضيت لكم
الاسلام دينا** (سورت مائده آيت ٣) يعني اڄ توهان جي دين کي (قانون
کي) مون مڪمل ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجون نعمتون بہ (قرآن جي سموري
نازل ٿي وڃڻ سان) پوريون ڪري ڇڏيون ۽ توهان جي دين کي اسلام
جو نالو ڏيڻ بہ مون پسند ڪيو، هي ڏاڍا مڙس الله طرفان ڪامل ۽
مڪمل دين ۾ بہ ٻيا ترميمون ۽ تبديليون ڪن ۽ ماڻهن کي پلائين پيا
تہ حديث جو علم ايترو طاقتور آهي جنهن ذريعي قرآن جي حڪم کي
بدلائي سگهجي ٿو، جڏهن تہ حديث جو علم جنهن شخصيت جي نالي
مشهور ڪيل آهي اهو اعلان پيو ڪري تہ اني اخاف ان عصيت ربي
عذاب يوم عظيم آئون ڊڄان ٿو جيڪڏهن پنهنجي پالڻ واري جي مون
نافرماني ڪئي ان جي يوم عظيم (قيامت) وارو عذاب تمام سخت آهي
آئون ان کان ڊڄان ٿو **مايكون لي ان ابدله من تلقاء نفسي** مون ۾
ايترو دم ڪونهي جو آئون قرآن جا احڪام بدلائي سگهان (سموري

بچت مال خرچ ڪرڻ جي حڪم کي (قران کي) رد ڪري ان جي جاءِ تي چاليهين پتيءَ جو آرڊر (پنهنجي طرفان جاري ڪيان) سورت شوريٰ جي آيت نمبر ٢١ ۾ رب پاڪ تمام وڏي ڳالهه سمجهائي ڇڏي آهي پر جيڪي ماڻهو ان تي غور ڪن ۽ ايمان آڻين، فرمان آهي ته **ام لهم شرڪاء شرعوا لهم من الدين مالم ياذن به الله**○ يعني ڇا انهن ماڻهن الله جا پارٽنر ۽ حصيدار ناهي ڇڏيا آهن، جيڪي دين ۾ هنن کي ترميمون ۽ تبديليون ڪري ڏين، الله کان اجازت وٺڻ کان سواءِ؟ اڳتي آهي ته **ولو لاڪلمة الفصل لقضي بينهم**، جيڪڏهن فيصلي جو وقت مقرر نه ڪري ڇڏيون ها ته انهن کي هاڻي ئي خبرون ڏئي ڇڏيون ها، پر اسان فيصلي واري وقت تائين ڇڏي ٿا ڏيون) **ان الظالمين لهم عذاب اليم**○ تحقيق ظلم ڪرڻ وارن کي دردناڪ عذاب ڏنو ويندو، قل العفو واري حڪم يعني پنهنجي ضرورتن کان بچت سمورو مال الله جي راهه ۾ مسڪينن ۽ غريبن ۾ ورهائي ڇڏڻو آهي آيت لاءِ علامه اقبال صاحب چيو ته جو راز قل العفومين پوشيده هي ابتڪ اس دور مين شايد وه حقيقت هو نمودار، هوئن ته علامه صاحب مولوي صاحبن تي ٽوڪ به ڪئي آهي ته اس راز کو کيا سمجهي دو رڪعت کا امام، سو علامه صاحب جي خدمت ۾ عرض آهي ته دو رڪعت وارو امام رڳو قل العفو جي فلسفي ڏي توجه ڇو ڪندو، هو ته اڄڪلهه پگهار وٺي ماڻهن جي دڪانن تي صبح جو وڃي قرآن جي تلاوت ڪندو آهي ته ان جي صدقي دڪان ۾ برڪت پوي، اڄ جو مولوي ته پگهار وٺي ماڻهن جي قبرن تي وڃي قرآن جا ختما پڙهندو آهي ته قبرن وارن جي بخشش ٿئي، پوءِ پلي اهي دنيا واري زندگي ۾ چور ڇو نه هجن، اڄ جي مولوي کي قرآن ذريعي دين سکڻ سيکارڻ جي لوڙهه به کهڙي آهي.

دين لاءِ سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو سڄو بار فقهه جا چار يا پنج امام مڪمل ڪري ويا آهن، هاڻي انهن جو تيار ڪيل فقه پيا پڙهن ۽ پڙهائين ته ٻانهين جي مارڪيٽ ويليو ڪيئن طئه ڪجي ۽ بغير نڪاح جي انهن کي ڪيئن واپرائجي، صاحب قرآن رسول الله ﷺ کي، قرآن حڪم ڪري ويو ته **ما ڪان لنبي ان يڪون له اسريٰ** (انفال ٦٧) يعني



نبي تي اڄ کان پوءِ قيدي رکڻ غلام بنائي ماڻهن کي ٻانهو سڏڻ بند ڪيو وڃي ٿو، جيڪڏهن لڙائي ۾ جنگي قيدي بنجي وڃن ٿا ۽ مخالفن وٽ جيڪڏهن اوهان جا سپاهي به قيدي ٿي ويا هجن ته تبادلو ڪيو ۽ جيڪڏهن تبادلي کان پوءِ به اوهان وٽ قيدي بچي پون ته فاما منا بعد واما فداء يعني احسان طور آزاد ڪيو يا ڪو حرج خرچ وٺي آزاد ڪري ڇڏي ڏيو، رکڻا هرگز ڪونهن، پر قرآن جي اهڙن واضح حڪمن کان پوءِ به مدرسن جي درسي ڪتابن ۾ حديثن ۽ فقهه ۾ وڏي تفصيل سان اهي مسئلا پڙهيا پڙهايا وڃن ٿا ۽ اڄ جا فاضل ۽ دستاربند عالم، تيار ٿيندڙ اهوئي ڪجهه فقهه پڙهن ٿا، جيڪو نصاب، قرآن جي ضد ۽ مقابلي ۾ تيار ڪيل آهي، جنهن لاءِ مولانا علي محمد صاحب ڪاڪيپوٽي ڳڙهي ياسين جي مارو ڳوٺ واري جو تبصرو هي آهي ته مدرسن جو موجوده درس نظامي وارو نصاب مسلمانن جي ڪنهن دشمن اهو لاڳو ڪرايو آهي، مولانا ڪاڪيپوٽي لاءِ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن ٻڌائيندا آهن ته علامه اقبال صاحب جو به استاد هو، مون وٽ امرتسر جي هڪ عالم جو ڪتاب موجود آهي، جنهن ڏي علامه اقبال جو لکيل خط به ان ۾ ڇپيل آهي جنهن ۾ ڪائنس علامه صاحب مطالبو ڪيو آهي ته موجوده فقهه الحديث جي بدلي ۾ ضرورت آهي ته علماء گڏجي ويهن ۽ فقهه القرآن ترتيب ڏين، خبر ناهي ته مولانا علي محمد ۽ علامه اقبال مان انهيءَ فڪر تي اڳرائي ڪنهن کي حاصل هئي.

معلوم ٿئي ٿو ته مال خرچ ڪرڻ جي سلسلي ۾ قرآن حڪيم واري موقف ۽ حد کي سرمايه پرستن ۽ ذخيره اندوزن ئي ناپسند ڪري پنهنجي دور جي عالمن کي اپيل ڪئي هوندي ته قرآن جي ان حڪم کي بدلائي ڪجهه ترميم ڪيو پوءِ نڌرانن، اهي حديثون ٺهرايون هونديون ۽ سال ۾ هڪ سئو روپين تي اڍائي روپيه هڪ پيرو ڪافي سمجهيو ويو. اها ڳالهه قرآن مان به ملي ٿي سورت محمد جي آيت نمبر ٩ ۾ آهي **ذالڪ بانهم ڪرهوا ما انزل الله فاحبط اعمالهم**○ يعني اهو سڀ ڪجهه ان ڪري آهي جو اهي قرآن کي پسند نٿا ڪن. سورت حجر

جي ٩١ آيت ۾ اسان جي دور وارن ماڻهن لاءِ قرآن فرمايو آهي ته **الذين جعلو القران عضين**O اهي ماڻهو اهڙا ته هوندا جيڪي قرآن کي (عمليات جي مقصدن لاءِ) ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندا. هر ٽڪري لاءِ جدا جدا فائدا ڇپرائيندا ياسين سورت جي چوپڙي جدا هوندي ته هي سڪرات واري تي پڙهو ته تڪڙو مري، يا ڇڳو پلو ٿي اٿي پوي، تبار سورت جي چوپڙي جدا ڇپرائي ان تي لکيو اٿن ته اها سورت سمهڻ کان اڳ ۾ رات جو پڙهو ته قبر ۾ عذاب کان بچاءَ ڪندي آيت الڪرسي جي فضيلتن جي چوپڙي جدا ڇپيل آهي ان کي ته هاءِ ڪلاس جي ائنٽي بايوٽڪ فائدن واري آيت ڏسين ٿا ۽ سورت واقعه جي گهڻي پڙهڻ لاءِ لکن ٿا ته ان سان پئسا گهڻا ملندا يازده سورة جو ڪتاب جدا ڇاپيو اٿن مولوي اشرف علي ٿانوي جو ڪتاب اعمال قرآني پڙهي ڏسو ته ڪا آيت ڪير مان مکڻ گهڻو ڪڍڻ لاءِ آهي ته ڪا آيت مٿي جي سور لاءِ ڪا آيت پيٽ جي سور کان. مطلب جيڪي به پير ۽ عمليات وارا ماڻهو مشهور آهن اهي قرآن جي آيتن جي نالي سان به مشهور آهن. فلاڻي کي فلاڻي آيت جو عمل ڪنٽرول ۾ آهي فلاڻي کي اسم اعظم جي وظيفي تي ڪنٽرول آهي مطلب ته قرآن مان اسان مسلمان، محروم انسانن ۽ مظلوم قومن ۽ ماڻهن کي سندن انساني حق وٺي ڏيڻ بدران منتر جنتر جو ڪم پيا وٺون. جڏهن ته رب پاڪ سورت نساء جي آيت نمبر ١٠٥ ۾ فرمايو آهي **انا انزلنا اليک الکتاب بالحق لتحکم بين الناس بما اراک الله ولاتکن للخائنين خصيما**O يعني اي رسول اسان تنهنجي طرف ڪتاب کي نازل ڪيوسون حق سان، هن لاءِ ته حڪومت ڪرين تون، فيصلا ڪرين تون ماڻهن جا، انهيءَ قانون سان جيڪو الله توکي ڏيکاريو آهي، سيکاريو آهي ۽ (پنهنجي حڪمراني ۽ عدالت ۾ ڪنهن) خيانت باز جي ڌر نه ٿجانءِ سوچيو وڃي ته رب سائينءَ قرآن ڪهڙي مقصد لاءِ موڪليو ۽ اسان ان کي ڪهڙي ڪم پيا آڻيون.

## حڪمراني ڪنهنجي ذميداري؟

انگريزن جي دور اقتدار وارن ڏهاڙن ۾ آزادي لاءِ هندستان جي آزادي پسند ماڻهن جنگيون لڙيون هندستان ۾ جهانسي جي راڻي انگريزن سان وڙهي ١٨٥٧ ۾ حاجي امداد الله مهاجر مڪي مولانا محمد قاسم نانوتوي مولانا رشيد احمد گنگوهي سنڌ ۾ مياڻي جي ميدان تي مير شير محمد ۽ مانسره کان مٿان بالاڪوٽ ۾ سيد احمد شهيد بريلوي ۽ شاهه اسماعيل شهيد جن به وڙهيا ۽ انهن کان سواءِ ڪوڙ باضابطه ۽ بي ضابطه گوريلا قسم جا جٿا به وڙهيا آهن، تاريخ جي انبارن ۾ وڌيڪ نالا ملي سگهندا، سيد احمد شهيد هڪ ڏينهن پنهنجي جسم تي جنگي هٿيار پائي رهيو هو ته سندس پر ۾ بيٺل هڪ خادم عرض ڪيس ته سائين الله وارن ۽ بزرگن کي هٿيار پائڻ ته نٿا سونهن، انهيءَ ڳالهه تي سيد صاحب ڏاڍو چڙي غصي ۾ اچي ويو ۽ چيائين ته هٿيار حضور ﷺ جنگين جي موقعن تي پائي ميدانن ۾ ايندا هئا جنهن بزرگيءَ کي هٿيار پائڻ نٿا سونهن آئون انهيءَ بزرگيءَ تي لعنت ٿو ڪيان، اڄ ڪلهه مسلمانن ۾ بزرگي، درويشي، دينداري الله واري ٿيڻ جي معني مفهوم رهبانيت وارو پيو هلي، جنهن کي ترڪ دنيا ۽ زهد جي طور سمجهايو ۽ پڙهايو ٿو وڃي، پر قرآن حڪيم ايمان ۽ عمل صالح وارن کي معاشري ۾ اصلاح ۽ عمل صالح کي وڌائڻ ۽ ڦهلائڻ لاءِ هي ضروري قرار ڏنو آهي ته انهيءَ ڪم لاءِ ضروري آهي ته انهن کي پنهنجي آزاد حڪومت ۽ رياست هجي، نه ته آزادي کان سواءِ پنهنجي مستقل مملڪت کان سواءِ، ڪابه اصلاحي مهم ۽ تحريڪ ڪامياب نه ٿي سگهندي، سورت نور جي آيت نمبر ٥٥ ۾ فرمان آهي ته **وعد الله الذين آمنوا منکم و عملوا الصالحات ليستخلفنهم في الارض کما استخلف الذين من قبلهم وليمکنن لهم دينهم الذي ارتضي لهم**

**وليبدلنهم من بعد خوفهم امنا يعبدونني لايشركون بي شيئا**
**ومن كفر بعد ذالك فاولائك هم الفاسقون**○ يعني اسان انهن ماڻهن
سان وعدو ڪيو آهي جيڪي اسان جي قانونن جي سچائي تي يقين رکن
ٿا ۽ اسان جي مقرر ڪيل پروگرام مطابق سدارا آڻيندا، ته اسان انهن
کي هن زمين تي حڪومت عطا ڪنداسون. اسان اهڙي طرح انهن کان
اڳين ماڻهن کي به اقتدار ڏياري آيا آهيون، ۽ جيڪو دين (قانون) انهن
لاءِ اسان پسند ڪيو آهي، ان کي استحڪام ۽ مضبوطي بخشينداسون،
جنهن سان انهن جي خوف واري ڪيفيت کي بدلائي امن ۽ بي خوفي
وارو ماحول عطا ڪنداسون (جنهن امن جي ماحول ۾) منهنجي
فرمانبرداري ڪن ۽ ان ۾ ڪنهن جي قانون کي منهنجي قانون جي پيٽ
۾ اهميت نه ڏين ۽ جي به شخص انهي ڪان پوءِ به اطاعت کان منهن
موڙيندا ته اهي بجڙا هوندا. هن آيت جي آخر ۾ جيڪو چيو ويو آهي
ته ومن كفر بعد ذالك فاولائك هم الفاسقون انهيءَ جو صاف مطلب
اهو آهي ته جيتري تائين اوهان منهنجي قانونن تي هلندو ته منهنجو وعدو
امن ۽ استحڪام به پورو هلندو، پر جي توهان منهنجي قانون کي ڇڏي
ٻين جا قانون اختيار ڪيا ته اهڙي گمراهي جي سزا اها ٿيندي، جو اوهان
جي جنت جهڙي امن سڪون ۽ خوشحالي واري زندگي، دوزخ بنجي
ويندي، هن آيت ذريعي آئون پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائڻ گهران ٿو ته
قرآن جي ڳالهين تي غور ڪيو، گفتگو تي غور ڪيو، ڇا ته پوري
ڪائنات جا سياسي مسئلا، حڪمراني جي استحڪام ۽ زوال جا فلسفا
سمجهائي رهيو آهي، جو پوليٽيڪل سائنس جو مڪمل ڪورس ٿو
لڳي. انهيءَ ڪتاب جون آيتون پير ۽ مُلا ماڻهن کي لکي تعويذ ٺاهي
ڏين ٿا ته هڪڙي جي زال يا ڌيءَ پنهنجا ور ۽ گهر ڇڏي تو وٽ اچي
پهچندي ۽ ماڻهن ۾ هي مشهور ٿا ڪن ته فلاڻو بزرگ وڏو درويش
آهي ان جو سياست سان ڪوبه لڳ لاڳاپو ڪونهي، عام ماڻهن کي ته
لفظ سياست جي معنيٰ به ڪانه ٿي اچي، سياست جي معنيٰ آهي، تدبير
مملڪت، يعني ملڪ ۽ ان جي عوام جي خوشحالي ۽ امن لاءِ صلاح
مشورا ڪرڻ، غور ويچار ڪرڻ ۽ اهي سڀ طريقا رستا قرآن سيکاريا



آهن، سمجهايا آهن، پر قرآن تي قبضو انهن پيرن مولوين جو آهي
جيڪي ان کي سياسي رهنما طور قبول نٿا ڪن ۽ قرآن جي نالي مذهب
جي نالي پنهنجيون گاديون ٺاهي خلق خدا کي ذهني طور پنهنجو غلام
بنايو ويٺا آهن، ان سبب عوام جا ذهن ايترو ته مائوف ٿيل آهي جو
انهن گادي نشينن وڏن جبن ۽ قبن وارن کي ايئن ته سمجهن ٿا ڄڻ اهي
هر ڪم ۽ ڳالهه الله کان پڇي پوءِ ٿا ڪن ۽ ٻڌائين، پر رب سائينءَ
قرآن ۾ ته ماڻهن کي سمجهايو ۽ سيکاريو آهي ته **ماكان لبشران**
**يوتيه الله الكتاب والحكم والنبوة ثم يقول للناس كونوا عبادا لي**
**من دون الله ولاكن كونوا ربانيين بما كنتم تعلمون الكتاب وبما**
**كنتم تدرسون**○ (آل عمران ٨٩) يعني ڪنهن به انسان کي هي اختيار
ناهي ته ان کي جڏهن الله کان ڪتاب، حڪومت ۽ نبوت ملي وڃي ته
پوءِ (انهن عهدن جي گهمنڊ ۾ اچي) ماڻهن کي چوي ته هاڻ الله جي
بدران توهان منهنجا ٻانها آهيو، (پر انهن جي ڊيوٽي هي آهي ته هو
ماڻهن کي چون ته) پنهنجي پالڻ واري جا ٻانها بنجي وجو قرآن جي
تعليم ۽ تدريس جي رهنمائي مطابق، ته مذهب جي نالي تي تصوف جي
نالي تي، گادي نشين ۽ انهن جا چاڙتا چيلا، عالم دين، دنيا جي
حاڪميت ۽ خلق خدا جي حقن جي انتظام ۽ عدل انصاف واري رسائي
لاءِ، قرآن جنهن حڪومت ۽ اقتدار سنڀالڻ ۽ هلائڻ جو حڪم ڏنو آهي،
هي درگاهي دلال ان کي دين ڌرم ۽ الله واري راهه کان الڳ ٿا ڪن ۽
ماڻهن کي چون ٿا ته اسان الله جي ذڪر فڪر ۾ مشغول آهيون، انهن
دنياوي عهدن کان نفرت ٿا ڪيون، جڏهن ته حضرت ابراهيم عليه
السلام جي دعا، قرآن ٻڌائي آهي ته هو الله کي درخواست پيو ڪري ته
**رب هب لي حكما والحقني بالصالحين** (الشعراء ٨٣) يعني اي منهنجا
پالڻهار مون کي حڪومت ڏي ۽ سدارڪ ۽ رفارمر ماڻهن سان شامل
ڪر، ۽ سورت انبياء جي آيت ٧٩ ۾ رب سائين فرمايو ته **وكلا آتينا**
**حكما و علما**○ يعني اسان سڀن نبين کي اقتدار ۽ علم عطا ڪيو ۽ هتي
وارا، الله رسول سان ملائڻ جا ايجنسي هولڊر، حڪمراني کي دنيا جو
جنجهٽ سڏي پاڻ کي ان کان پاڪ صاف سڏڻ وارا، اصل ۾ ڪرپٽ

اقتداري ڌرين جا پارٽنر آهن، تصوف جي نمائندن، پيرن مولوين کان وڏي ليول تي اهو نظريو ڦهلائڻ وارا، رائيونڊ جي تبليغي جماعت وارا به آهن، جنهن جي بزرگن جو ڪاٿو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي، سنڌ جون زمينون سنڌين کان کسڻ وارو، صدر ايوب جي مارشل لا جو حصيدار ميجر جنرل حق نواز ١٩٦٥ ۾ مون پاڻ رائيونڊ ۾ ڏٺو ته ڏاڙهي ڇڏائي اهو به جماعت جي بزرگن ۾ ڀرتي ٿي ويو هئو، اتي مون کي هڪ جغادري مولوي صاحب مليو جنهن ٻڌايو ته هتي سڄو جي ايچ ڪيو سلامي آهي. سورت حديد جي آيت نمبر ٢٥ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته **لقد ارسلنا رسلنا بالبينات وانزلنا معهم الكتاب والميزان ليقوم الناس بالقسط**○ يعني بيشڪ اسان پنهنجي رسولن کي ڪليل دليل ڏيئي ڪري موڪليو ۽ انهن سان ڪتاب ۽ ميزان (قانون) به نازل ڪيوسون، هن لاءِ ته هو ماڻهن ۾ انصاف قائم ڪن، هنن دليلن بيان ڪرڻ مان مقصد پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائڻو آهي ته الله جا رسول ۽ آسماني ڪتاب، ڏسو ته ڪيئن نه اسان ماڻهن جي رهنمائي ۽ دنياوي معاملن جي چوڙيءِ نبيريءِ جون کولي کولي ڳالهيون ٻڌائين ٿا. سورت يونس جي آيت نمبر ١٤ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو ته **ثم جعلنا كم خلائف في الارض من بعد هم لننظر كيف تعملون**○ يعني پوءِ اسان توهان کي زمين تي خلافت ڏني سون ان پڄاڻان اسان نگراني ڪري رهيا آهيون ته توهان خلافت جي ذميداري ڪيئن ٿا نباهيو. **لننظر كيف تعملون** يعني نگراني ۽ چيڪنگ هلي پئي نوٽ پيو ٿئي ته ظلم خلاف، عدل قائم ڪرڻ لاءِ توهان ڪيترو ڪجهه پاڻ پتوڙي رهيا آهيو. سورت فاطر جي آيت نمبر ٣٩ ۾ آهي ته **هوالذي جعلكم خلائف في الارض فمن كفر فعليه كفره ولايزيد الكافرين كفرهم عندربهم الامقتا ولايزيد الكافرين كفر هم الاخسارا**○ يعني الله اها ذات آهي جنهن بڻايو اوهان کي زمين ۾ حڪمران، پوءِ جيڪو (ان ذميداريءَ) جو انڪار ڪندو انهي جو وبال ان تي ئي پوندو، انهن منڪرن لاءِ سندن اهو ڪفر سندن پالڻهار وٽ، ناراضگيءَ کي وڌائي رهيو آهي ۽ انهن ڪافرن جو اهو ڪفر، خساري کي ئي وڌائي رهيو آهي.

## مسجد

لفظ مسجد اسم ظرف آهي جنهن جو اصل س-ج-د آهي سجدي جي معنيٰ آهي ڪنڌ جهڪائڻ، مٿو هيٺ ڪرڻ وغيره. هونئن ڪنڌ جهڪائڻ جي معنيٰ آهي اطاعت ۽ فرمانبرداري، ماڻهو جڏهن ڪنهن جو حڪم ۽ آرڊر قبول ڪندو آهي ته پنهنجو ڪنڌ اثبات ۾ هاڪاري نموني هيٺ ڪندو آهي يا هيٺ مٿي ڪري ٻڌائيندو آهي ته مون کي اوهان جو حڪم قبول آهي، آئون توهان جي حڪم جي تابعداري قبول ڪيان ٿو. ته اثبات ۾ ڪنڌ هيٺ ڪرڻ کي عربي ٻوليءَ ۾سجدو چيو وڃي ٿو. سورت نحل جي آيت نمبر ٤٩ ۾ آهي **ولله يسجد مافي السماوات ومافي الارض من دابة والملائكة و هم لايستكبرون**○ يعني الله کي زمين ۽ آسمان جي مخلوق هر چرندڙ ڦرندڙ جانور ۽ سڀ ملائڪ سجدو ڪن ٿا ۽ هو تڪبر نٿا ڪن. انهيءَ معنيٰ کي لايستڪبرون جو لفظ اجا وڌيڪ چٽو ۽ پڌرو ڪري ٿو ته اهي الله جي حڪمن جي اطاعت ۽ تابعداري کان وڏائي ۽ تڪبر ڪونه ٿا ڪن ۽ انهيءَ کان اڳين آيت نمبر ٥٠ ۾ انهيءَ ساڳي معنيٰ کي اجا وڌيڪ چٽو ڪري کولي سمجهايو ويو آهي ته **يخافون ربهم من فوقهم و يفعلون مايؤ مرون**○ يعني انهن کي جيڪو به حڪم ڪيو وڃي ٿو اهو هو ڪري ڏيکارين ٿا. هنن معنائن بيان ڪرڻ ۽ سمجهائڻ مان منهنجو مقصد هي آهي ته جڏهن سجدي لفظ جي معنيٰ تي الله جي حڪمن جي فرمانبرداري ۽ تابعداري ته سجدي جو جيڪو صيغو اسم ظرف وارو ٺاهيو ويندو جيئن مسجد ته ان جي لازمي معنيٰ هي ٿيندي ته اها جاءِ جنهن ۾ الله جا حڪم ۽ قانون لاڳو ڪيا وڃن. نافذ ڪيا وڃن ۽ الله جي حڪمن ۽ قانونن تي ماڻهن کان عمل ڪرايو وڃي، پابند ڪيو وڃي ۽ تابعدار بنايو وڃي، انهيءَ معنيٰ سان مسجد جي معنيٰ

۽ مفهوم هي ٿيو ته حڪمراني جو مرڪز ۽ هيڊ ڪوارٽر، جنهن
ماڳ تي الله جا قانون جاري ڪيا وڃن ۽ انهن مطابق فيصلا ڪيا وڃن.
انهي معنيٰ کي وڌيڪ ذهن ۾ ويهارڻ لاءِ قبول ڪرڻ لاءِ سمجهڻ
گهرجي ته وقت جو حڪمران جڏهن پنهنجي دارالحڪومت، يا ڪورٽ
يا سياسي هيڊ ڪوارٽر ۾ ويهي فيصلا ڪندو ته حڪومت جي سموري
راڄڌانيءَ ۾ رڳي مؤمن ۽ مسلمان ته ڪونه هوندا. حڪومت ۾ ملڪ ۾
مسلمان غير مسلمان سڀ قسم جا ماڻهو هوندا ۽ فيصلا به سڀني قسم
جي ماڻهن جا اچي سگهن ٿا ته داعي مدعي فريادي جوابدار غير مسلم
به ٿي سگهن ٿا ته مسجد جيڪو سياسي مرڪز آهي، عدالت آهي، اتي
سڀني جي روبرو سڀ ڳالهيون ٿيڻ ضروري آهن. پوءِ اتي مسجد ۾ وقت
جو حڪمران جيڪو نبي ۽ رسول آهي يا ان جو خليفو آهي مسجد انهن
جي ڪيپيٽل پوائنٽ آهي، ان جي سامهون فيصلي جون سڀ ڌريون مسلم
غير مسلم اينديون. ان ڪري جيڪڏهن اسان مثال جي طور اسلامي
حڪومتن جي پهرين مسجد ڪعبة الله جنهن جو نالو مسجد الحرام آهي
۽ حضور ﷺ جي انقلاب جو مرڪز پڻ آهي، جنهن کي **بلاشبهه ام
المساجد** به چئي سگهجي ٿو يعني مرڪزي مسجد ته ان بابت قرآن
حڪيم کان پڇي ڏسجي ته اها صرف مؤمنن ۽ مسلمانن لاءِ آهي يا
پوري انسان ذات جي ڏکن سورن ۽ اهنجن هٽائڻ لاءِ آهي. هي حقيقت
بطور جمله معترضي جي سمجهڻ گهرجي جيڪا سڀني مفسرن جي اتفاق
راءِ سان مڃيل آهي ته قرآن حڪيم ۾ جنهن هنڌ به ناس جو لفظ ايندو
اتي ان جي معنيٰ ذات انسان ورتي ويندي ۽ صرف مسلمانن کي خطاب
لاءِ **يا ايها الذين آمنوا** جو خطاب ايندو آهي جملو معترضو ختم ٿيو.
هتي اهي آيتون لکيون وڃن ٿيون جن ۾ بيت الله کي ڪعبة الله کي
انسان ذات جي ان ۾ اچڻ ۽ فائدن وٺڻ جو مرڪز قرار ڏنو ويو آهي.
**ان اول بيت وضع للناس للذي ببكة مباركا و هدي للعالمين**○ سورت
آل عمران آيت ٩٦ **ولله علي الناس حج البيت من استطاع اليه سبيلا**○
سورت ساڳي آيت ٩٧ **جعل الله الكعبة البيت الحرام قياما للناس** دل
چوي ٿي ته هن آيت ۾ قياما للناس جي معنيٰ عرض ڪندو هلان، اها



هيءَ آهي ته الله عزوجل ڪعبة الله کي جيڪو بيت الحرام به آهي قياما
للناس بنايو آهي يعني غفلت ۾ ستل ماڻهن کي اٿارڻ وارو مرڪز غلامن
۽ ڪمزور ماڻهن کي آزادي ۽ زندگي جي حقن حاصل ڪرڻ وارو آشرم
۽ هيڊ ڪوارٽر، انقلابن آڻڻ لاءِ ننڊ پيل ماڻهن کي جاڳائڻ وارو مرڪز.
**والمسجد الحرام الذي جعلناه للناس سواءن العاكف فيه والباد**○ سور
حج آيت ٢٥ **واذن في الناس بالحج ياتوك رجالا و علي كل ضامر
ياتون من كل فج عميق**○ سورت حج آيت ٢٧ غور ڪرڻ گهرجي
بيت الله کي سڀني مسجدن مان اوليت جو شرف حاصل آهي پوءِ جيڪي
مقصد مسجد الحرام جا ٻڌايا ويا آهن اهي ئي غرض، مول متا سڀني
مسجدن جا مقرر ڪرڻ گهرجن. تصور ڪرڻ گهرجن. امام انقلاب
عبيدالله سنڌي پنهنجي تفسير ۾ مشرڪ ۽ ڪافر جي معنيٰ ڪئي آهي
انقلاب دشمن ۽ جهاد جي معنيٰ ڪئي آهي انقلاب اٿڻ لاءِ جدوجهد
ڪرڻ لڙڻ ۽ وڙهڻ، انهيءَ معنيٰ جي روشنيءَ ۾ سورت توبه جي آيت
نمبر ١٧ **ماكان للمشركين ان يعمروا مساجد الله شاهدين علي
انفسهم بالكفر**○ يعني مشرڪن ۽ ڪافرن کي الله جي مسجدن جي
اڏڻ جي ڪابه اجازت ڪانهي ڪوبه حق ڪونهي، اجا انهيءَ کان به
وڌيڪ ان آيت جو هي معنيٰ مطلب به آهي ته انقلابي حڪومت ۾
انقلاب دشمنن کي ڪوبه عهدو نه ڏنو وڃي، اهو معنيٰ مطلب هن طرح
سمجهڻ گهرجي ته اڄ ملٽي نيشنل ڪمپنيون ورلڊ بئنڪ ۽
ڪئپيٽلسٽ حڪومتون سڄي دنيا جي ملڪن، قومن ۽ رياستن مٿان وڏي
دوربيني لڳايو ويٺيون آهن ته انهن ۾ ڪٿي به ڪوبه مساوي معاشي
نظام جو نعرو نه هڻي، ڪوبه سوشلزم جي ڳالهه نه ڪري، ڪوبه
سرمايه داريت جو نظرياتي مخالف ٽولو، گروهه ڪٿي به حڪمران نه
ٿئي، قرآن حڪيم به بعينه ساڳي انداز سان ڳالهه ڪري ٿو ته **وان
المساجدلله فلاتدعوا مع الله احداً** سورت جن آيت ١٨ يعني اوهان جي
انقلاب جا مرڪز (مسجدون) الله جي لاءِ آهن جن جي معنيٰ هيءَ آهي
ته الله جي مخلوق کي اتاهون عدل انصاف ملي ٿو، ان ڪري انهن
مرڪزن تان، خلاف عدل ۽ انصاف دشمن، قانونن هلائڻ وارن، انقلاب

دشمن کي پري رکو، کو بہ عهدو نہ ڏيو، ويجهو اچڻ بہ نہ ڏيون، انهن بابت پڌي چڏيو تہ **يا ايها الذين آمنوا انما المشركون نجس فلا يقربوا المسجد الحرام بعد عامهم هذا وان خفتم عيلة فسوف يغنيكم الله من فضله ان شاء ان الله عليم حكيم**○ يعني اي مؤمنو! بيشڪ مشرڪ (انقلاب دشمن جاگيردار ۽ سرمائيدار) پليت آهن انهن کي مسجد الحرام جيڪو اوهان جو جي. ايڇ. ڪيو آهي ان جي ويجهو اچڻ ئي نہ ڏيو اهو حڪم ان آيت جي نازل ٿيڻ کان وٺي لاڳو سمجهيو وڃي ۽ جيڪڏهن اوهان ڊڄو ٿا تہ (آءِ ايم ايف يا ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن يا انهن جي دلالن سان بائيڪاٽ جي ڪري) سڃا ۽ پينگيا ٿي وينداسون تہ ڪوبہ ڪتڪو نہ ڪيو، الله پنهنجي مهرباني سان انهن کان اوهان کي بيپرواهہ بنائي ڇڏيندو، اهو بہ تڏهن جڏهن اوهان خدا جي رضا ۽ مشيت موافق عمل ڪري ڏيکاريندو، پر جي صرف اقتدار وٺڻ لاءِ سوشلزم جا ڪوڙا نعرا هڻندو تہ پوءِ الله بہ عليم ۽ حڪيم آهي ان کي سڀ خبر پوي ٿي ۽ ڄاڻڻ گهرجي تہ هن آيت واري اعلان تہ مسجد الحرام ۾ هن سال کان پوءِ ڪوبہ مشرڪ داخل نہ ٿئي، امام سنڌيءَ واري معنيٰ تہ مشرڪ معنيٰ انقلاب دشمن، ان ۾ ڪوڙ مسلمان سڏائيندڙ بہ اچي ويندا، پوءِ انهن کي بہ انقلابي مرڪزن ۾ ڪو عهدو ڏيڻو ناهي، ماڪان للمشرڪين ان يعمروا مساجد الله جي معنيٰ تہ مشرڪ مسجدن جي تعمير ۾ بهرو نہ وٺن. مسجدن جي تعمير جي معنيٰ آهي عدل انصاف ۽ برابري وارو نظام ربوبيت هلائڻ وارا عهدا، جن مسجدن ۽ انقلابي مرڪزن ۽ عدالتن مان ظلم وارا فيصلا ڪيا ويندا تہ اهي عدالتون ۽ حڪومتون ويران ٿي ويندي يون، انهن خلاف ظلم جي فيصلن سبب ڪڏهن تہ عوام اٿندو ۽ بغاوت ڪندو، ان ڪري مسجدون اوهان لاءِ انقلاب جي مرڪز طور اوهان جا هيڊ ڪواٽر آهن. ان ڪري انهن جي اڏاوت ۽ تعمير ٿيندي ئي حق وارن فيصلن ڪرڻ سان ۽ اهڙا فيصلا اهي ماڻهو ڪندا جن اوهان جي انقلاب کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ مرڻ تائين جي بيعت ڪئي هجي، **ماڪان للمشرڪين ان يعمروا مساجد الله** (١٧=٩) جي معنيٰ هاڻ چڱي طرح کلي وئي تہ مشرڪ ۽



ڪافر اوهان جا نظرياتي دشمن آهن، هو انقلاب دشمن آهن ان ڪري انهن مان ڪابہ اميد نہ رکو تہ هو اوهان جي مسجدن يعني انقلابي عدالتن جن ۾ **ان الله يا مربا لعدل والاحسان وايتاء ذي القربي وينهي عن الفحشاء والمنكر**○ يعني برابري ۽ هڪ جيترائي جي بنياد تي ماڻهن ۾ (نظام ربوبيت) قائم ڪرڻ واري الله جي آرڊر تي عمل ڪيو ۽ ماڻهن کي احسان طور بہ انهن جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪري ڏيڻ ۽ ويجهڙائي وارن ضرورتمندن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۽ برائي بدڪاري وارين ڳالهين کان ماڻهن کي روڪڻ وارين ڳالهين تي عمل ڪرائيندا، هو تہ چاهيندا تہ توهان جو انقلاب ناڪام وڃي، سو جيڪڏهن اوهان پنهنجي مسجدن ۾ انهن کي ويجهو اچڻ ڏنو يعني انتظامي ۽ عدالتي عهدا ڏنا ۽ نظرياتي واڳون انهن جي حوالي ڪندئو تہ هو اوهان جو نصاب ئي بگاڙي ڇڏيندا، هو اوهان جي انقلابي ڪتاب قرآن مجيد جون معنائون ڦيرائي ڇڏيندا ۽ اڳين نبين جي امتن وانگر اوهان جي مسجدن کي بہ رهبانيت جي مڙهي ٿاهي ڇڏيندا، ايترو جو مسجدن ۾ ماڻهن جي بنيادي سياسي سماجي اقتصادي حقن تي بہ ڳالهائڻ مٿان بندشون وجهي ڇڏيندا، پوءِ جيڪي مسجدون الله جون سڏجن ٿيون اهي ڦري سيٺ قسم جي متولين جون ٿي وينديون ۽ محرابن تي بورڊ لڳي ويندا تہ هتي ڪوبہ شخص سياسي تقرير نہ ڪري ۽ هي بہ تہ ڪوبہ شخص متولي جي اجازت کان سواءِ تقرير نہ ڪري ۽ اسان مسلمانن قرآن جي مٿين حڪم تہ مشرڪن کي مسجدن جي ويجهو اچڻ نہ ڏيو، تي عمل نہ ڪيو پوءِ انقلاب دشمن اسان جي مسجدن تي قبضو ڪري، اتاهون غلط فلسفا ۽ غلط فيصلا عام ڪرائي ڇڏيا، جيڪي اڄ تائين جاري آهن. اڄ مسجدون رهبانيت جو مرڪز بنجي ويون آهن، اتاهون ترڪ دنيا جا واعظ عام سيکاريا پيا وڃن، آخرت جي تياريءَ لاءِ ماڻهن کي دنيا ۾ سونهن سينگار کان روڪي مسجدون اڻ ڪتريل ماڻهن سان ڀري ڇڏيون اٿن، جيڪي مسجدون ڪالهہ دنيا جي حڪمراني جي مرڪز طور ڪم اينديون هيون، انهن ۾ هاڻي ڪوڙين حديثن ذريعي ماڻهن کي ڊيڄاريو ۽ روڪيو پيو وڃي تہ

مسجدن ۾ دنيا جون ڳالهيون نہ ڪيون وڃن، جڏهن تہ حضور ﷺ جن
مسجد ۾ ڪورٽ بہ هلائيندا هئا، ڏوهارين کي سزا بہ مسجد ۾ ڏني
ويندي هئي، غير ملڪين ۽ غير مسلمانن جا وفد بہ ساڻن مسجد نبويءَ
۾ ملندا هئا، يعني مسجدون مڪمل طور آفيس جي طور ڪتب اينديون
هيون، ان ڪري رب پاڪ حڪم ڏنو تہ **يا بني آدم خذوا زينتڪم
عند ڪل مسجد وڪلو واشربوا ولاتسرفوا انہ لايحب المسرفين** (اعراف
آيت ٣١) يعني اي اولاد آدم جڏهن بہ ۽ جنهن بہ مسجد ۾ وڃو تہ
زيب زينت سان وڃو ۽ سونهن سينگار سان وڃو، کائڻ پيئڻ تي بہ
ڪائي بندش ڪانهي انهن سين ڳالهين ۾ صرف هڪڙي ڳالهہ جو خيال
رکڻو آهي تہ انهن تي صرف اجايا خرچ نہ ڪيا وڃن، جو مالڪ سائين
کي اسراف پسند ڪونهي. غور ڪيو وڃي تہ هن آيت ۾ رب پاڪ يا
بني آدمؑ جي لفظن سان خطاب ڪيو آهي تہ مسجدن ۾ وڃڻ مهل زيب
زينت سان وڃو، اهي مرڪز صرف مسلمانن لاءِ هجن ها تہ يا
ايهاالذين آمنوا جي لفظن سان اهو حڪم ڏنو وڃي ها، تہ مسجدن جو
غرض ۽ غايت رفاهہ عام جون آفيسون آهن. هن آيت کان ٻہ آيتون اڳ
حڪم آهن تہ **قل امر ربي بالقسط واقيموا وجوهڪم عندڪل مسجد
وادعوه مخلصين لہ الدين**○ يعني مون کي رب پاڪ حڪم فرمايو
آهي تہ فيصلا انصاف سان ڪيان يعني مسجدن مان جڏهن عدل انصاف
وارا احڪام ۽ فيصلا جاري ٿين تہ توهان پبلڪ جو بہ فرض آهي تہ
**اقيموا وجوهڪم عندڪل مسجد** يعني حڪومتي ادارن جي فيصلن جي
اطاعت ڪيو، **اقيموا وجوهڪم** معنيٰ تابعداري ۽ فرمانبرداري ڪرڻ آهي
سورت بقره جي آيت نمبر ١٤٤ ۾ آهي **قد نريٰ تقلب وجهڪ في
السماء فلنولينڪ قبلة ترضاها فول وجهڪ شطر المسجد الحرام وحيث
ماڪنتم فولوا وجوهڪم شطره**○ يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي
پريشاني کي محسوس ڪيون پيا جيڪو تون آسماني آرڊر، ان لا پاس
ڪرائڻ چاهين ٿو تہ توکي پنهنجي انقلاب ۽ تحريڪ لاءِ انٽرنيشنل
مرڪز ۽ هيڊ ڪواٽر گهرجي، جو تہ يهودين ۽ عيسائين پنهنجي
گرجائن ۽ بيت المقدس کي گروهي ۽ پنهنجي مخصوص فرقن جو محدود



قبلو بنائي ڇڏيو آهي، جڏهن تہ تنهنجو منصب ۽ عهدو يا **ايها الناس
اني رسول الله اليڪم جميعا** يعني ذات انسان طرف تنهنجي رسالت آهي
تہ مرڪز ۽ قبلو بہ ايڏو وسيع ۽ ذات انسانن وارو، تنهنجي پسند ۽
مرضي وارو ڏيون ٿا، پوءِ هميشہ ان جي مرڪزيت کي سامهون رکجانءِ
۽ تنهنجا پوئلڳ جتي بہ هجن انهن لاءِ بہ حڪم آهي تہ مسجد الحرام
جي مرڪزيت کي پنهنجو هيڊ ڪواٽر سمجهن. قبلي جي معنيٰ سياسي
آفيس ۽ هيڊ ڪواٽر آهي، ان جو ثبوت ۽ دليل هي آهي تہ جڏهن
فرعوني گورنمنٽ بني اسرائيل جي سياسي هلچل ۽ پنهنجي آزادي وٺڻ
کان پوءِ قومي حڪومت ٺاهڻ واري تحريڪ تي ڪڙي نگراني ڪئي
پئي ۽ مصر جي ميدانن پارڪن چوڪن تي ميڙاڪا ڪرڻ تي بندشون
وڌيون. ١٤٤ ۽ ڪرفيو لاڳو ڪيا تہ الله سائين موسيٰ عليہ السلام جي
معرفت بني اسرائيلين کي سمجهايو **واوحينا الي موسيٰ واخيہ ان تبوئا
قومڪما بمصر بيوتا واجعلوا بيوتڪم قبلہ واقيموا الصلواة وبشر
المؤمنين** (سورت يونس ٨٧) يعني پنهنجي قوم وارن کي حڪم ڪيو
تہ هو پنهنجي گهرن ۾ پنهنجا لڪاٽا ٺاهين ۽ گهرن کي قبلو بنائين
معنيٰ سياسي جدوجهد جو مرڪز ۽ هيڊ ڪواٽر ٺاهين ۽ (پنهنجي تنظيم
۽ پارٽي جي اصولن جي) تابعداري ڪن ۽ انهن تي قائم رهن، جيڪي
ايئن ڪندا تہ پوءِ اي پيغمبر انهن کي ڪاميابي جي خوشخبري ڏي هن
آيت ۾سياسي هيڊ ڪواٽر ۽ آفيس کي قرآن پاڪ قبلي جي لفظ سان
تعبير ڪيو آهي، مٿي جيڪا آيت انما يعمر مساجد الله من آمن بالله
يعني مسجدون اهي ماڻهو اڏيندا جن جو الله تي ايمان هجي، ايمان هجي
معنيٰ الله جي قانونن کي لاڳو ڪندڙ هجن ۽ ان کان پهرين آيت ۾ آهي
تہ مشرڪن کي اجازت ناهي تہ هو مسجدن جي تعمير ڪن، ان جي
معنيٰ مٿي ٿي چڪي آهي تہ انقلاب دشمن کي عدالتي عهدو، حڪومت
جو سياسي عهدو نہ ڏنو ويندو، اها معنيٰ ڪانهي تہ مسجد جي اڏاوت
۾ سرن سيمينٽ بجري لوهہ لاءِ چندو ڪونہ ورتو ويندو، مون مسجد
جي جيڪا تشريح قرآن پاڪ جي حوالن سان بيان ڪئي آهي، اها تہ
حڪومت کي نهرائڻي آهي اهو ڪم گورنمنٽ جو آهي باقي اڄڪلهہ

مسجدن جو ٺهرائڻ تہ ڪاروبار ٿي پيو آهي، رحيم يار خان جا ڪاري
رنگ جا ميراثي، جيڪي هر قسم جا فعلگير بہ آهن، انهن روڊن جي
ڪنارن، اسٽيشنن، تي مسجدن ٺاهڻ جوابزنس شروع ڪري ڏنو آهي،
جو لارين ۽ ريلن ۾ چندا ٺا وٺن ۽ مسجد ڪي پنڻ جو پيالو بنائي
ڇڏيو اٿن. منهنجي روبرو ڪنهن سرنديءَ واري هڪ مولوي صاحب
کان پڇيو تہ سائين مون وٽ وياج جا پئسا آهن، اهي مسجد ۾ ڏيئي
سگهان ٿو؟ جواب ۾ مولوي صاحب فرمايو هائو ڏيئي ڇڏيو. اسين
مسجد جا ليٽرين ٺهرائيندا سون. پر حقيقت اها آهي تہ اهو جواب مڙوئي
جواب هيو، مولوي صاحب ڪي تہ هر قسم جا پئسا پيا گهرجن. ليٽرين
ٺهيل هوندا تہ بہ ليٽرين جي نالي تي وياج جا پئسا وصول ڪبا، پر
حقيقت هي آهي تہ سچ پچ ۾ جيڪڏهن ليٽرين تي خرچ ڪجن تڏهن
بہ حرام جو پئسو حرام ٿي رهندو. ڇا جيڪڏهن مولوي صاحب ڪي
قبضي ٿي پوي تہ هو حرام جي پئسي مان قبضي جي دوا وٺي سگهندو؟
انهيءَ دليل سان تہ ڪاڪوس ڪيڻ تي اهو پئسو خرچ ٿئي ٿو.

# اعتكاف

اعتكاف جو اصل مادو، ع- ڪ- ف، آهي، جنهن جي معنيٰ آهي
رڪجي وڃڻ، هڪ هنڌ ڄمي وڃڻ، ٻيهي وڃڻ، ڪنهن شئي سان
روڪي ڇڏڻ، جهلي ڇڏڻ، ٽڙيل پکڙيل شين ڪي ترتيب سان سنواري
رکڻ، يا ٽڙيل موتين مٽڪن ڪي ترتيب سان سڳي ڌاڳي ۾ پروئي ڇڏڻ،
عربي ۾ شعر معكوف انهن وارن ڪي چئبو آهي جن ڪي ڦڻيءَ سان
سينڌ، ڪڍي ٺاهيو ۽ جوڙيو ويندو آهي. اسان وٽ هڪ رسم آهي تہ
ماڻهو خاص ڪري رمضان شريف ۾ پوئين ڏهي اندر دنيوي معاملن کان
جدا ٿي ڪنڇي مسجدين ۾ رات ڏينهن رهي پوندا آهن ۽ اتي نفل
نمازون تلاوت تسبيحون پڙهڻ ۾ مصروف رهندا آهن، جنهن ڪي
اعتكاف سڏيو وڃي ٿو، جڏهن تہ اها صورتحال رهبانيت واري آهي،
جنهن رهبانيت ڪي قرآن ماڻهن جي ٺاهيل بدعت سڏيو آهي ۽ الله طرفان
عبادت طور لاڳو ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي، پڙهندڙن جي خدمت ۾
اعتكاف جي اصل معنيٰ مفهوم عرض رکجي ٿي، سورت بقره جي آيت
نمبر ١٢٥ ۾ آهي **واذجعلنا البيت مثابة للناس وامنا واتخذوا من
مقام ابراهيم مصلي وعهد نا اليٰ ابراهيم واسماعيل ان طهرابيتي
للطائفين والعاكفين والركع السجود** ○ يعني جڏهن اسان بيت الله ڪي
ماڻهن جي (مسئلن، معاملن، حاجتن) لاءِ اچڻ وڃڻ جو مرڪز قرار
ڏنوسون ۽ دنيا وارن لاءِ امن ڏيندڙ هيڊ ڪوارٽر ٺاهيوسون تہ ان جي
انچارجن ۽ عهديدارن ڪي حڪم ڏنو تہ **واتخذوامن مقام ابراهيم
مصليٰ** يعني ابراهيم جي مرتبي ۽ منصب جو لحاظ رکي (قانونن جي)
تابعداري ڪجو (اهو منصب ۽ مرتبو اڳين آيت ۾ بيان ٿي چڪو تہ **اني
جاعلك للناس اماما** ○ اي ابراهيم تون ڪنهن گروهہ ۽ قبيلي جو نہ پر
پوري انسان ذات جو اڳواڻ آهين ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل ٻنهي کان

وعدو ورتو هئوسون تہ توهان بيت الله کي پاڪ صاف رکجو طائفين لاءِ، عاڪفين لاءِ، رڪوع ڪندڙن لاءِ، سجدي ڪندڙن لاءِ. بيت الله کي پاڪ صاف رکڻ جي معنيٰ ۾ هي بہ شامل آهي تہ هن مرڪزي جاءِ تي رهندڙ ماڻهو ذهن ۽ دل جي خيالن سوچن ۽ نظرين جي لحاظ صاف سٿرا هجڻ گهرجن، پر افسوس آهي جو ڪافي صدين کان وٺي قرآن حميد جي معنيٰ ڪرڻ ۾ ڏاڍي تنگ نظري ۽ ظاهر بيني کان ڪم ورتو ويجي ٿو، جيئن مقام ابراهيمي جي معنيٰ ڪئي ويجي ٿي تہ ڪعبتہ الله جي پر ۾ جتي ابراهيم عليہ السلام دروازي جي ويجهو مصلو وڇائي نماز پڙهندو هو، اها تمام غلط معنيٰ آهي، مقام جي ان موقعي تي معنيٰ آهي ابراهيم عليہ السلام جو فڪري ۽ نظرياتي رينج وارو منصب، مرتبو، عهدو ۽ سندس اهو پروگرام جنهن کي رب پاڪ **اني جاعلڪ للناس اماما** سان تعبير ڪيو آهي، يعني ابراهيم پوري انسان ذات جي قيادت ۽ امامت وارو اڳواڻ آهي، ان ڪري اي محمد ۽ امت محمديہ توهان بہ پوري انسان ذات جي سڌاري وارو پروگرام ڪٽي هلو. فرقن گروهن ۽ قبيلن جي تضادن ۾ پاڻ کي محدود نہ ڪجو، پاڻ کي ڦاسائي نہ رکجو، پنهنجي سوچ ۽ عمل جو دائرو پوري انسان ذات تائين ڪشادو رکجو، تہ اهڙي نموني طائفين جي معنيٰ عاڪفين جي معنيٰ رڪوع جي معنيٰ سجدي جي معنيٰ بہ هلندڙ دور ۾ جيڪا ڪئي ٿي وڃي تہ طواف معنيٰ ڪعبتہ الله جي عمارت کي چوڦير چڪر ڏيڻ ۽ اعتڪاف معنيٰ مقرر وقت لاءِ نيت ڪري مسجدن ۾ هن لاءِ ويهڻ تہ ڪو ماڻهو اهو وقت نفل نمازون تسبيحون ۽ وظيفا ويهي پڙهي، رڪوع ۽ سجدي جي رڳو اها معنيٰ ڪانهي، جيڪو رڪوع سجدو نماز ۾ ڪيو وڃي ٿو، اهي معنائون اڌ پوريون آهن، ناقص آهن اهي معنائون اسلام جهڙي انٽرنيشنل ۽ بين الاقوامي ۽ بين الانساني ۽ ڪائناتي پروگرام واري دين کي محدود ڪرڻ ۽ تنگ ڪرڻ ۽ رهبانيت وارو مذهب بنائڻ واريون معنائون آهن حضور ﷺ جي قرآني انقلاب جي شان وٽان انهن لفظن جون معنائون هن طرح آهن طائفين، طواف ڪندڙ معنيٰ انقلابي رياست جا اهي پاهريان نگران انسپيڪشن ٽيمن جا ميمبر جن جون ڊيوٽيون آهن تہ اسٽيٽ



جي وزارت خارجہ جا عهديدار، ويجهن ۽ پري وارن علائقن ۾ وڃو، بلڪ سڄي دنيا ۾ گهمو ۽ چڪاس ڪيو تہ رياست جا انتظامي عملدار خلق خدا جي پوري ۽ صحيح خدمت ڪن ٿا، يا آرام ۽ عياشين ۾ ستل آهن، ماڻهن تائين راشن پاڻي علاج تعليم ۽ رهائشي اجهي جو، انهن جي بنيادي حقن جو، انتظام صحيح آهي يا ڪاٽي عملدار ۽ سياسي ورڪر ناني ويڙهي سان بيت المال جون رقمون پاڻ ڦٻائي ٿا وڃن، جن لاءِ قرآن پاڪ سورت ماعون ۾ فرمايو آهي تہ فويل للمصلين الذين هم في صلواتهم ساهون الذين هم يرائون ويمنعون الماعون يعني ويل آهي، هلاڪت آهي اهڙن اهڙن آفيسرن، لاءِ انتظامي عهديدارن لاءِ جيڪي پنهنجي ڊيوٽين ڏيڻ ۾ سستي ڪن ٿا ۽ جيڪڏهن ڪن ٿا تہ اهو بہ ان مهل جڏهن ڪو مٿان هيڊ ڪواٽر کان مٿيون عهديدار وڃين ٿو، ان مهل ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ رستن تي ٻهارا ڏيئي چونو هاري ڪئمرائن ۽ مووين جي سامهون غريبن کي قطار ۾ بيهاري ڪجهہ گيہ جا ڏٻا اٽي جون ٻوريون، سلائي جون مشينون يا سائيڪلون ڏين ٿا ۽ صرف الذين هم يراؤن معنيٰ عوام کي دوکو ڏيڻ لاءِ ڏيکارو ٿا ڏين، پر حقيقت ۾ يمنعون الماعون پر سرڪاري گودام پريا پيا هوندا تڏهن بہ هو ماڻهن ۾ صحيح سپلائي نہ ڪندا، تہ جيڪي آفيسر سرڪار پاران سڄي ملڪ مٿان ماڻهن جي معاملن تي نگران طور مقرر ڪيل هوندا، انقلاب جي حفاظت لاءِ سياسي ڪارڪن مقرر ٿيل هوندا، جن جي مستقل ذميداري هل هلان، وٺ پڄان، اڄ هت تہ سڀاڻي هتي، اهي ماڻهو طائف آهن، اهي جتي جتي بہ ڦيريون ڪائيندا، چڻ انقلاب جي هيڊ ڪواٽر ڪعبتہ الله واري فڪر ۽ نظريي جي حفاظت لاءِ جڳ جهان ۾ طواف ڪندا رهن ٿا، انقلابي فڪر ۽ عمل جي آبياري لاءِ، نگراني لاءِ، هو جتي بہ ويندا چڻ مسجد الحرام ۽ ڪعبتہ الله جي مرڪز جا نمائندا هوندا، سفير هوندا، ايمبيسـ[illegible]ر رهوندا، هزايڪسيلي لينسي هوندا، اهڙن والنٽيئرن خدائي خدمتگارن، انقلاب جي چوبدارن کي گهٽ ۾ گهٽ سال ۾ هڪ ڀيرو جنهن کي حج چئجي ٿو، انهي سياسي ڪانفرنس ۾ مرڪز ۾ اچي رپورٽون ڏيٺيون آهن، عرفات مني مزدلفي جي عوامي ڪچهرين ڪليل

ڪچهري ۾ حاڪم اعليٰ اڳيان صورتحال پيش ڪرڻي آهي ته ابراهيم عليه السلام ۽ اسماعيل عليه السلام کي اسان حڪم ڪيوسون ته **ان طهرابيتي للطائفين والعاڪفين والرڪع السجود** يعني ڪعبته الله جي ماحول کي پاڪ صاف رکو اتي انقلاب جا چوبدار نگران محافظ ايندا ويندا رهندا، هتي لفظ طائف جي مٿين معنيٰ کي وڌيڪ چٽي ڪرڻ لاءِ تائيد ۾ هڪ ٻيو مثال به عرض ڪيان ٿو ته جڏهن ڪنهن وڏي علائقي ۾ ڪا مصيبت چانجي وڃي هزارين ماڻهو مري وڃن، گهر ڊهي وڃن، مينهن وسي پون، ٻوڏ اچي وڃي، ته ان کي عربي ٻولي ۾ طوفان چئبو آهي جيئن سورت عنڪبوت جي آيت ۱۴ ۾ حضرت نوح عليه السلام جي قصي ۾ آهي **فاخذ هم الطوفان وهم ظالمون** ته طائف ۽ طواف جي معنيٰ کي صرف ڪعبي کي ڦيريون ڪائيندڙ هڪ جريب يا ايڪڙ جيتري ايراضي ۾ چڪر ڪاٽيندڙ ماڻهو کي طائف چئجي ۽ سڄي دنيا ۾ ڪعبته الله جي مرڪزيت جي نمائندي طور چڪرن ڪاٽڻ وارن کي ان معنيٰ ۾ شامل نه ڪجي ته اها زيادتي چئبي، بلڪ رهبانيت چئبي (هتي طواف جي معنيٰ کي ختم ڪجي ٿو) عاڪفين يعني اعتڪاف ڪرڻ جي معنيٰ کي سمجهڻ لاءِ مقابلي ۾ طواف ۽ طائفين جي مٿئين مفهوم کي ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته عاڪفين جي معنيٰ اهي ماڻهو جيڪي هيڊ ڪواٽر ۾ مرڪز ۾ رهي پوري رياست جو ڪنٽرول سنڀالين ۽ طائفين جي رپورٽن جي روشني ۾ اسٽيٽ جي انتظام کي مضبوط بنائين، اهي جي ايڇ ڪيو جا ماڻهو انقلاب جا نگران مرڪز ۾ ويهي سموري رعيت جي معاملن جي حفاظت ڪرڻ وارا، اها معنيٰ آهي عاڪفين ۽ اعتڪاف ۾ ويهڻ وارن جي. سورت بقره جي آيت نمبر ۱۸۷ ۾ جيڪو حڪم آهي ته **ولاتبا شروهن وانتم عاڪفون في المساجد** يعني جڏهن اوهان مسجدن ۾ اعتڪاف جي طور رهيل هجو ته پنهنجي گهر وارين سان هم بستر نه ٿيو، هن آيت جي حڪم کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته مسجد جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ماڻهو ڀهريائين درست ڪري ۽ سمجهي، اڄڪلهه جيڪا مسجد جي معنيٰ صرف نمازن پڙهڻ تائين مسجد جو مصرف ۽ ڪانسيپٽ محدود ڄاڻڻ آهي، اهو غلط آهي، مسجد جي معنيٰ



جيڪا مٿي عرض ڪئي وئي آهي ته انقلاب جو مرڪز، رياست طرفان عوامي ۽ رعيتي مسئلن سنڀالڻ وارو هيڊ ڪواٽر، ته انهيءَ معنيٰ جي روشنيءَ ۾ جڏهن رياستي مسئلن جي لحاظ سان ڪا به ايمرجنسي لاڳو ڪرڻي پئجي وڃي، مثال طور ڪٿي به ڪنهن ملڪ سان به جنگ لڳي وڃي ته ان سان واسطيدار ڪاتن ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪئي ويندي آهي، يا عام حالتن ۾ حڪومت هر جون مهيني ۾ بجيٽ پيش ڪندي آهي ته فنانس ڊپارٽمينٽ وارن تي اندازاً هڪ هڪ مهينو اڳ ۾ ايمرجنسي لاڳو ٿي ويندي آهي ۽ هو رات ڏينهن آفيس ۾ رهي سرڪاري ڪم ڪندا آهن ته اهڙن موقعن تي اهو حڪم لاڳو ڪيو ويو ته آفيس ۾ گهر وارين جي ويجهو نه وڃو انهي سان ڊيوٽي ڪرڻ ۾ خلل پوندو، ايمرجنسي جو مقصد فوت ٿي ويندو، جنگ جي صورتحال ۾ ڪنٽرول روم ۾ ڪنهن به اهڙي غفلت واري عمل جي اجازت ناهي، هنگامي حالتن جو احساس رکڻو آهي، ڪڏهن ايمرجنسيون ڪنهن وڏي ٻوڏ، طوفان، زلزلن سبب به سرڪاري ملازمن مٿان لاڳو ڪيون وينديون آهن، ته اهڙين حالتن ۾ مٿي ڄاڻايل سورت بقره وارو حڪم ڏنو ويو آهي. مٿي آيت جي آخر ۾ جيڪو حڪم ڏنو ويو آهي ته منهنجي گهر کي طائفين عاڪفين ۽ رڪوع سجدي ڪندڙن لاءِ پاڪ رکو ته رڪوع ڪندڙن ۽ سجدي ڪندڙن جي معنيٰ آهي، الله جي فرمان بردار ٻانهن ۽ قرآن جي حڪمن کي بجا آڻيندڙن تابعدارن لاءِ بيت الله کي صاف رکو ۽ طهارت جي معنيٰ به مٿي عرض ڪري آيس ته فڪري ۽ نظرياتي طور ماحول کي صاف رکڻ، جن ماڻهن کي ڪن رهبانيت ۽ مراقبن ڪندڙ خانقاهي نمائندن ذهن ۾ هي ويهاري ڇڏيو آهي ته دين جدا شيءِ آهي، سياست جدا شيءِ آهي اهي ماڻهو هنن معنائن ۽ تشريحن کي مشڪل سان مڃيندا، الله سائين ڪان دعا آهي ته هو سڀن انسانن کي حق سچ سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي.

# صبر

لفظ صبر جي عرف عام ۾ جيڪا معنيٰ مشهور ڪيل آهي ته پنهنجي ڳهربل شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪابه ڪوشش نه ڪري، چپ ڪري ويهي رهي، هٿ تي هٿ رکي ويهي ڪجهه به نه ڪري وغيره اها سراسر غلط معنيٰ آهي. اهڙي معنيٰ ڪرڻ سان ماڻهن کي، معاشري کي، قومن کي، بي حس، معذور، ۽ محتاج بنائڻ جي سازش محسوس ٿئي ٿي. ماڻهو اهڙي معنيٰ سان بي عمل بڻجي پنهنجي آزادي وڃائي ويهندا. غلام بڻجي ويندا. عزت ۽ وقار وڃائي ويهندا، ماني ٽڪي جي پور جا به محتاج ٿي ويندا. قرآن حڪيم جيڪو انسانن کي عزت ۽ آزادي ڏيارڻ وارو ڪائناتي منشور آهي، ان جي اڪسير قسم جي اصطلاحن ۽ رهنمائي وارن الفاظن کي انقلاب دشمن توڙي مروڙي معنائون ۽ مفهوم بدلائي ۽ ڦيرائي ڇڏيا آهن. اسان هت خود قرآن حڪيم جي ڏس مطابق ته هو پنهنجي تفسير پاڻ تصريف آيات ذريعي اوهان کي سمجهائي ٿو، جنهن ڪري اوهان ٻين جي محتاجي کان بچي وڃو. سورت بقره جي آيت نمبر ۲۵۰ ۾ فرمان آهي ته **ولما برزوا لجالوت وجنوده قالوا ربنا افرغ علينا صبرا وثبت اقدامنا وانصرنا علي القوم الكافرين○** هتي هي قصو ٻڌايو ٿو وڃي ته حضرت دائود عليہ السلام جنهن وقت جالوت ۽ ان جي لشڪر سامهون ٿيو ته دعا گهريائين ته اي اسان جا پالڻهار اسان تي صبر جي پالوٽ ڪر ۽ ثابت قدم رک اسان کي ۽ مدد ڏي اسان کي ڪافرن جي قوم مٿان هن آيت ۾ افرغ علينا صبراً جي جملي پٺيان جيڪو جملو وثبت اقد امنا جو آيو آهي، اهو لفظ صبر جو تعبير ۽ تفسير آهي، انهيءَ مان ثابت ٿيو ته صبر جي معنيٰ آهي ثابت قدم ٿي مسئلن کي منهن ڏيڻ. ڄمي بيهي مقابلو ڪرڻ، وري ٻئي هنڌ سورت آل عمران جي آيت نمبر ۱۴۵ ۾ آهي **فما**



**وهنوالما اصابهم في سبيل الله وما ضعفوا وما استكانوا والله يحب الصابرين○** يعني الله جي راهه ۾ لڙائي ڪندڙ پيغمبر ۽ انهن جا لشڪر جڏهن وڙهيا پئي ته اهي ويڙهه ۾ ڪڏهن به سست نه ٿيا ڪمزور نه ٿيا، ڊرا نه ٿيا ۽ الله به صبر ڪرڻ وارن سان محبت ڪندو آهي، ته هن آيت ۾ جن ويڙهاڪن جي تعريف ۾ رب پاڪ فرمايو ته نه سستي ڪندڙ آهن، نه ڪمزور آهن، نه ئي ڊرڻا آهن. يعني چست طاقتور ۽ تيزي ڏيکاريندڙ آهن، ته آئون الله اهڙن صابرن سان محبت ڪيان ٿو ته هاڻي قرآن حڪيم چئي ته صبر ڪندڙ جي هيءَ معنيٰ ڪئي ته جيڪي چستي ڏيکارين، ڪمزور ۽ سست نه بڻجن ۽ تيزيءَ سان وڙهن. اڃا اڳتي سورت انفال جي آيت نمبر ٦٥ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو ته **يا ايها النبي حرض المؤمنين علي القتال ان يكن منكم عشرون صابرون يغلبوا مائتين وان يكن منكم ماة يغلبوا الفامن الذين كفروا بانهم قوم لايفقهون○** يعني اي نبي پنهنجي انقلابي ساٿين کي ڀڙڪاءِ لڙائيءَ لاءِ، جيڪڏهن اوهان مان ويهه ڄڻا صابر قسم جا ويڙهاڪ هوندا ته اهي ٻن سئو ماڻهن مٿان غالب اچي ويندا ۽ جيڪڏهن اوهان سئو هوندا ته هڪ هزار ماڻهن مٿان غالب اچي ويندا ان ڪري جو مخالف بي سمجهه آهن. هن آيت ۾ غور فرمايو ته رب پاڪ اوهان جي وڙهندڙ سپاهي لاءِ شرط وجهي ٿو ته جيڪڏهن هو صبر سان وڙهندڙ هوندا ته هڪڙو ڄڻو ڏهن ڄڻن مٿان غالب اچي ويندو ته هاڻ ڳالهه کلي ويئي ۽ ثابت ٿي ويئي ته صبر معنيٰ استقامت ۽ مضبوطي سان مقابلو ڪرڻ آهي، جڏهن ته اڄ جا درگاهي ۽ خانقاهي پير مولوي صبر جي معنيٰ ڪن ٿا هٿيار ڦٽا ڪري ويچارا ٿي، مسڪين ٿي ڪنڊ وسائي ويهي رهڻ، اها معنيٰ جن ماڻهن به ڪئي آهي جنهن دور ۾ به ڪئي آهي، اها قرآن حڪيم جي انقلابي تعليم کي ڦيرائڻ ۽ مسخ ڪرڻ ۽ معنوي تحريف ڪرڻ جي نيت سان ڪئي آهي، رب پاڪ اسان کي توفيق ڏيئي ته اسان پنهنجو علمي ورثو بچائي سگهون ۽ گهر ۾ رهندڙ چورن کي سڃاڻي ۽ پڌرو ڪري سگهون.

# دعا

لفظ دعا جي معنيٰ سڏڻ ۽ پڪارڻ آهي، ابن فارس جو چوڻ آهي ته
دعا جي بنيادي معنيٰ آهي ته ڪنهن کي پنهنجي آواز يا گفتگو سان پاڻ
ڏي متوجهه ڪرڻ، ڌيان ڇڪائڻ. سورت ڪهف جي آيت نمبر ۵۲ ۾
ندا ۽ دعا کي مترادف ۽ هم معنيٰ ڪري آندو ويو آهي. ماڻهن دعا جي
لفظ ۽ اصطلاح کي ڏاڍو غلط معنيٰ ۾ بيجا حد تائين مشهور ڪيو آهي
يعني ان جي معنيٰ ۽ مفهوم ماڻهن ۾ هي عام ڪيو ويو آهي ته دعا سان
الله عزوجل کان پنهنجي مطلب ۽ مقصد جا فيصلا وٺي سگهجن ٿا. پوءِ
انهيءَ معنيٰ لاءِ هي عقيدا به گهڙيا اٿن ته جيڪڏهن عام ماڻهن جي
دعائن سان ڪم نه ٿو ٿئي ته الله جا ڪي خاص ٻانها ڳولجن. اهڙا جو
الله انهن جي دعا کي رد نه ڪري سگهي. اهڙن عقيدن سماج ۾ دعائن
جا دڪان کولي ڇڏيا آهن. اهو ڌنڌو ۽ ڪاروبار نه رڳو جيئرن ماڻهن
کان دعا گهرائڻ جو هلي پيو، پر مري ويلن، انهن جي آستانن، آشرمن
۽ قبرن تي به پنڌ ڪري، سفر ڪري ماڻهو وڃيو دعائن گهرڻ يا اتي
ويٺل مجاورن ۽ سجاده نشينن کان دعائون گهرائڻ سان پنهنجا معاملا ۽
مسئلا پيش ڪرائيندا رهن ٿا. سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ۷۷ ۾
آهي ته **سنة من قد ارسلنا قبلك من رسلنا ولاتجد لسنتنا تحويلا**○
اسان اڳي گذري ويل رسولن کان وٺي قانون لاڳو ڪري ڇڏيو آهي ۽
اسان جي قانون ۾ ڪابه متاستا ۽ تبديلي نه لهي سگهندي. پر جي
ماڻهن انهي عقيدي مطابق ته دعائن سان الله جا فيصلا بدلجي سگهن ٿا
ته پوءِ الله عزوجل جي حيثيت ۽ ان جي قانون ۽ اصولن جي اهميت ڇا
رهندي؟ ڇا اڄ جي راشي ڪامورن ۽ سفارش ڪلچر سان جيڪي
حاڪمن جا فيصلا بدلجي وڃن ٿا ۽ ميرٽ ۽ استحقاق جو ٻيڙو ٻڏو پيو
آهي، اهڙي ڪرپٽ نظام ۽ الله جي نظام ۾ پوءِ ڪهڙو فرق ڇڏبو؟ يا



قرآن حڪيم جي مٿين آيت کي ڪاڏي ڪبو. انهيءَ لاءِ سمجهڻ گهرجي
ته قرآن حڪيم سمجهايو آهي ته له دعوة الحق يعني انسان کي اها دعا
ڪم ڏيندي، فائدو ڏيندي، بهتر رزلٽ ڏيندي، جيڪا حق جي موافق
هوندي، اصول مطابق هوندي، له دعوة الحق معنيٰ قانون جي روشنيءَ هيٺ
هوندي، اها آيت سورة رعد جي ۱۴ نمبر آهي جنهن ۾ اڳتي فرمان آهي
ته **والذين يدعون من دونه لايستجيبون لهم بشي** يعني جيڪي ماڻهو
الله کان سواءِ پنهنجون دعائون پڪارون ٻين سان ڳنڍين ٿا ٻين کان
گهرن ٿا يعني خدائي قانون جي خلاف ورزي ڪن ٿا، ان جي جاءِ تي
پنهنجي خام خيالن تي هلن ٿا ته اهي غلطيءَ تي آهن، اهي انهن جون
وهم پرستيون انهن جو مقصد پورو نه ڪري سگهنديون. ان ڪري اها
حقيقت قرآن حڪيم مثال ڏيئي سمجهائي ته اهڙي خلاف قانون دعا
ايئن آهي جيئن ڪو شخص پاڻيءَ جي کوهه ڏي هٿ کولي تمنا ڪري،
گهر ڪري، خواهش ڪري، بلڪه دعا ڪري ته اهو پاڻي اچي منهنجي
هٿ ۾ پوي ته آئون پيان ۽ اهو پاڻي کوهه مان چشمي مان نڪري اچي
منهنجي وات ۾ پوي، قرآن فرمائي ٿو ته وماهو ببالغ اهو پاڻي ايئن هن
جي وات ۾ ڪونه پهچندو، وري اهڙي عمل لاءِ قرآن فرمايو ته
**وماداعاء الكافرين الافي ضلال**○ يعني ڪافرن جي دعا گمراهيءَ کان
سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي، يعني قانون جي خلاف جيڪا دعا هوندي اها
ڪافرانه قسم جي دعا هوندي، چاڻڻ گهرجي ته کوهه مان پاڻي حاصل
ڪرڻ يا ڪنهن چشمي مان پاڻي حاصل ڪرڻ جو به هڪ قانون آهي
جنهن مطابق رسو هجي ڏول هجي يا موقعي مناسب ڪا ٻي شئي هجي،
هن سمجهاڻيءَ مان هي به ثابت ٿيو ته دعا قانون سان ڳنڍيل ۽ لازم
ملزوم شيءِ آهي، ڪابه غير قانوني دعا قرآن جي له دعوة الحق جي
اصول جي خلاف قرار ڏني ويندي، ماڻهن دعا جي مفهوم ۽ معنيٰ مطلب
کي درخواست ۽ سفارش تصور ڪري ڇڏيو آهي، مناسب ٿيندو ته اها
ڳالهه به قرآن حڪيم کان پڇجي ته اهو دعا جي ڪهڙي معنيٰ ٿو
ڪري، سورت مؤمن جي آيت نمبر ۶۰ ۾ آهي **وقال ربكم ادعوني
استجب لكم ان الذين يستكبرون عن عبادتي سيد خلون جهنم**

**داخرين○** يعني اوهان جي پالڻهار جو فرمان آهي ته مون کي سڏيو ته
آئون اوهان جو سڏ ورنايان، (آيت جي هن حصي ۾ سمجهايو ويو ته
رب کان دعا گهرو اهو اوهان جي دعا جو جواب ڏيندو يعني قبول
ڪندو پوءِ ٻئي حصي ۾ فرمان آهي ته ) تحقيق اهي ماڻهو جيڪي تڪبر
ڪن ٿا وڏائي ڪن ٿا مون الله جي عبادت ڪرڻ کان، اهي جلد داخل
ٿيندا جهنم ۾ خوار خراب ٿي. سمجهڻ گهرجي ته هن آيت جو ٻيو
حصو پهرئين حصي جو تفسير آهي، جنهن ذريعي ثابت ٿي ويو ته قرآن
جي نظر ۾ دعا جي معنيٰ عبادت آهي ۽ عبادت جي معنيٰ آهي الله جي
حڪمن جي فرمانبرداري ڪرڻ، اطاعت ڪرڻ ۽ ان جي قانونن تي عمل
ڪرڻ، جنهن جو وڌيڪ تفصيل منهنجي ڪتاب آيات بينات جي مضمون
قرآن واري عبادت ۾ پڙهندا، عام ماڻهو دعا جي معنيٰ هڪ قسم جو بي
عملي وارو ٽوٽڪو ۽ ڦيٽو سمجهندا آهن، ۽ ايئن تصور ڪندا آهن ته
هڪ طرف دعا قبول ٿي ته ٻئي طرف ڪم نه پهه، قران حڪيم جي
نظر ۾ اها ڳالهه ايئن ناهي، سورت يونس جي آيت نمبر ٨٩ ۾ آهي
**قال قداجيبت دعوتكما فاستقيما ولاتتبعان سبيل الذين
لايعلمون○** الله جي ٻن پيغمبرن، فرعون ۽ ان جي لشڪر ۽ انهن جي
ٽونگر هجڻ کي، ماڻهن جي ايمان آڻڻ لاءِ رڪاوٽ قرار ڏيئي دعا
گهري ته فرعون پنهنجي لاؤ لشڪر سميت هلاڪ ٿيندو ته پوءِ ماڻهو
ايمان آڻيندا، هونئن ڪونه ايمان آڻيندا، ته رب پاڪ ٻنهي نبين کي
جواب ڏنو ته **قد اجيبت دعوتكما فاستقيما** يعني اوهان جي دعا،
درخواست معقول آهي، قانوني آهي، اسان اها قبول ڪيون ٿا، پر شرط
آهي ته هاڻي همت ڪجو، مڙس ٿي منهن ڏجو، پوري قوم کي درياءَ
پار ڪرائڻ ڪا سولي ڳالهه ڪانهي فاستقيما انهي لاءِ وڏي استقامت کان
ڪم وٺجو، چو ته اوهان جي قوم غلامي هيٺ رهڻ ڪري ٻاڙي ۽ لغور
ٿي ويئي آهي، سوبه جڏهن فرعون ۽ ان جي لشڪر کي ڏسندا ته صفا
گيدي ٿي پوندا ته اهڙن ماڻهن کي درياءَ ٽپائڻ لاءِ اوهان کي وڏي
استقامت ڏيکارڻي پوندي ۽ ٿيو به ايئن جو بني اسرائيلن فرعون ۽ ان
جي لشڪر کي ڏسي دانهون ڪيون ته انالمغرقون يعني اسان کي ته اهي



لشڪري ٻوڙي ڇڏيندا پر اتي موسيٰ جي هڪلن ۽ نعرن ڪم ڏنو ته
ڪلا ان معي ربي سيهدين يعني اي بني اسرائيليو! متان ٻاڙايا ٿيا آهيو،
مون سان منهنجو پالڻهار گڏ آهي، اسان ڪونه ٻوڙيا ويندا سون، اڄ
فرعون ۽ ان جي لشڪر کي ٻوڙڻ جو وارو آهي، همت ڪيو، درياءَ ۾
ڪاهي پؤ رستا ۽ لڪ ڳولي گهيڙن ۾ گهڙي پؤ، غور فرمايو ته رب
پاڪ پنهنجي پيغمبرن جي دعا قبول ڪرڻ کان پوءِ به انهن کي حڪم
ڏئي ٿو ته فاستقيما يعني هاڻي استقامت ۽ مضبوطي ڏيکارجو، جڏهن ته
عام ماڻهو دعا بابت بي عملي وارو تصور رکن ٿا ۽ دعا کي هڪ
سفارشي چٺي وانگر سمجهن ٿا جنهن جو مطلب ته سفارش ٿي دعا
لڳي، هاڻ ٻانهن مٿي هيٺان ڏيئي وڃي سمهي پئجي، ڪم پاڻيهي پيا
ٿيندا، ته هاڻ سمجهڻ گهرجي ته دعا گهرڻ جو مطلب آهي ته گهربل
مقصد ۽ ڪم ڪرڻ لاءِ الله جي قانون تي عمل ڪرڻ گهرجي، جڏهن
اسان ڪم لاءِ خاص جوڙيل قانون تي عمل ڪنداسين ته ان جو رزلٽ ۽
نتيجو اسان جي سامهون ظاهر ٿي پوندو، اها معنيٰ آهي هن آيت جي
**واذا سالك عبادي عني فاني قريب اجيب دعوة الداع اذا دعان
فليستجيبوالي وليؤ منوابي لعلهم يرشدون** يعني اي پيغمبر جڏهن
سوال ڪن منهنجا ٻانها توکان مون بابت ته تو انهن کي ٻڌاءِ ته آئون
انهن کي ويجهو آهيان سڏ ورنايان ٿو جڏهن هو مون کي سڏين ٿا، پوءِ
ضرور مون کان جواب طلب ڪن ۽ مون تي ايمان آڻين جنهن سان هو
هدايت وارا ٿين، اتي حقيقت اها آهي ته ٻانهي جا جيڪي به مطالبا دعا
جي شڪل ۾ رب کان گهرڻا آهن، انهن سڀن جي حاصلات لاءِ رب
سائين قانون جوڙي ڇڏيا آهن. هاڻ ٻانهون جيترو انهن قانونن تي عمل
ڪندو اوترو ان جو رزلٽ ۽ نتيجو ان جي سامهون ظاهر ٿيندو، اهو
نتيجو ملڻ ترجمو آهي اجيب دعوة الداع اذا دعان جو يعني قانون تي
عمل ڪندؤ ته رب پاڪ توهان کي گهربل شيءِ عمل ڪرڻ جي
صورت ۾ ضرور عطا ڪندو، اهو آهي رب جو جواب، دعا جي قبوليت
وارو، يعني قانون کي باءِ پاس ڪرڻ سان دعا قبول ڪانه ٿيندي. ان
حقيقت کي هن مثال ذريعي سمجهڻ وڌيڪ سولو ٿيندو. اهو هي ته

هڪ ماڻهو زمين جي هڪ ايڪڙ ۾ ريج ڪري هر ڪاهي ٻج ڇٽي ٿو پوءِ ان ۾ گهربل وقت تي پاڻي ڏيندو رهي ٿو سنڀال ڪندو رهي ٿو جهار ٽڙيندو رهي ٿو مقرر وقت تي لابارو ڪري، ول ڪٽي، ڏيرو ڪري، ڳاهه ڳاهي، ان ۽ ٻهه جدا صاف ڪري ٿو ته ان ماڻهوءَ کي اناج جي حاصلات قانون ۽ پراسيس پوري ڪرڻ سان صحيح ملي ويئي، انهيءَ کي ڇئجي پاڻهي جي دعا ۽ رب جي طرفان ان جي قبوليت ۽ جيڪڏهن ان جي پيٽ ۾ اڄ جي رواج واري دعا مطابق هڪ سئو ايڪڙ جي وچ ۾ چاپرو اڏي ويجها ۽ پري وارا پير ملا مولوي صوفي صالح درويش گڏ ڪري، سئو ايڪڙ زمين ۾ اناج پيدا ڪرڻ لاءِ مٿئين چاڙايل قانون بدران هر ٻج ڇٽڻ پاڻي ڏيڻ بدران، درويشن ڪان دعائون گهرائجن. ياسين سڳوري جا ختم ڪيرائجن، مختلف قرآني آيتن ۽ درود صلواتن جا لک لک پڙهائجن ۽ اهو ورد ڪٽڪ جي پوري سيزن هر روز پيو ڪرائجي تڏهن ٻه سئو ايڪڙ ۾ هڪ تيلو ٻه ڪونه ڦٽندو، ان جو هڪ داڻو ٻه ڪونه ملندو ۽ مٿي چاڙايل هڪ ايڪڙ ۾ پوک جا سڀ شرط پورا ڪندڙ هاري آبادگار ڪٽي ڪافر ڇو نه هجي ۽ سڄي فصل جي عرصي ۾ الله جو نالو ٻه نه وٺي ته ٻه ان جو هڪ ايڪڙ ضرور فصل ڏيندو ڇو ته ان الله جي مقرر ڪيل قانون تي عمل ڪيو آهي ۽ سئو ايڪڙ تي ويٺل پيرن فقيرن جي شوڪارن جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيندو جو ان زمين مان قانون ڪان سواءِ اناج جي گهر ڪئي وئي آهي، سو دعا جي معنيٰ آهي الله جي حڪمن جي اطاعت ۽ قانون تي عمل ڪرڻ.

# شکر

لفظ شڪر جي معنيٰ ڪنهن شئي جو پرجي وڃڻ، ظاهر ٿيڻ ۽ ڪولي رکڻ آهي. ابن فارس شڪر جي معنيٰ هن مثال سان سمجهائي آهي ته شڪرت الناقة يعني ڏاچي جا ٿڻ کير ڪان پريل هجڻ ۽ محيط واري شڪر جي معنيٰ سمجهائڻ لاءِ مثال ڏنا آهن. اشتڪرت السماء يعني تمام زوردار بارش پئي، اشتڪر الحر والبرد يعني گرمي ۽ ٿڌ ٻه زور واري پئي. تاج العروس واري هي معنيٰ ڪئي آهي ته ماڻهوءَ جي طرفان فرمانبرداري ۽ فرضن جي ادائگي ۽ احسانمندي جي جذبن جو اظهار، اهو شڪر آهي ۽ الله جي طرف جڏهن شڪر جي نسبت ڪبي ته معنيٰ ٿيندي پورو پورو بدلو ڏيڻ ۽ ٿوري عمل جو وڏيڪ اجر ڏيڻ، عربي ادب جو هڪ محاورو آهي ته تعرف الاشياء باضد ادها يعني شين جي سڃاڻپ جو هڪڙو طريقو هي آهي ته ان جي ضد ۽ مخالف شئي کي سمجهڻ ڪان پوءِ ان جي معنيٰ مقرر ڪرڻ سولي ٿيندي ۽ سڃاپي سگهندي. انهيءَ اصول مطابق سورت بقره جي آيت نمبر ١٥٢ مطابق ته **فاذڪروني اذڪرڪم واشڪرولي ولاتڪفرون**○ هن آيت ۾ شڪر جو لفظ ڪفر جي مقابلي ۾ آندو ويو آهي ڪفر جي هڪڙي معنيٰ لڪائڻ ۽ بند رکڻ ٻه آهي ته هاڻ ان جي مقابل لفظ شڪر جي معنيٰ ٿيندي ڪولي رکڻ يعني الله جي ڏنل نعمتن کي لڪائي رکڻ بند رکڻ بدران، ظاهر ڪري ڪولي رکڻ، خلق خدا جي فائدي لاءِ عام بنائڻ، معنيٰ ٿيندي ۽ سورت لقمان جي آيت نمبر ١٢ ۾ آهي ته **ومن يشڪر فانما يشڪر لنفسه ومن ڪفر فان الله غني حميد** يعني جو شخص الله جي نعمتن کي ڪولي رکندو ته ان سان ان جي پنهنجي نشونما ٿيندي، ترقي ٿيندي، واڌارو ٿيندو ۽ جيڪو شخص ڪفر ڪندو ته سمجهي ڇڏيو ته رب پاڪ بي پرواهه آهي؛ ته هتي ٻه ڪفر جي مقابلي ۾ شڪر جو لفظ آندو

ويو آهي جنهن جي تقابلي معنيٰ وڏيڪ صحيح چئبي جيڪا مٿي بيان ڪئي وئي آهي. اچا وڌيڪ مثال تہ سورت نحل جي آيت نمبر ١١٢ ۾ هڪڙي ملڪ جي ماڻهن جو رب پاڪ مثال ڏيندي فرمايو آهي تہ انهن کي رزق جي تمام فراواني ۽ ڪشادگي هئي **ياتيها رزقها رغدامن كل مكان فكفرت بانعم الله** پوءِ انهن ماڻهن الله جي نعمتن جو ڪفر ڪيو يعني انهن ذخيره اندوزي ڪئي، حقدارن ۽ ضرورتمندن لاءِ مال ڪولي رکڻ بدران لڪائي ڇڏيو، پوءِ رب سائين ۽ انهن کي سزاطور اڃ ۽ بک بڇي ڇڏي ۽ اڳتي آيت ١١٤ ۾ انهن کي ان مصيبت کان ڇوٽڪاري جو نسخو ۽ ڏس هي ڏنو تہ **واشكروا نعمة الله ان كنتم اياه تعبدون**○ يعني جيڪڏهن اوهان الله جي عبادت ۽ فرمانبرداري ڪرڻ وارا آهيو تہ پوءِ الله جي نعمتن جو شڪر ڪيو، معنيٰ اهي عام ماڻهن لاءِ ڪولي رکو ڪنجوسي نہ ڪيو ذخيره اندوزي نہ ڪيو هن موقعي تي بہ فكفرت بانعم الله يعني ڪفر جي مقابلي ۾ واشكروا جو لفظ آيو آهي ڪفر جي معنيٰ لڪائڻ آهي تہ شڪر جي معنيٰ ڪولي رکڻ ٿيندي.

قرآن پاڪ ۾ اهو لفظ تمام گهڻين جاين تي آيو آهي ۽ هرهڪ موقعي تي معنيٰ ۽ تعبير وڌيڪ نئين انداز ۾ ڪولي ڪولي بيان ڪئي وڃي ٿي جنهن جو احاطو هن مختصر لکڻي ۾ مشڪل آهي ٿورن لفظن ۾ شڪر جي معنيٰ هڪ تہ ميون کان ڀريل وڻ وانگر ۽ کير واري جانور جو کير کان ڀريل ٿڻن جي معنيٰ ۾ بہ اچي ٿو ۽ الله طرفان مليل نعمتن کي خلق خدا لاءِ هر شيءِ ڪولي رکڻ ۽ ان تي ڪابہ بندش ۽ روڪ نہ ڪرڻ جي معنيٰ ۾ بہ اچي ٿو ۽ الله جي حڪمن جي فرمانبرداري سان بہ اهو الله جو شڪر چئبو.

# ثواب

ثاب- يثوب- ثوبا، ڪنهن شئي جي وڃڻ کان پوءِ وري موٽڻ کي عربي ٻولي ۾ ثوب چيو وڃي ٿو ۽ ڪپڙي کي عربي ۾ ثوب بہ ان جي ڪري چيو وڃي ٿو جو ڪپڙي ٺاهڻ مهل تاني وارن سڳن جي وچ ۾ باني جو سڳو نال جي وچ ۾ بہ ريل فٽ ڪري آڏاٽي هلائڻ مهل داخل ڪجي ٿو، جيئن تہ تاني جي پيٽ ۾ باني جي ويڪر ٿورڙي هوندي آهي ۽ ان ۾ نال گهڙي گهڙي باني واري سڳي کي اٽائيءَ ۾ پيو شامل ڪندو ۽ آڏاٽي هلڻ مهل ان جي رفتار، اچڻ وڃڻ ڏاڍي تيزيءَ سان محسوس ٿيندي آهي ۽ انهيءَ نال جي وري وري موٽ ڪائڻ کي عربي ٻوليءَ ۾ ثوب چئبو آهي ۽ شايد ڪپڙي تي بہ عربي ٻولي وارن ثوب جو نالو ان ڪري رکيو هجي؟ لفظ ثواب جي معنيٰ بہ مٿين ڳالهہ سان ملي جلي ٿي، اها هي تہ ثواب لفظ جي اڌوري معنيٰ مشهور ڪئي وئي آهي ۽ لفظ ثواب خانقاهن ۽ درگاهن جو مخصوص ڪوڊ ورڊ بنجي ويو آهي ۽ ثواب جي معنيٰ جو بہ هڪ حصو مشهور ڪيو ويو آهي، اهو هي تہ هي ڪم ڪندؤ تہ اڳئين جهان ۾ ان جو نتيجو ملندو ۽ اهو بہ صرف خير ۽ ڀلائي جي ڪمن لاءِ اهو لفظ گهڻو استعمال ڪيو وڃي ٿو، پر جڏهن تہ لفظ ثواب جي معنيٰ آهي عملن جو نتيجو تہ اهي عمل گندا ۽ برا بہ ٿي سگهن ٿا ۽ انهن جو نتيجو نڪرڻ لازمي ڳالهہ آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ چئبو آهي جهڙي ڪرٽي تهڙي ڀرٽي، ان ڪري جيڪڏهن ڪو [illegible]خص چوي تہ هن گناهہ ڪرڻ جو هي ثواب ٿيندو تہ ان جي معنيٰ هي [illegible]دي تہ ان جي موٽ ۽ نتيجو هي ٿيندو، يعني هرويرو ثواب جي معنيٰ ڀلائي ۽ آخرت سان ڳنڍيل ڪانهي قرآن شريف ۾ سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٤٨ ۾ آهي **وآتاهم الله ثواب الدنيا وحسن ثواب الآخرة والله يحب المحسنين**○ اڳين پيغمبرن ۽ انهن جي لشڪرن

جي جنگين جو، ويڙهہ جو، قرآن پاڪ ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو تہ اسان
انهن کي ان جي بدلي ۾، نتيجي ۾، موٽ ۾، دنيا جو ثواب بہ ڏنوسون،
تفسيرن انهيءَ جي معنيٰ دنيا ۾ حڪمراني لکي آهي، دنيا ۾ سرفرازي
عزت ۽ مرتبو ۽ آزادي بہ لکي آهي ۽ لازمي ڳالهہ آهي تہ عملن جو نتيجو
ترتيب ۽ نمبر جي لحاظ سان اڳ ۾ دنيا ۾ ظاهر ٿيندو، پوءِ ٻئي نمبر
تي آخرت جي جهان ۾، غلط ڪمن جي موٽ لاءِ بہ سورت آل عمران
جي آيت نمبر ١٥٢ ۾ آهي تہ فاثابکم غما بغم ۽ ڪافرن جي عمل جي
موٽ ۽ نتيجي لاءِ بہ سورت مطففين جي آيت نمبر ٣٦ ۾ آهي تہ **هل
ثوب الکفار، ماکانوا يفعلون** يعني ڪافرن کي بہ سندن ڪئي جو
ثواب ڏنو ويندو تہ هتي ثواب جي معنيٰ برو نتيجو ۽ بري موٽ آهي،
اسان وٽ ماڻهن جي جهالت ۽ اڻ ڄاڻائيءَ جو غلط فائدو وٺڻ لاءِ
خانقاهي پيرن ملن مولوين وڏا حيلا ڪيا آهن، اهڙو جو ماڻهن کي اصل
حقيقت سمجهائڻ بہ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ ٿي پئي آهي. آئون اها ڳالهہ
جيڪڏهن مثال ڏيئي سمجهايان تہ مناسب ٿيندو ايران ۾ خميني انقلاب
کان پوءِ انهن جي آمريڪا جي مخالفت، سڀن کي معلوم آهي، هڪ
ڏينهن ايران جي ريڊيئي تان مون ٻڌو تہ آمريڪا جي صدر ريگن کي
نالو ڪٽي چيائون تہ شيطان بزرگ يعني وڏو شيطان، پر هت اسان وٽ
لفظ بزرگ جي معنيٰ ۾ عزت پاڪائي ۽ مرتبو ضروري شامل ڪيل آهي،
جڏهن تہ فارسي ٻولي جا مالڪ انهي لفظ کي شيطان جي وصف ۾ بہ
ڪم آڻن پيا، چو تہ انهن وٽ لفظ بزرگ جي معنيٰ آهي "وڏو" پوءِ اهو
ڪير بہ ٿي سگهي، اهڙي نموني هندستان جو اڳوڻو وزيراعظم جواهر
لال نهرو مصر جي دوري تي ويو تہ اتي ان جي استقبال لاءِ جيڪي بينر
لکي ڪٽي آيا هئا انهن مان هڪ تي لکيل هو تہ مرحبا برسول امن، يعني
اسان امن جي رسول کي پاڻ وٽ اچڻ تي مرحبا چئون ٿا، ڀليڪار چئون
ٿا تہ اتي رسول جي معنيٰ قاصد ۽ ايلچي جي طور اهو لفظ ڪتب آندل
آهي. اهي لفظن جي اصطلاحي ۽ لغوي معنائن جا فرق اهڙي ماحول ۾
سمجهائڻ ڏاڍا ڏکيا ٿا لڳن جتي دعائن ۽ ثوابن جا هٽ کليل هجن،
انهن ڪمن لاءِ شخصيتون ۽ موروثي خاندان اهو ڪاروبار ڪندڙ هجن،



جن وٽ ٻڌي ليکي دعائون ۽ ثواب پيا ورهائجن ۽ وڪامن ۽ مفت
خوريءَ جو رواج، ڪلچر جو حصو بڻجي وڃي ۽ خانقاهن تي لنگرخانن
عيوض انسانن جون سوچون ۽ عقل مسخ ڪيا وڃن ۽ عصمتن جي لٽ
مار عام هجي. انهيءَ ڪري قرآن پاڪ خانقاهن ۽ مزارن تي جيڪي
گادين وارن جي نالن تي لنگر خانا هلايا وڃن ٿا، انهن کي وما اهل به
لغير الله جي حڪم سان حرام قرار ڏيئي ڇڏيو آهي، ان ڪري جو اهڙي
مفت خوري سبب شخصيت پرستي جنم وٺي ٿي ۽ انسان جي خودداري
تباهہ ٿئي ٿي.

# توڪل

اسان وٽ جن لفظن ۽ اصطلاحن ذريعي خانقاهي ڪاروبار هلي ٿو.
جيئن صبر، شڪر، دعا، ثواب وغيره انهن مان هڪ لفظ توڪل به آهي
جنهن جي معنيٰ مٿي بيان ڪيل لفظن وانگر بدلائي هڪ جي ٻين ٿاهي
ويئي آهي. هتي توڪل جي معنيٰ هيءَ ڪئي ٿي وڃي ته ڪو شخص
ڪوبه ڪم ڪار نه ڪري ۽ هن انتظار ۾ ويٺو رهي ته ان لاءِ سڀ ڪم
خدا ڪري پيو ڏيندو، اهڙي ماڻهوءَ کي وڏو متوڪل ڪوٺيو وڃي ٿو
ٻئي طرف دعا تعويذ جي عيوض نذر نياز به هلائين ٿا يا وري موروثي
ناموس تي وڏن جي نالي تي به ماڻهن جي عقيدت تهيل هوندي ته ڏن
پٽ ملندو پيو هوندو، پوءِ انهن جا درگاهي ٻولڙيا ماڻهن ۾ چڙيل
هوندا اهي هر آئي وئي کي پيا چوندا ته سائين جن وڏي توڪل جا
مالڪ آهن ڪنهن کان سوال ڪين ڪن، ايئن پاڻيهي پيو هيڏو سارو
لنگر هلي جيڪڏهن ڪو نئون پير هوندو ته چوندا سائين جن لوڪ کان
لڪي عبادت ڪندا آهن. ڪين اسم اعظم ۽ وڏن وڏن وظيفن جي ڏياري
مليل آهي. سائين صابرين آهي ڪنهن کي به پٽ پاراتو ڪونه ڏئي، پر
جي ڪنهن کي دل سان دعا ڪري ته اڏي چڙيس، پاڻيهي ڪوئي
ڪجهه نذر نياز ڏيئي وڃين ته واهه نه ته ڪنهن کان به ڪجهه گهرڻ
مور ئي ڪونه، سدائين توڪل تي ترهو پڌل اٿن، جڏهن ته قرآن
حڪيم جي رهنمائي مطابق توڪل جي معنيٰ آهي اسبابن وسيلن جي
انتظام ڪان پوءِ ويساهه رکڻ ۽ يقين ڪرڻ ته انهن جي بنياد تي جيڪو
ڪم ڪندس اهو ضرور ڪامياب ٿيندو، ان کي توڪل چئبو، جيئن
سورت احزاب جي آيت نمبر ٢ ۽ ٣ ۾ آهي ته **واتبع مايوحيٰ اليڪ
من ربڪ ان الله ڪان بما تعملون خبيراO و توڪل علي الله و ڪفي
بالله وڪيلاO** يعني تنهنجي پالڻهار طرفان تنهنجي طرف جيڪو وحي



(قانون) موڪليو ويو آهي ان جي تابعداري ڪر بيشڪ الله اوهان جي
عملن جو ڄاڻهار آهي ۽ (قانون تي عمل ڪرڻ ڪان پوءِ) الله تي توڪل
ڪيو، الله اوهان جي ذميداريءَ لاءِ ڪافي آهي. هنن آيتن ۾ غور ڪيو
وڃي ته ڀهريائين رب سائين حڪم ڪري ٿو ته اتبع مايو حيٰ اليڪ
تابعداري ڪر ان قانون جي جيڪو تنهنجي طرف وحي ڪيو ويو آهي،
پوءِ حڪم آهي ته قانون تي هلڻ ڪان پوءِ توڪل ڪر. اميد ته انهيءَ
ترتيب مان توڪل جي معنيٰ سمجهه ۾ اچي ويئي هوندي، اڃا سورت
يوسف جي آيت نمبر ٦٧ ۾ پڙهي ڏسندا جنهن ۾ ڏڪار پوڻ جي
ڪري حضرت يعقوب عليه السلام پنهنجي پٽن کي اناج حاصل ڪرڻ
لاءِ مصر جي بادشاهه طرفان رعيت کي ان ڏيڻ واري انتظام سبب مصر
موڪليو هو، اتي حضرت يوسف وزير خزانه جي عهدي تي فائز هو. ان
پنهنجي ڀائرن کي سڃاڻي ورتو هو ۽ ڀائرن يوسف کي ڪونه سڃاتو
هو. اهي سڀ يوسف جا پيئٽا ڀائر هئا. انهن ۾ حضرت يوسف جو پيءُ
ماءُ مان سڳو ڀاءُ بنيامين ڪونه هو. حضرت يوسف ڀائرن کي چيو ته
ٻئي ڀيري جڏهن ان وٺڻ اچو ته پوئتي رهايل ڀاءُ کي به وٺي اچجو ۽
اتڪل سان حضرت يوسف ان جي قيمت انهن جي ٻورن ۾ واپس
رکرائي ڇڏي هئي جيئن ٻيو ڀيرو جلدي ان وٺڻ اچن. پوءِ جڏهن يوسف
جا ڀائر پنهنجي پيءُ وٽ ويا اتي ٻورا کوليائون ته قيمت جي رقم به
ڏٺائون ۽ پنهنجي پيءُ کي چيائون اسان ٻيو ڀيرو ان وٺڻ وڃون ٿا ۽ هن
ڀيري اسان جي ننڍي ڀاءُ کي به اسان سان هلڻ جي اجازت ڏيو ته جيئن
ان جي حصي جو به ان وٺي اچون ته حضرت يعقوب اڳيئي پنهنجي پٽ
يوسف جي جدائي جي صدمي جو گهايل هو سو ان وڏن قسمن وعدن ۽
پارتن ڪان پوءِ ننڍي پٽ کي وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ وڃڻ مهل
سمجهايو ته اتي سڀيئي ڀائر گڏجي هڪ گيٽ ۽ ماڳ تان نه هلجو
يعقوب عليه السلام سمجهي پيو ته هي ڇهه ست ڳڀرو نوجوان حسين
جميل سدا سهڻا هڪ هنڌ گڏ ڏسي ڪو هنن کي نظر نه هڻي، سو هنن
کي حفاظت سان وڃڻ اتي رهڻ ۽ موٽي اچڻ جون تدبيرون پيو سيکاري
۽ اهي سڀ پارتون ڪري حفاظت جا اپاءُ سيکاري، پوءِ ٿو چوي ته **ان**

**الحكم الا لله عليہ توكلت وعليہ فليتوكل المتو كلون** يعني ڳالھ تہ
اهائي ٿيندي جيڪا الله گهرندو مون تہ پنهنجي اطمينان لاءِ سڀ حفاظتي
تدبيرون اوهان کي سمجهايون آهن انهيءَ کان پوءِ الله تي توڪل ڪيان
ٿو. يعني اڳ ۾ حفاظتي تدبيرون ۽ اپاءُ پوءِ توڪل. هتي بہ سمجھ
رکڻ وارا توڪل جي مفهوم ۽ معنيٰ سمجهي سگهن ٿا. سورت آل
عمران جي آيت نمبر ١٥٩ ۾ **وشا ور هم في الامرفاذا عزمت**
**فتوكل علي الله** يعني اي نبي پنهنجي ساٿين سان ڪنهن بہ مسئلي لاءِ
مشورو ڪر جڏهن مشورن ۽ پاس ڪيل پروگرام تي عمل ڪرڻ جو
عزم ڪيو تہ پوءِ الله تي توڪل ڪري ڪم شروع ڪري ڏيو. هن
موقعي تي بہ اڳ ۾ صلاحن مشورن ۽ تدبيرن کي اوليت ڏني وئي آهي
پوءِ توڪل ۽ سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ٥٩ ۾ آهي تہ **الذين**
**صبروا و عليٰ ربهم يتوكلون**○ يعني جيڪي شخص مضبوطيءَ سان
پنهنجي مورچن ۽ محاذن تي ڄمي ڪري لڙن ٿا ۽ مقابلو ڪن ٿا ۽ ان
سان گڏ پنهنجي پالڻهار تي توڪل ڪن ٿا. تہ هن آيت ۾ بہ لڙڻ واري
کي دوران ويڙھ توڪل ڪرڻ جو حڪم آهي نہ کي گهر ۾ لڪي
ويهي پوءِ توڪل ڪرڻي آهي.

# تسبيح

لفظ تسبيح جو اصل مادو س- ب- ح آهي. سبح ۽ تسبيح جي
معنيٰ آهي ڪنهن بہ ڪم کي پوري ڪرڻ ۽ سرانجام ڏيڻ لاءِ سموري
طاقت ۽ سگهہ سان جدوجهد ڪرڻ ۽ ڪوشش ڪرڻ. ان ڪري سبح
جي هڪڙي معنيٰ پاڻي ۾ ترڻ بہ ڪئي وئي آهي. اها هن ڪري تہ تارو
ماڻهو لڳاتار ٻئي ٻانهون ٻئي ڄنگهون پاڻي ۾ هلائيندو رهي ٿو. انهيءَ
هڻ هٽان، وٺ پڇان سان ئي هو پار پئجي سگهي ٿو ۽ ٻڏڻ کان بچي
سگهي ٿو. ان ڪري السابحات جي معنيٰ پاڻي ۾ هلڻ واريون ٻيڙيون
ڪئي وئي آهي ۽ لفظ السوابح جي معنيٰ گهوڙا ڪئي وئي آهي. ان ڪري
جو گهوڙا بہ ڊڪڻ مهل وڏي جدوجهد ڪن ٿا. انهن جون چارئي
ڄنگهون مشيني ڪل پرزن وانگر هل هلان ڪري ڏين ٿيون. سٺي تارو
ماڻهوءَ کي السباح چيو ويندو آهي. اهو بہ انهيءَ مناسبت سان چئجي ٿو
جو هو ترڻ مهل وڏي جاکوڙ ڪري ٿو. انهن معنائن جي لحاظ سان
سورت حديد جي پهرين آيت **سبح لله مافي السماوات ومافي الارض**
**وهو العزيز الحكيم** جي معنيٰ آهي تہ آسمانن ۽ زمين ۾ جا بہ مخلوق
آهي اها الله جي طرفان مليل ذميدارين جي پورائي لاءِ، سرانجام ڏيڻ لاءِ،
ڪوشان آهي، سرگرم آهي. ڊڪ ڊوڙ ۾ آهي اهڙي نموني سورت حشر
جي آخري آيت **يسبح له مافي السماوات والارض** جي معنيٰ بہ اها ساڳي
ٿيندي، مطلب تہ تسبيح جي معنيٰ ۾ جدوجهد ۽ عملي سرگرمي ڪمال
۽ اتم درجي واري رکيل آهي پوءِ اهو لفظ ۽ انهي مادي جا سڀ صيغا اها
معنيٰ رکن ٿا. سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ٤٤ ۾ آهي تہ **تسبح له**
**السماوات السبع والارض ومن فيهن وان من شيءِ الايسبح بحمده و**
**لاكن لاتفقهون تسبيحهم انه كان حليما غفورا**○ يعني ست آسمان
زمين ۽ انهن ۾ رهڻ واريون سڀ شيون الله جي حڪمن جي اطاعت ۽
فرمانبرداري ۾ مصروف آهن ۽ ڪابہ اهڙي شئي ڪانہ آهي جيڪا الله جي
واڪاڻ واري فرمانبرداري ۽ اطاعت ۾ مصروف نہ هجي. پر اوهان انهن

جي مصروفيتن ۽ سرگرمين کي نٿا سمجهي سگهو. جڏهن ته ٻي سڀ قسم جي مخلوق پنهنجي ذميدارين ۽ ڊيوٽين کي ڄاڻي ۽ سمجهي ڇڏيو آهي ۽ انهن کي سرانجام به ڏيئي رهيون آهن پڙهي ڏسو سورت نور آيت نمبر ۴۱ **كل قد علم صلاته وتسبيحه**○ ته اهڙي نموني سان جتي جتي به انسانن جي تسبيح جي ذکر مهل نبين ۽ مؤمنن کي تسبيح جو حڪم اچي ٿو ته اتي ان جي معنيٰ، الله جي احڪامن جي پوري ڊيوٽي ڏيڻ ۽ انهن کي سرانجام ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ آهي. اها معنيٰ پوري قرآن ۾ جتي سبح جو لفظ نبين ۽ مؤمنن سان خطاب ۽ احوال وقت اچي ته ان جي معنيٰ اها ٿيندي ۽ انهي معنيٰ تي عمل ڪندي **وكاين من نبي قاتل معه ربيون كثيرفما وهنوا لما اصابهم في سبيل الله وما ضعفوا وما استكانوا والله يحب الصابرين** جو معيار قائم ڪيائون يعني تسبيح ۽ سبح جي مٿي ڄاڻايل معنيٰ تي عمل ڪندي پيغمبرن ۽ انهن جي ساٿين لڙايون ڪيون دنيا جي نمرودن فرعونن هامانن شدادن ابوجهلن ۽ قيصرن ڪسرائن کي شڪستون ڏنيون ۽ انهن جي تختن کي اونڌو ڪري پاڻ حڪمران ٿيا اهو سڀ انهن جي تسبيح تي عمل ڪرڻ جو اثر هو. پر انقلاب دشمن پنهنجي شڪستن جو بدلو وٺڻ لاءِ انقلابي پارٽين ۾ روپ مٽائي ٻهروپ بڻجي ڪلما پڙهي مسلمان سڏائي اندر داخل ٿيڻ ڪان پوءِ انهن رڍن ۽ ڏاچين چارڻ وارن جي فاتح عالم انقلابي بڻجڻ جو راز ڳوليو. جيڪو انهن کي مسلمانن جي ڪتاب قرآن ۾ مليو. پوءِ انهن وڏي ٽيم ورڪ ذريعي قرآن جي انقلابي نصاب بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي پهريائين ته بخاري مسلم ۽ ٻين حديثن جي ڪتابن اهو مشهور ڪيو ته موجوده قرآن اهو ناهي جيڪو الله پنهنجي رسول طرف وحي ڪيو هو. هي موجوده قرآن حضرت عثمان پنهنجي دور خلافت ۾ قريشن جي لغت مطابق جمع ڪرايو هو. يعني وحي جي معنيٰ ۽ مفهوم کي لفظن جو لباس حضرت عثمان پنهنجي دور خلافت ۾ قريشي لهجي ۽ لغت مطابق ڏياريو يعني اهي الفاظ الله جي وحي وارا ناهن، معنيٰ الله واري آهي الفاظ عثماني دور جا پيا آهن. هي ته قرآن حڪيم جي ڪرامت آهي، معجزو آهي، جو اهل فارس جي انهي پروپيگنڊا وارا سڀ مٿي ڄاڻايل ڪتاب، مسلمانن جي مذهبي نصاب



تعليم ۾ داخل ٿيل هوندي به، پاڻ صحيح سلامت موجود آهي. اڄ به پيو انقلاب دشمن کي چئلينجون ڪري ته هن ڪتاب جهڙو ڪتاب ٺاهي ته ڏيکاريو. پيو ته ٺهيو ڀلا ڪجهه سورتون ۽ آيتون ته ٺاهي ڏيکاريو. پر اڄ پندرهن سئو سال جي عرصي تائين چئلنج قائم آهي، جواب ڪونه مليو آهي. پوءِ انهن ٻهروپين ڏٺو ته قرآن جي شڪل صورت ۽ اصليت مٽائڻ ايتري سولي ڪانهي، پوءِ انهن معنائن ۾ تحريف جو هنر شروع ڪيو ۽ ان ۾ گهڻي ڀاڱي هو ڪامياب ويا آهن ۽ اڄ قرآن جي ترجمن ۽ تفسيرن ۾ گهڻو فکر اهل فارس جو هلي پيو، مون کي منهنجي دوست مولانا محمد عمر قريشي خطيب باواني مسجد سائيٽ ايريا ڪراچي جي ٻڌايو ته مولانا محمد قاسم نانوتوي پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي ته موجوده دور ۾ جيڪو اسلامي مذهب هلي رهيو آهي اهو ايراني ڇاپ آهي. مسلمانن ۾ اڄڪلهه جيڪا مٽڪن واري تسبي ۽ مالها رکي وڃي ٿي ۽ ان تي هو الله جي نالن جو ورد وظيفو پڙهندا رهن ٿا. ان جو ڪٿي به ڪوبه بنياد ڪونهي. اهڙي نموني سان ته هو الله جي نالن کي ڳڻيندا رهن ٿا. جيڪو وڪبره تڪبيرا جي روح جي خلاف آهي، تسبيون پڙهڻ سان الله جي وڏائي دنيا جي باطل خدائن مٿان قائم ڪرڻ بدران رب پاڪ جي نالن جو ڳاٽاٽو ڪندا رهن ٿا، جڏهن ته ضرورت هن ڳالهه جي آهي الله جي نالن جي معنائن ربوبيت، رحمت، خالقيت مالک يوم الدين، سميع، عليم، قدير، صاحب عرش ڪرسي، جبار، قهار، حڪيم، عليم، حليم ۽ ٻين سين نالن جي معنيٰ ۽ مفهوم سان ڪائنات ۾ اهڙو نظام قائم ڪرڻ ئي صحيح معني ۾ ذکر ۽ تسبيح آهي، نه ڪي مٽڪا ڦيرائڻ. تاريخ جا ڪتاب ٻڌائين ٿا ته اها مٽڪن واري مالها (تسبي) پهريائين ٻڌ مذهب وارن وٽ هئي. انهن کان عيسائي مذهب وارن پاڻ وٽ رواج ۾ آندي، پوءِ انهن وٽان مسلمانن نقل ڪئي ۽ پاڻ وٽ انهيءَ جو رواج وڌو هونئن انهيءَ جو اسلام سان ڪو به واسطو ناهي بلڪ اسلامي روح جي خلاف آهي انهيءَ جي وضاحت آئون ذڪر وري مضمون ۾ لکندس، مون مٿي عرض ڪيو ته روم ۽ فارس جي جن شڪست کاڌل ماڻهن، ابن سبا جي رهنمائيءَ ۾ اسلام ۾ روپ مٽائي اچي قرآن واري اسپرٽ کي ناڪام بنائڻ جون

ڪوششون ڪيون، انهن مان قرآن جي معنوي تحريف به آهي، انهن
گهٽ قرآن جي اصلاحي انقلابي ڪوڊ ورڊن اصطلاحن ۽ لفظن جون
معنائون ڦيرايون، انهن مان ڪجهه هي آهن صلوة، زکوة، تسبيح،
توڪل، توبہ، مغفرت، ثواب، اعتڪاف، صبر، شڪر، تقدير، ايمان،
صبر، تقويٰ، دعا، مسجد وغيره، لفظ سبحان جي نسبت جڏهن الله جي
طرف ڪبي ته ان جي معنيٰ الله جي پاڪائي ۽ بلندي ٿيندي، انهن ڳالهين
۽ اجاين سوالن ۽ مطالبن کان، جيڪي مشرڪ بيجا قسم جا ڪندا هئا،
هونئن مٿي جيڪا معنيٰ ته الله جي احڪامن قانونن جي اطاعت ۾
جدوجهد ۽ سرگرمي ڏيکارڻ ڪري آيا آهيون، ان جو اجا وڌيڪ دليل
ته حضرت موسيٰ رب پاڪ کان ڪجهه مطالبا ڪيا جڏهن الله ان کي
حڪم ڪيو ته **اذهب الي فرعون انه طغيٰ**، ته جواب **حضرت موسيٰ
عرض ڪيو ته رب! شرح لي صدري○ ويسرلي امري○ واحلل عقدة
من لساني○ يفقهوا قولي○ واجعل لي وزيرامن اهلي○ هارون
اخي○ اشددبه ازري○ واشرکه في امري○ ڪي نسبحک ڪثيرا ونذ
کرک ڪثيرا○** (سورت طه آيت ۲۴ کان ۳۴)! هي ست اٺ مطالبا هي
آهن. اي الله تنهنجي پروگرام کي سمجهڻ سمجهائڻ لاءِ منهنجو سينو
کول، هي انقلابي عمل سولو بناءِ، منهنجي زبان جي لکنت ختم ڪر،
ماڻهو منهنجي ڳالهه سمجهي سگهن، مون کي منهنجي اهل مان ساٿي
ڏي، اهو به منهنجو ڀاءُ هارون هجي، انهيءَ سان مون کي مضبوط بنائي
بار هلڪو ڪر، جيئن هو انقلاب آڻڻ ۾ مون سان شريڪ ٿئي، هي سڀ
سوال هن لاءِ آهن، اهي مطالبا هن لاءِ آهن، ته **نسبحک ڪثيرا ونذ
کرک ڪثيرا○** ته تنهنجي ربوبيت الوهيت وارن پروگرامن کي نافذ
ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪيون ۽ هر معاملي ۾ تنهنجي نالي جي ڇاپ مڃايون،
يعني فرعون جي قبضي مان غلام قوم کي آزادي وٺي ڏيڻ ۽ جابر
بادشاهه کي شڪست ڏيئي درياءَ ۾ ٻوڙڻ ۽ انقلابي حڪومت قائم
ڪرڻ، اهو سڀ نسبحک ڪثيرا ونذ ڪرک ڪثيرا جو تفسير آهي
يعني تسبيح ۽ ذڪر جي تعبير آهي هڪ ظالم بادشاهه کي شڪست
ڏيئي ان جي قانون ۽ حڪومت سان بغاوت ڪري تنهنجي قانون تي
پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ اها تسبيح
۽ ذڪر آهي.

# ذڪر

ذڪر معنيٰ ڪنهن شيءِ کي ياد رکڻ، محفوظ ڪرڻ، دل ۾
سانڍڻ، لفظ ذڪر مقابلي ۾ ايندو آهي. لفظ نسيان جي، ان جي معنيٰ
آهي ويسر، ۽ دل تان لاهي ڇڏڻ، ڪنهن شيءِ جي مشهوريءَ کي به
ذڪر چئبو آهي، ڪنهن جي باري ۾ ڪا چڱي ڳالهه ڪجي ته ان کي
به ذڪر چئبو آهي، ڪنهن جي وڏائي ۽ عزت بيان ڪرڻ کي به ذڪر
چئبو آهي، ذڪر اهڙي ڪتاب کي به چئبو آهي جنهن ۾ دين جون
ڳالهيون ۽ قانون جون ڳالهيون هجن، قومن جي عروج ۽ زوال جون
ڳالهيون هجن، سخت ۽ تيز شئي کي به ذڪر سڏيو ويو آهي، مؤنث
جي مقابلي ۾ مذڪر جو لفظ آيو آهي، اتي ذڪر جي معنيٰ مان مشقت ۽
مصيبت سان مقابلي ۽ برداشت واري معنيٰ به نڪري ٿي، قرآن حڪيم
کي به ذڪر سڏيو ويو آهي، ڇو ته ان ۾ به قانون جون ڳالهيون ڪيون
ويون آهن. قومن جي تاريخ بيان ٿي آهي، عروج ۽ زوال جا قصا بيان ٿيا
آهن، ڪائنات جي فطرت تي غور فڪر ڪرڻ کي به ذڪر سڏيو ويو
آهي، غير خدائي طاقتن سان جنگين ۽ مقابلن کي به ذڪر سڏيو ويو
آهي، ميدان جنگ ۾ مقابلي ڪرڻ ۽ ثابت قدم رهڻ ۽ الله جي قانونن
کي هميشه سامهون رکڻ کي به ذڪر چيو ويو آهي، سورت طه جي
آيت نمبر ۴۱-۴۲ ۾ آهي ته اي موسيٰ مون توکي پنهنجي لاءِ وڏي هنر
۽ ڪاريگريءَ سان تيار ڪيو آهي، جو جڏهن فرعون توهان جي قوم
جا ڄمندڙ ٻار قتل ڪرائي پيو ۽ جڏهن تون ڄائين ته تنهنجي بچاءَ ۽
حفاظت لاءِ تنهنجي ماءُ کي وحي جي طريقي سيکاريوسين، سمجهايوسين
ته توکي ڪنهن صندوق ۾ وجهي درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏي پوءِ درياءَ کي
حڪم ڪيوسين ته توکي يعني صندوق کي ڪناري تي پهچائي، پوءِ پل
ته تنهنجا ۽ منهنجا دشمن اها صندوق ڪٽي وڃن ۽ مون تنهنجي مٿان

پنهنجي طرفان اهڙي تہ پيار، پاٻوهہ ۽ محبت طاري ڪري ڇڏي هئي جو جيڪو بہ توکي ڏسي تہ رڙ ڪري چوي پيو تہ ههڙو پيارو ۽ معصومڙو ٻچو مارڻ نہ گهرجي، پوءِ توکي اسان دشمن جي محلاتن ۾ پهچائي انهن جي راڻين کان تنهنجي پرورش جي خدمت ۽ نوڪري ڪرائي سون، موسيٰ مون تنهنجي ماءُ سان وعدو ڪيو هو تہ هوءَ توکي درياءَ ۾ اڇلائي، هن لاءِ اها ڳالهہ ڏاڍي ڏکي هئي سو مون ان سان وعدو ڪيو هئو تہ تون پنهنجي پٽ کي درياءَ ۾ اڇلاءِ پوءِ آئون جلد وري موسيٰ کي تنهنجي جهولي تائين پهچائيندس پوءِ مون سڄي مصر جي عورتن ۽ فرعوني محلات جي راڻين جي ٿڃ پيئڻ کان توکي روڪي ڇڏيو، جڻ تہ تنهنجي ماءُ کان سواءِ ٻين جي ٿڃ توتي حرام بنائي ڇڏي سون ۽ فرعون پڙها گهمايا تہ ڪا عورت اچي ۽ هن ٻار کي پالي ۽ ٿڃ پياري، پوءِ تنهنجي ماءُ، تنهنجي ڀيڻ کي موڪليو تہ وڃي ان جي لاءِ ان خدمت جي تقرري لاءِ، منظوري وٺي اچي ۽ اها جڏهن محلات ۾ آئي ۽ تنهنجي سڪ ۾ ماءُ جي جهلڻ باوجود تيڏي اک سان توڏي ڏسي پئي ۽ راڻين کي چوي پئي تہ هن ٻار جي خدمت لاءِ پرورش لاءِ منهنجي ماءُ کي نوڪري ڏيو، اسان غريب آهيون، روزگار لاءِ اهو پورهيو ڪرڻ گهرون ٿا، اسان تنهنجي ڀيڻ جي اها درخواست قبول ڪرائي، توکي تنهنجي ماءُ جي جهولي ۾ پهچائي، ان سان کيل پنهنجو وعدو پورو ڪيوسين، پوءِ تون فرعون جو پٽيلو ٿي پلجي جوان ٿي وئين ۽ تو ۾ غلامن تي رحم ۽ انهن کي آزاد ڪرڻ جو جذبو اچي ويو هو ۽ هڪ ڀيري تو ڏٺو هو تنهنجي قوم واري هڪ شخص کي فرعوني قوم جو ماڻهو قتل ڪري رهيو هو تہ تو جذبي ۾ اچي ان قبطي کي ماري ڇڏيو ۽ تون جڏهن فرعوني قوم جي قتل جو ڏوهي ٿي پئين ۽ اهو راز کلي پيو تہ سزا جي خوف کان مدين طرف ڀڄي وئين، موسيٰ تون هاڻي عاقل بالغ ۽ سمجهہ عقل وارو جوان ٿي ويو آهين. مون توکي تنهنجي ڄمڻ کان وٺي وڏي هنرمندي سان شاهي محل ۾ پاليو آهي تہ جيئن تون ذهني طور غلامانہ سوچن کان آجو هجين، هاڻي تون ۽ تنهنجو ڀاءُ وڃو، فرعون ۽ ان جي لشڪر سان مقابلو ڪري پنهنجي غلام قوم کي آزاد ڪرايو، پر ياد



رکجو، ولاتنيا في ذڪري، يعني منهنجي ذڪر ۾ سستي نہ ڪجو، ڄاڻڻ گهرجي تہ اهو ذڪر اهو ناهي جيڪو اڄڪلهہ خانقاهن تي مٽڪن واري تسبيءَ تي وڏي لَڙ نموني ها هو سان ڪرايو وڃي ٿو. رب سائين پنهنجي ذڪر ۽ ياد جا ادب سيکاريا آهن. سورت اعراف جي آيت نمبر ٢٠٥ ۾ تعليم ڏني اٿس تہ **واذڪر ربڪ في نفسڪ تضرعا و خيفة دون جهرمن القول** يعني ذڪر ڪر تون پنهنجي پالڻهار جو دل ۾ عاجزي ۽ خوف سان آواز ۽ واڪو نہ ٿئي. پر هتي قرآن کي ڪير ٿو ليکي قرآن کان ڪير ٿو پڇي ۽ سکي، اڄڪلهہ ماڻهو بازارين ۾ هلندي سوارين ۾ سفر ۾ نمونن واريون تسبيون وڏن ڦندڻن سان، ڊيزائنن سان، جيڪي پاسي وارن ماڻهن کي ڄڻ تہ زوريءَ متوجہ ڪن، ڇا تہ ان جا مٽڪا آهن، ڇا تہ ان جي ڪمپوزيشن آهي، اهي سڀ حرڪتون واذڪرربڪ في نفسڪ سان بغاوت آهن، انڪار آهن، بلڪہ قرآن جي حڪمن سان هڪ قسم جو ٽڪر آهي، اڄڪلهہ ڪيتريون درگاهون ۽ پير، مشهور ٿي ذڪر سان آهن. مون اتي وڃي اکين سان ڏٺو ۽ ڪنن سان ٻڌو آهي جو هو وڏي واڪي ذڪر تہ ڪندا آهن ۽ ايئن ڪنڌڙيون هڻندا آهن، جو جيئن ڪنهن کي جن ٽيندو آهي، ذڪر دوران رڙين مهل گڦ پئي وهندي اٿن، مختلف سرن ۾ ڪمپني ڪري ٽولن ۾ ڄڻ تہ ذڪر ڳائيندا آهن، اهو انداز **الله عزوجل جي سميع** ۽ بصير وارين صفتن جو انڪار آهي، **يعلم مافي الصدور** جو انڪار آهي، **يعلم سر ڪم و جهرڪم** جو انڪار آهي ۽ رياء ۾ داخل آهي، يعني رب سائين اوهان جي سينن جون ڳالهيون، دل ۾ رازن جون ڳالهيون ڏاڍيان ۽ هوريان واريون ڳالهيون سڀ ڄاڻي ٿو، پر هاڻ مسلمانن دين سکن لاءِ قرآن کان پنهنجا ناتا رشتا ختم ڪري ڇڏيا آهن. تہ موسيٰ عليہ السلام کي رب پاڪ فرمايو تہ توهان فرعون سان مقابلي مهل منهنجي ذڪر ۾ سستي نہ ڪجو، اتي ذڪر جي معنيٰ آهي قومن کي غلامي مان آزاد ڪرائڻ جا طريقا ۽ جابر ظالم استحصالي طاقتن سان مقابلي جا قانون ۽ طريقا، اهو خدا جو ذڪر آهي، اها ذڪر جي معنيٰ آهي، سورت نحل جي ٻئي رکوع کان قرآن پاڪ مينهن وسڻ ۽ ان جي ڪري باغات ۽ مختلف

فصلن ڦٽڻ جو ذڪر آندو آهي ۽ انهيءَ سائنس تي سوچ ۽ فڪر ڪرڻ جي دعوت ڏني اٿس ۽ رات ۽ ڏينهن ڪي سج ۽ چنڊ ڪي، تارن ڪي توهان جي فائدي لاءِ تابع ڪيو اٿس ۽ سمجهه وارن کي اپيل ڪئي اٿس ته انهن نعمتن تي غور ڪيو ۽ ميون ۽ اناجن جي رنگا رنگي جو بيان ڪري فرمائي ٿو هي سڀ جلوا ۽ ڪرشما ذڪر واري قوم لاءِ آهن، اتي ذڪر جي معنيٰ مٿي بيان ڪيل ڪورس ۾ ٻيهي جهمر هڻڻ ڪانهي، بلڪه پوري ايگريڪلچر سائنس تي سوچڻ کي ذڪر چيو ويو آهي، سمجهڻ کي ذڪر چيو ويو آهي، سورة بقره جي آيت نمبر ١٥٢ ۾ آهي ته **فاذكروني اذكركم** ان جي معنيٰ هي ٿيندي ته اوهان منهنجا قانون سامهون رکي انهن مطابق زندگي گذاريو ته آئون توهان جي حقن جي حفاظت ڪندس، اوهان جي عزت ۽ آزادي جو بچاءُ ڪندس، اهي سڀ معنائون سمجهائڻ ٿيون ته ذڪر الله جي معنيٰ الله جا قانون آهن، نه ڪي تسبيح جي مڻڪن ۽ پٿرين تي الله جي نالن کي ڳڻڻ کي ذڪر چئبو، سورت رعد جي آيت نمبر ٢٨ ۾ رب سائين فرمايو آهي ته **الابذكر الله تطمئن القلوب**○ يعني خبردار دلين کي سڪون ۽ اطمينان الله جي ذڪر سان ئي ٿيندو آهي، انهي لاءِ مناسب ٿيندو ته خود قرآن کان معلوم ڪجي، پڇجي ته اهو ذڪر ڪهڙو آهي، اهو اطمينان ڪهڙو ۽ ڪيئن حاصل ٿيندو، ان لاءِ سورت آل عمران جو تيرهون رڪوع پڙهي ڏسو واذغدوت من اهلك تبوء المؤمنين مقاعد للقتال يعني اي پيغمبر احد واري جنگ ۾ صبح ساڻ ئي تون پنهنجي اهل وارن مان نڪري تيار پيو ڪرين، مومن کي جنگ جي مورچن تي، توهان جنگ بدر جي ڏينهن ۾ تمام ڪمزور هئا ۽ تون مومن کي همٿائي رهيو هئين ۽ چوين پيو ته توهان جو پالڻهار، توهان جي مدد لاءِ ٽي هزار ملائڪن جي فوج موڪلي رهيو آهي، اڃا جيڪڏهن اوهان ڄمي ڪري مورچن تان جنگ جاري رکي ته پنج هزار نشاني باز توبچي ملائڪ اوهان جي مدد لاءِ وڌائي موڪليندو، اهو سڀ هن لاءِ ته ولتطمئن قلوبكم يعني توهان جي دلين کي اطمينان حاصل ٿئي ۽ اها حقيقت پڌري پئي آهي ته ان ڏينهن ۾ اطمينان صرف هن صورت ۾ حاصل ٿيڻو هئو ته سڄي



مڪي جي ليڊرشپ اڄ هن ميدان بدر ۾ قتل ٿئي، سڀ سردار ۽ فيوڊل سماج جا جبل جهڙا سردار عتبه، شيبه، ابوجهل قتل ٿين، انهن جي منڍين جو اڄ لابارو ٿئي، اسان انهن جا ستايل ماڻهو، انهن سردارن جي منڍين کي فٽبال وانگر ٺڏا هڻون، تڏهن اسان کي سڪون ۽ اطمينان ملندو، هاڻ اتي سورت رعد جي آيت ٢٨ کي وري پڙهو **الذين آمنوا وتطمئن قلوبهم بذكر الله**، يعني مومن جي دلين جو اطمينان الله جي ذڪر سان ٿيندو ۽ قرآن فرمائي ٿو ته بدر جي جنگ ۾ فتح توهان جي دلين جي اطمينان لاءِ آهي، نتيجو هي نڪتو ته انقلاب جي دشمن کي قتل ڪرڻ اهو الله جو ذڪر آهي، مٿي اوهان پڙهي آيا ته موسيٰ الله کان ڪجهه مطالبا ڪيا ته فرعون سان مقابلي لاءِ وڃڻ مهل چيائين ته اي الله اهو مقابلو هن لاءِ آهي ته تنهنجي تسبيح ڪيون تنهنجو ذڪر ٿاهون ڪري ڏيکاريون. هتي رسول ﷺ جي لشڪر ۽ فوج کي بدر جي جنگ ۾ فتح ڏياري به ذڪر الله کي مٿاهون ڪري مؤمن کي اطمينان ڏياريون. عرض آهي ته ذڪر جي معنيٰ ۽ تشريح جيڪا قرآن حڪيم سمجهائي رهيو آهي اها مسلمانن کي پنهنجي ڪورس ۽ نصاب ۾ وري داخل ڪرڻ گهرجي، وري پنهنجي نصاب تي نظرثاني ڪري درست ڪرڻ گهرجي، الله سائينءَ قرآن حڪيم کي ذڪر جي نالي سان به سڏيو آهي سورت حجر جي آيت نمبر ٩ ۾ فرمائي ٿو ته **انانحن نزلنا الذكر وانالہ لحافظون** يعني بيشڪ اسان نازل ڪيو قرآن کي ۽ اسان ئي ان جي حفاظت ڪنداسون، سورت نحل جي آيت نمبر ٤٤ ۾ فرمايو اٿس ته **انزلنا اليك الذكر لتبين للناس مانزل اليهم و لعلهم يتفكرون** يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي طرف ذڪر نازل ڪيوسين هن لاءِ ته تون ماڻهن کي کولي بيان ڪري ٻڌاءِ اهي ڳالهيون جيڪي انهن جي طرف نازل ڪيون ويون آهن ۽ اهي تنهنجيون سمجهاڻيون هن لاءِ ته هو هن ڪتاب تي، ذڪر تي، فڪر ڪن، ماڻهن کي شايد هيءَ ڄاڻ هوندي ته پيرن فقيرن ۽ درگاهن تي جيڪو ماڻهن کي ذڪر ڪرايو ويندو آهي، ان ۾ غور فڪر ۽سوچ ويچار جو ته ڪوبه تصور ڪونه هوندو آهي، انهن وٽ ته پٿرين، آڱرين جي ڏوڏن ۽ تسبين تي الله جي نالن کي صرف ڳڻايو

ويندو آهي. سورت ص جي آيت نمبر ٢٩ ۾ رب سائينءَ فرمايو آهي تہ **كتاب انزلنا اليك مبارك ليبدبروا آياته وليتذكر اولوا الباب**○ يعني اي پيغمبر هي ڪتاب تنهنجي طرف نازل ڪيو اٿئون اهو وڏو برڪت وارو آهي ۽ هن لاءِ نازل ڪيو اٿئون تہ هن تي تدبر ۽ غور ويچار ڪيو ۽ هن کي سمجهڻ پرائڻ ۽ ذڪر ڪرڻ وارا، عقلمند ماڻهو ئي سوچ ويچار ڪن، پر اڄڪلهہ ذڪر جي معنيٰ قرآن جي قانون ۽ نصيحتن تي تفڪر ۽ تدبر بدران هنبوچيون ۽ هوڪريا ڪئي پئي وڃي ۽ انقلاب دشمن ذڪر بابت هي بہ مشهور ڪري ڇڏيو آهي تہ ذڪر ڪرڻ لاءِ بہ مرشد جي اجازت ضروري آهي، ان جي خصوصي اجازت ۽ طريقن کان سواءِ ذڪر نٿو ڪري سگهجي، پوءِ هي قرآن حڪيم جا بار بار ذڪر بابت احڪام ڪنهن جي لاءِ ڇڏيا ويا پير مرشد جي اجازت الله جي حڪمن کان مٿي ٿي وئي، انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ گهرجي تہ قرآن کي رب پاڪ ذات انسان لاءِ هدايت ڪري موڪليو آهي، قرآن هدي للناس آهي، يعني ماڻهن لاءِ هدايت ڏيڻ وارو ڪتاب آهي، هي ڪتاب ذڪري للعالمين آهي، يعني جهانن لاءِ نصيحت ۽ قانون آهي (سورت انعام آيت نمبر ٩٠) رب سائين قرآن کي ذڪر سڏي ذات انسان کي حڪم ڏنو آهي تہ هن ذڪر کي (ڪتاب کي) پڙهو، سمجهو، غور ڪيو، پنهنجيون زندگيون سنواريو، سڌاريو، تہ هاڻي قرآن جي حڪم ۽ سڏ کان پوءِ الله جي حڪم ۽ سڏ کان پوءِ، ذڪر جي اجازت لاءِ ڪنهن پير مرشد جي اجازت جي ضرورت ڪانهي، الله ڪنهن کي بہ پنهنجو ايجنٽ ۽ دلال مقرر ڪونہ ڪيو آهي، سڌو سنئون فرمايو اٿس تہ **لتبين للناس مانزل اليهم** يعني هي ڪتاب، ذڪر، سڌو سنئون سڀن ڏي نازل ڪيل آهي. ان کي پڙهڻ پرائڻ لاءِ ڪنهن بہ درگاهہ خانقاهہ جي گادي نشين جي اجازت ضرورت ڪانهي مرشد جي ضرورت ڪانهي.

# تقويٰ

تقويٰ جو اصل مادو، و- ق- ي آهي هي لفظ قرآن حڪيم جي وڏي ڪثير المفهوم، گهڻ پاسائتي اصطلاح آهي. هن لفظ جي معنيٰ بين بہ ڪيترن ئي لفظن وانگر ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ اهڙي نموني ترجمي طور، هڪ لفظ سان ڪرڻ مشڪل آهي، اهو صرف قرآني ادب جو ڪمال آهي جنهن جي الفاظن ۾ ايڏي جامعيت آهي جو ان جي هڪ لفظ جي ترجمي لاءِ ٻيءَ ٻوليءَ ۾ وڏي ڊيگهہ ڪرڻ ضروري ٿيو پوي. تڏهن وڃي قرآني اصطلاحن کي سمجهائي سگهجي ٿو. تقويٰ ۽ متقي جي عام طور جيڪا معنيٰ پرهيزگاري ڪئي وڃي ٿي اها اڻپوري آهي. انهيءَ ۾ صرف سلبي پهلو آهي. جڏهن تہ تقويٰ جي مفهوم ۾ سلبي ايجابي ٻئي خاصيتون آهن. تنهن جي ڪري جهڙي طرح هن لفظ جي هڪڙي معنيٰ هيءَ ٿيندي تہ پاڻ کي غلط ۽ نقصان ڏيندڙ شين کان بچائڻ، اهڙي نموني هيءَ معنيٰ بہ ان ۾ لازم هوندي تہ الله جي حڪمن ۽ قانونن جي حفاظت ڪرڻ، هن ٻي ايجابي ۽ مثبت معنيٰ سمجهائڻ لاءِ وڌيڪ عرض آهي تہ متقي ۽ صاحب تقويٰ هجڻ لاءِ، بنجڻ لاءِ، هي بہ لازم ٿيو پوي تہ اهڙو شخص خدائي خدمتگار، والنٽيئر، محافظ ۽ الله جي قانوني حدن جو چوڪيدار ۽ چوبدار هجي، هونئن قرآن پاڪ ۾ ڪن جاين تي مسلم، مؤمن، متقي، هم معنيٰ ۽ مترادف الفاظ بنجي بہ استعمال ڪيا ويا آهن.

سورت حشر جي آيت نمبر ١٨ ۾ آهي **يا ايهاالذين آمنوا اتقوا الله ولتنظر نفس ماقدمت لغد واتقوا الله ان الله خبير بما تعملون**○ يعني اي ايمان وارو الله جي قانونن کي ٽوڙڻ ۽ اورانگهڻ کان بچو ۽ پنهنجي آئيندي ۽ مستقبل لاءِ بہ ڪجهہ سوچيو، تہ توهان ان لاءِ ڪهڙو بندوبست ڪيو آهي ۽ الله جي قانونن جي پيڪڙي کان بچو

تحقيق اهو اوهان جي عملن جو ڄاڻنهار آهي، هن تقويٰ ۽ متقي لفظ جي اڌوري ۽ منفي معنيٰ جي تمام گهڻي مشهوري ٿيل آهي. ايترو جو جيڪا مثبت ۽ ايجابي معنيٰ آهي ان ڏي ڪيترن ئي ماڻهن جو ڪوبه ڌيان ڪونهي. اهڙي غفلت، بي ڌياني يا اڻ ڄاڻائي جو نتيجو اهو ٿو وڃي نڪري جو اهڙي ترجمي سان ماڻهو قرآن جو ختم به پڙهي پورو ڪري وڃي، تڏهن به ان کي اهو احساس نٿو ٿئي ته الله جي طرفان مون کي هن قرآن جي حفاظت به ڪرڻي آهي ۽ هن ڪتاب جي قانونن کي ملڪ ۾ دنيا ۾ لاڳو به ڪرڻو آهي. قرآن مون سان ٿو ڳالهائي، مون کي ٿو حڪم ڏيئي، ۽ قرآني احڪامن جي ڀڃڪڙي ڪندڙن سان مون کي ئي مهاڏو اٽڪائڻو آهي، سورت الشعراء جي آيت نمبر ۹۰-۹۱ ۾ آهي **وازلفت الجنة للمتقين○ وبرزت الجحيم للغاوين**، هتي متقين جي مقابلي ۾ غاوين جو لفظ آندو ويو آهي غاوين اهي ماڻهو آهن جيڪي الله جي قانون کان منهن موڙي غير الله جي پنيان هليا وڃن ته هت تقابلي طور هي معنيٰ متقين لاءِ طئه ٿي وئي ته جيڪي الله جي قانون جا تابعدار ۽ محافظ هجن، خدا جي قانون جي حفاظت به متقي جي ذميداري ۾ شامل آهي، جو اها معنيٰ تقويٰ جي مادي ۾ موجود آهي پڙهي ڏسو سورت رعد جي آيت نمبر ۳۷ ۾ آهي **مالڪ من الله من ولي ولا واق**○ اتي واق لفظ جي معنيٰ آهي بچائڻ وارو ۽ حفاظت ڪرڻ وارو ته انهيءَ معنيٰ سان هي ثابت ٿيو ته متقي لاءِ الله جي قانون جي حفاظت ڪرڻ به ان جي ذمي آهي، انهن معنائن ڏي ڌيان ڇڪائڻ مان پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته قيصر ۽ ڪسريٰ جي شڪست ڪاڌلن، پنهنجي هار جو بدلو وٺڻ لاءِ، مري ويل قومن کي جيئرو ڪرڻ واري ڪتاب، قرآن جون معنائون ۽ مفهوم بدلائڻ سان روهيون ڪري ڇڏيون آهن. ان جو اندازو مٿي پنجن ڇهن اصطلاحن: صبر، شڪر، دعا وغيره مٿان لکيل مضمونن مان اندازو لڳائي سگهيا هوندا ته انهن اصطلاحن ۽ انقلابي ڪوڊوردن جي معنائن کي ابتو مشهور ڪرڻ سان گڏ تقويٰ جي لفظ ۾ جيڪا حفاظت پهريداري ۽ چوڪيداري جي معنيٰ رکيل آهي اها ماڻهن کان لڪائي ڇڏي اٿن.

# تقليد

تقليد لفظ جو مادو ق- ل- د آهي. قلاده انهيءَ رسي يا زنجير کي چئبو آهي. جيڪو ڪنهن ڍور ۽ جانور کي ٻڌڻ لاءِ ڪم ايندو هجي هونئن رسي يا زنجير مان ٻيا به ڪوڙ ڪم وٺجن ٿا پر هتي اسان هي بحث هن حوالي سان ڪري رهيا آهيون ته وڏي عرصي کان بقول مولانا عبيدالله سنڌي جي ته چوٿين صدي هجري کان مسلمانن قرآن مان غور، فڪر، تدبر ۽ اجتهاد ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ پوءِ جي دور کان اڄ تائين تقليدي راهه تي هلن پيا. ته تقليد جي مشهور ڪيل معنيٰ هيءَ آهي ته فقه جا چار امام امام ابو حنيفه، امام مالڪ، امام شافعي، امام احمد بن حنبل ۽ انهن جي ساٿين قرآن حديث تي اجتهاد ڪري غور فڪر ڪري دنگ ڪيو، انهن کان پوءِ، پوءِ جي دور کان اڄ تائين تقليد بند ۽ ناجائز قرار ڏنل آهي ۽ منهنجي ناقص ڄاڻ مطابق مٿين چئن مجتهد امامن جيڪو اجتهاد ڪيو آهي. اهو ته گهڻو ٿڻو حديثن مان فقهه جون جزئيون ناهيون اٿن. قرآن مان فقهي جزئيون الا ماشاءالله ڪي هونديون.

حديثن تي اجتهاد ڪري پنهنجا پنهنجا فقهه جوڙيا اٿن. آئون شيعه مسلڪ جي فقهه ۽ ان جي ماخذ کان ايترو واقف ناهيان، مون کي هڪ شيعي عالم چيو ته اسان اهل تشيعة وارا، اهل سنت وارن کان وڌيڪ قرآن کي ويجها آهيون. مون کي ايترو موقعو ڪونه مليو آهي جو آئون انهي حقيقت جي کوجنا ڪري سگهان البت هي ڳالهه آئون ڄاڻان ٿو ته حنفي اهلسنت وارن جو فقهه جو ڪتاب هدايه جنهن لاءِ چوندا آهن. **الهدايه في الفقهه ڪالقرآن في الڪتب** يعني فقهه ۾ هدايه ڪتاب جو ايڏو مرتبو آهي جيڏو ڪتابن ۾ قرآن جو مرتبو آهي ته ڪتاب نالي هدايه جنهن تي سني عالم ايڏو فخر ڪندا آهن؛ اهو به شيعي عالم جو لکيل آهي ۽ اهلسنت جي مدرسن ۾ عقيدن سيڪارڻ لاءِ نصاب ۾ داخل

ڪتاب نالي شرح عقائد شيعي عالم جو لکيل آهي، ابن ماجہ حديث جو
ڪتاب اهل سنت وارن جي مدرسن واري نصاب تعليم جو ڪتاب آهي،
اهو بہ شيعو آهي، شيعا چوندا آهن تہ اسان تقليد جي خلاف آهيون اسان
وٽ اجتهاد جاري آهي. اڄ تائين اسان وٽ مجتهد تيار ٿيندا رهن ٿا، اها
جدا ڳالھہ آهي تہ انهن جي اجتهاد جو بہ وڏو دارومدار بہ حديثن تي
آهي، قرآني احڪامن تي اجتهاد جا ڪي بہ اهڙا مثال انهن جي علمي
ادارن مان ٻڌڻ ۾ ڪونہ ٿا اچن ۽ سنڌ جو ناميارو عالم ۽ اسان جي
دوست سرڪش سنڌي جو والد جيڪو منهنجو بہ لائق احترام مهربان
بزرگ هو. مولانا عبدالله چانڊيو مرحوم جيڪو مولانا عبدالڪريم
قريشي مرحوم پير وارن جو بہ استاد هو. اهو اهل سنت جي عالمن
اڳيان سندن مدرسن ۾ جاري نصاب تعليم جي ڪتابن جي مصنفن جي
وڏي لسٽ ٻڌائيندو هو تہ اهي سڀ شيعا هئا ۽ انهن جا جوڙيل ڪتاب
اهل سنت وارن عالمن جي علميت جو بنياد آهن. چڱي ڀاڱي اها لسٽ
مون کي بہ ياد آهي، مطلب تہ علمي رشتي ۽ ناتي سان شيعا سني پاڻ ۾
۽ ويجها مائٽ پيا لڳن. بهرحال سڀ جو سڀ مسلمان قرآن حڪيم جي
ٻڌايل احڪامن تي اجتهاد ڪونہ پيا ڪن. غور، فڪر، تدبر ڪونہ پيا
ڪن، هن جيڪو اجتهاد جا دروازا بند ڪري ڇڏيا آهن. اهو چوڻ تہ
قرآن حڪيم جي هن زماني وارن لاءِ سمجهڻ ۽ فائدي ڏيڻ جو ڪليل
انڪار آهي، قرآن حڪيم رسالت ۽ نبوت جو تحفہ آهي، عطيو آهي،
شاهڪار آهي، ان کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ کان انڪار ڪري پنهنجي فقهي
مسئلن جو بنياد قرآن کي نہ بنائڻ، اهو سڌو سنئون انڪار رسالت آهي،
انڪار نبوت آهي، انڪار قرآن آهي، **ولقد يسرنا القرآن للذكر فهل من
مدكر**، يعني رب پاڪ فرمائي ٿو تہ اسان قرآن کي سولو ڪري نازل
ڪيو آهي پوءِ هجي ڪو جو ان مان قانون سکي جي فرمان جو انڪار
آهي. فقہ القرآن کي پنهنجي سماج ۽ تمدن جي مسئلن لاءِ درسگاهن
۾ شامل نہ ڪرڻ اهو سڌو سنئون قرآن حڪيم جو عملي انڪار آهي،
اعتقادي طور ڪنهن شيءِ کي مڃجي ۽ عملي طور ان جو انڪار ڪجي
تہ اهڙو اعتقاد بہ ڪوڙو چئبو، دوکو چئبو، جيئن قرآن حڪيم ايمان



آڻڻ لاءِ وعملوا الصالحات کي لازم قرار ڏيندو آهي. ڇڻ تہ ايمان جو
ثبوت عمل صالح آهن. بغير عمل صالح جي ايمان جي دعويٰ ڪرڻ
ڪوڙ آهي، ٺڳي آهي، دوکو آهي، منافقي آهي، اها حقيقت هن طرح بہ
سمجهي سگهجي ٿي، مثال طور هڪ شخص دعويٰ ڪري ٿو تہ مون کي
شوگر جي بيماري ڪانهي ۽ آئون تندرست آهيان ۽ ان جي رت ۽
پيشاب جي چڪاس ليبارٽريون فور پلس کان مٿي پيون ٻڌائين يا ان جي
ابتڙ تہ اهو شخص چوي تہ مون کي شگر جي بيماري آهي ۽ بلڊ ٽيسٽ
يورين ٽيسٽ جي رپورٽ ليبارٽريون نل ۽ نارمل پيون ڏسن تہ ڊاڪٽر
يقيني طور ان شخص جي ڳالھہ کي ڪوڙو چئي ليبارٽرين جي رپورٽن
تي ويساهہ ڪندو ۽ ان مطابق نسخو لکندو. اهڙي نموني جيڪڏهن
اسان مسلمان دعويٰ ڪيون تہ اسان جو رهنما ڪتاب قرآن آهي ۽
زندگي جو آئين ۽ قانون لاءِ پنڌ ڪري وڃي ماوراء النهر جي فتوا خانن
کان انهن جي جوڙيل فقہ جون فتوائون پڇنداسون تہ پوءِ قرآن مٿان
ايمان جي دعويٰ لاءِ ڪهڙو ثبوت ڏينداسون؟ ڇا اهو ثبوت ڪافي ٿيندو
تہ اسان پنهنجي مري ويل عزيزن قريبن جي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ
مدرسن جي طالبن ۽ مولوي صاحبن کي گهر آڻي قرآن جو ختم پڙهائيندا
آهيون يا ڪنهن گهر ڀاتي جي مرڻ مهل ڪنهن حافظ کي گهرائي ان
جي مٿان ياسين سگوري پڙهائيندا آهيون يا دڪان ۾ دنڌي ۾ برڪت
لاءِ ٻگهار تي حافظ سگورو مقرر ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو هر روز صبح
جو اچي دڪان تي قرآن جي تلاوت ڪري ويندو آهي يا قرآن تي ايمان
لاءِ الله وٽ هي ثبوت ڪافي ٿيندو تہ مولانا اشرف علي ٿانوي جي لکيل
ڪتاب آعمال قرآني مان ڪير مکڻ مال ۽ ڪاروبار يا بيمارين ٻڙين لاءِ
آيتن جا وظيفا ۽ تعويذ ناهي ڪتب آڻيندا هئاسون ۽ ان سان گڏ ٻاڙي
جي عالمن ۽ لوڪل درگاهن کان بہ قرآني آيتن جا وظيفا بيمارين ۽
ترقين لاءِ وٺي پڙهندا آهيون، قرآن حڪيم ۾ رب پاڪ انساني اجتماعن
ميڙن کي پاڻ ۾ امن ۽ صلح سان رهڻ جا قانون سيکاريا آهن، قومن جي
ترقي ۽ جياپي لاءِ رهنما اصول ٻڌايا آهن، آئون قرآن حڪيم تي ايمان
جي ثبوت لاءِ مٿين مثالن جي روشني ۾ هڪ سوال ڪيان ٿو تہ اسلامي

قانون جو ڇا اهو مطلب ٿي سگهي ٿو تہ معاشري مان زنا جو ڏوهہ ختم ڪرڻ لاءِ قرآني قانون واري آيتہ **الزاني والزانية فاجلد وا كل واحد منهما مائة جلده** يعني زاني مرد ۽ عورت کي سزا طور سئو لڪڻ هڻو تہ ڇا انهيءَ آيتہ تي عمل ڪرڻ بدران جيڪڏهن اها آيت ڪاغذ تي لکي زانيِ مرد ۽ عورت کي ٻانهن ۾ تعويذ طور ٻڌجي يا چيني ۽ اسٽيل جي ٿانوَ تي اها آيت لکي انهن کي پيار جي يا ٺڪر جي ڪنهن نئين ٿانوَ تي لکي پيارجي تہ هو ان ڪان پوءِ اهو ڏوهہ ڪرڻ ڇڏي ڏيندا. يا انهن کي معاشري ۾ خوار ڪرڻ لاءِ ماڻهن جو ميڙ ڪوٺي ڪنهن چوواٽي تي سؤ لڪڻ هڻڻ واري قرآني حڪم تي عمل ڪرڻ سان هو اڳتي اهڙي گناهہ ڪان لنوائيندا رهندا؟ منهنجو سوال ڪرڻ جو مطلب هي آهي تہ قرآن اسان جي جيڪا رهنمائي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهي ان جو طريقو ڇا هجڻ گهرجي ڇا صرف تلاوت ۽ ورد وظيفن ٻانهن ۾ تعويذ طور ٻڌڻ پاڻيءَ ۾ شوڪارا هڻي پيارڻ، يا ان تي عمل ڪري ڏيکارڻ؟ لفظ فقهہ جي معنيٰ آهي غور ۽ فڪر ڪرڻ، سوچ ويچار ڪرڻ ۽ اهو عمل ۽ سلسلو تاحيات ۽ قيامت تائين هجڻ گهرجي، اهو غلط آهي تہ فقهہ جا امام اڳي جيڪو غور فڪر ڪري ويا آهن. هاڻ اڳتي سوچ ويچار ڪرڻ بند آهي. جڏهن تہ سورة اعراف جي آيت نمبر ١٧٩ ۾ آهي تہ **ولقد ذرانا لجهنم كثيرا من الجن والانس لهم قلوب لايفقهون ولهم اعين لايبصرون بهاولهم آذان لايسمعون بها اولائک كالانعام بل هم اضل اولائک هم الغافلون**○ يعني بيشڪ اسان انسانن ۽ جنن مان ڪوڙ سارا دوزخ لاءِ ڇڏي ڏنا آهن، (هن ڪري جو) انهن کي دليون تہ آهن پر انهن سان فقهہ، غور فڪر سوچي ويچار ڪونہ ٿا ڪن. انهن کي اکيون تہ آهن پر انهن سان ڏسن ڪونہ ٿا انهن کي ڪن تہ آهن پر انهن سان ٻڌن ڪونہ ٿا اهي ڍورن ۽ چوپاين جانورن جهڙا آهن. پر اجا بہ وڌيڪ گمراهہ ۽ اهي غافل آهن. هتي تہ مسلمانن فقهہ جو ڪم چئن امامن کي حوالي ڪري پاڻ واندا ٿيو ويٺا آهن ۽ هن آيت جو خطاب ڄڻ هنن سان آهي ئي ڪونہ. شايدانهيءَ ماجرا جو سبب يعني فقهہ نہ ڪرڻ واري قوم جو ڍور ڍڳا بنجي وڃڻ



جو سبب هجي، جيڪو سورت ڪهف جي آيت نمبر ٥٧ ۾ رب تعاليٰ فرمايو آهي **ومن اظلم ممن ذكربايات ربه فاعرض عنها ونسي ماقدمت يداه انا جعلنا علي قلوبهم اكنة ان يفقهوه وفي آذانهم و قراوان تدعهم الي الهديٰ فلن يهتدوا اذا ابدا**○ يعني انهن ماڻهن کان وڌيڪ وڏو ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جن جي اڳيان انهن جي پالڻهار جون آيتون پڙهيون وڃن ۽ هو انهن کان منهن موڙي ڇڏين ۽ پنهنجا ڪرتوت وساري ڇڏي (تہ اهڙن ماڻهن جي انهن روين سبب) انهن جي دلين تي تفقهہ يعني سوچڻ سمجهڻ کان پردا وجهيو ڇڏيون ۽ انهن جي ڪنن ۾ بار پئجيو وڃي اهڙو جو جڏهن هدايت طرف تون انهن کي سڏيندي تہ ڪڏهن بہ ڪونہ ايندا. هن آيت مان ثابت ٿيو تہ جيڪي قومون تفقهہ مان ڪم نہ وٺنديون ۽ قرآن جي حڪمن مّان فقهہ جو انڪار ڪنديون، اهي ڪڏهن بہ هدايت تي نہ اچي سگهنديون جڏهن تہ رب تعاليٰ سورت توبہ جي آيت نمبر ١٢٢ ۾ حڪم ڏنو آهي **وماكان المؤمنون لينفروا كافة فلو لانفرمن كل فرقة منهم طائفة ليتفقهوا في الدين ولينذروا قومهم اذارجعوا اليهم لعلهم يحذرون**○ يعني سڀ جو سڀ مؤمن جنگ تي نہ وڃن، ڇو نہ هر گروهہ مان هڪ ٽولو دين جي تفقهہ ۽ سمجهڻ لاءِ موڪليو وڃي جيڪو موٽي پنهنجي قوم وارن کي (غلط رستن کان) بچائي ڇا هن آيت ۾ جنهن تفقهہ في الدين ڏي سڏيو ويو آهي اهو سڏ چئن امامن تي دنگ ٿي ويو ڇا، ۽ هن آيت سان هن دور يا ايندڙ زماني جي ماڻهن جو واسطو نہ ڇئبو؟ قرآن حڪيم سورت نحل جي آيت نمبر ٤٤ ۾ حڪم فرمائي ٿو تہ **وانزلنا اليک الذكر لتبين للناس مانزل اليهم ولعلهم يتفكرون**○ يعني اي رسول اسان تنهنجي طرف قرآن کي نازل ڪيوسون تہ تون ماڻهن کي بيان ڪري ٻڌاءِ اهو علم جيڪو انهن جي طرف نازل ڪيو ويو آهي، تہ هو انهيءَ تي فڪر ڪن ۽سوچ ڪن. تہ ڇا فقهہ جي چئن امامن جي اجتهاد جو بنياد مانزل اليهم (يعني قرآن) آهي؟ فقهہ وارن چئن امامن جي حيثيت حضور ﷺ جي مقابلي ۾ ڪيتري آهي، جو الله عزوجل پنهنجي رسول کي تہ پابند بنائي ٿو تہ **لتبين للناس مانزل**

**اليهم** اي پيغمبر ماڻهن کي مسئلا انهي علم مان بيان ڪري ٻڌاءِ
جيڪو انهن جي طرف نازل ڪيو ويو آهي، يعني رسول ڪان چار امام
وڏيڪ مجتهد بنجي ويا ڇا جو اهي دين جي هڪڙي اصل ۽ بنياد قرآن
ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي علم ڪي اجتهاد جو بنياد بنائين؟ جنهن جي تدوين
ٽين صدي هجري ۾ ٿي هجي ۽ سورت اعراف جي آيت نمبر ٣ ڪي پوءِ
ڪاڏي ڪندا جنهن ۾ فرمايو ويو آهي تہ **اتبعوا ما انزل اليكم
ولاتتبعوا من دونه اولياء** هت خاص ڪري علماء دين جي خدمت ۾
هڪ ننڍڙي گذارش ڪندس تہ جيڪڏهن چئن فقهہ وارن امامن ڪان
پوءِ اجتهاد بند آهي ۽ خاص ڪري اوهان قرآن حڪيم مان فقهي
جزئيون استنباط ڪرڻ جي اجازت نٿا ڏيو تہ مٿي ڄاڻايل سورت اعراف
۽ سورت جي نحل آيتن تي اوهان غور ڪري ٻڌائيندا تہ **اتبعوا ماانزل
اليكم** مان مراد صرف چار مجتهد امام آهن؟ ڇا اليڪم جو خطاب
پوءِ وارن دورن قيامت تائين ايندڙ ماڻهن لاءِ ناهي؟ ۽ اهڙي نموني سورت
نحل جي آيت ٤٤ ۾ **ماانزل اليهم** مان مراد بہ صرف ساڳيا چار امام
آهن ۽ ماانزل اليهم جو اسان ۽ قيامت تائين پيدا ٿيندڙ ماڻهن سان ڪو
خطاب ۽ واسطو آهي بہ يا ڪونہ؟ جيڪڏهن قرآن مان مسئلا سمجهڻ
جي هر پڙهندڙ جي ذميداري نہ هجي ها تہ پوءِ عبارت مٿ هجي ها اها
هيئن تہ مان انزل لڪم ۽ ما انزل لهم پوءِ شايد اوهان پنهنجي ساڳي ڏاڍ
مڙسي هلايو ها تہ هي ڪتاب نازل تہ توهان جي فائدي لاءِ ڪيو ويو
آهي پر سمجهڻ جو ڪم فقهہ ناهڻ جو ڪم صرف چئن مجتهد امامن
جي ذميداري آهي، پر الله سائين ڪي اوهان جي نڪتہ دانيءَ جي فن ۽
علميت جي خبر هئي ان ڪري ان سڌو سنئون فرمائي ڇڏيو تہ **ماانزل
اليكم ۽ ماانزل اليهم** يعني هي ڪتاب مون هر ماڻهوءَ طرف موڪليو
آهي، هاڻ انهن جي ذميواري آهي تہ هر هڪ ان ڪي سوچي سمجهي،
تقليد نہ ڪري، ڇو تہ مون پنهنجو رسول خاص هن لاءِ موڪليو تہ
**ليضع عنهم اصرهم والاغلال التي كانت عليهم** سورت اعراف آيت
١٥٧ يعني منهنجو رسول هن جي گردنن تان بار هٽائي ۽ تقليد جا ۽
جهالت جا ڳٽ لاهي زنجيرون ٽوڙي، فڪري آزادي وٺي ڏنائين. جن هيٺ



هي دٻيا پيا آهن، پوءِ ڇا انهيءَ ڪان پوءِ بہ تقليد لاءِ ضد ڪرڻ وارن
جي هنن ماڻهن سان مشابهت نظر ڪانہ ٿي اچي، جن لاءِ قرآن پاڪ
سورة بقره جي آيت نمبر ١٧٠ ۾ ٻڌايو آهي تہ **واذا قيل لهم اتبعوا
ماانزل الله قالوبل نتبع ماالفينا عليه آبائنا اولو كان آباء هم
لايعقلون شيئا ولايهتدون**○ يعني جڏهن انهن ماڻهن کي چيو ويندو
هو تہ ان قانون جي تابعداري ڪيو جيڪو الله نازل ڪيو آهي تہ جواب
۾ چوندا هئا تہ اسان انهن جي تابعداري ڪنداسين جن ڳالهين تي
پنهنجي بابن کي ڏٺوسون، توڙي جو انهن جا بابا بي سمجهہ ۽ هدايت
ڪان تڙيل هجن.

جيڪڏهن ڪا قوم پنهنجي هدايت لاءِ براهہ راست قرآن مان
هدايت سکڻ ۽ حاصل ڪرڻ ڪان انڪار ڪري ۽ اهو عقيدو رکي تہ هي
ڪتاب اسان جا وڏا سکي سمجهي ويا ۽ بس هاڻي اسان جا عقل ان جي
سمجهڻ ڪان قاصر آهن تہ بلاشبهہ اهي ماڻهو قرآن ۾ ٻڌايل سورت
توبہ جي آيت نمبر ٣١ ۾ بيان ڪيل ماڻهن سان مشابهہ آهن جن لاءِ
فرمان آهي تہ **اتخذوا احبارهم ورهبانهم اربابامن دون الله والمسيح
ابن مريم وما امروا الا ليعبدوا الها واحدا**○ يعني جن پنهنجي پيرن ۽
مولوين کي الله ڪان سواءِ رب ڪري ڄاتو ۽ عيسيٰ پٽ مريم کي بہ
جڏهن تہ هنن کي هڪ الله جي عبادت جو حڪم ڪيو ويو هو. سورت
يوسف جي آيت نمبر ١٠٨ رب سائين تعليم ڏني آهي تہ **قل هذه سبيلي
ادعوا الي الله علي بصيرت انا ومن اتبعني** يعني اي پيغمبر هي (دين
اسلام) منهنجو اهو رستو آهي جنهن جي طرف آئون ۽ منهنجا تابعدار
بصيرت (فهم ۽ شعور) سان الله جي طرف ماڻهن کي سڏيون ٿا. ڄاڻڻ
گهرجي تہ تقليد ۾ عقل فهم ۽ بصيرت هلائڻ ڪانہ پوندي آهي. اها
مشقت بس اهي مجتهد امام سگورا ڪري ويا، اسان هاڻي رسي ۾ ٻڌل
ڏاند وانگر پيا چڪيا هلنداسون، ياد رکڻ گهرجي تہ بصيرت ۽ تقليد
جي معنلي جو پاڻ ۾ تضاد آهي. سورت الشعراء آيت نمبر ٧٣ ۾ رب
پاڪ مومن جو هي شان بيان ڪيو آهي **والذين اذا ذكروا بآيات ربهم
لم يخروا عليها صما وعميانا**○ منهنجا مؤمن ٻانها اهي آهن جيڪي

جيڪڏهن انهن اڳيان سندن پالڻهار جون بہ آيتون پڙهي ٻڌايون وڃن تہ
اهي ان تي بہ گونگا ۽ انڌا ٿي ڪونہ ڪرندا، يعني جاچي پرکي ڳالهين
سان بصيرت ڪان پوءِ قبول ڪندا، جڏهن تہ تقليد ۾ ايئن ڪونهي. اتي
سڀ بار وڏن تي هوندو آهي، سو تقليد جي حمايتن جي خدمت ۾ عرض
آهي تہ ائمہ مجتهدين جي خيالن اجتهادن راين بابت رب سائين اوهان
کان سوال ڪونہ پڇندو، اوهان کان اوهان جي پنهنجي لاءِ پڇندو، پڙهي
ڏسو بقره جي آيت ۱۴۱ **تلک امۃ قد خلت لها ماکسبت ولکم**
**ماکسبتم ولاتسئلون عما کانوا يعملون**○ هي آيت تہ هئي تہ اڳين
جون ڳالهيون اڳين کان پڇبيون توهان کان نہ، باقي اوهان کان اوهان
جي سوچ سمجهہ جو پڇيو ويندو اهوسورت بني اسرائيل جي آيت نمبر
۳۴ ۾ پڙهي ڏسو **ان سمع والبصر والفواد کل اولائک کان عنه**
**مسئولا**○

# توبہ ۽ مغفرت

تاب، توبا، توبة جي معنيٰ آهي موٽي اچڻ اسان وٽ ڪنهن بہ
گناهہ جي ڪم، بري ڪم، ۽ گندي ڪم کان باز اچڻ، ڇڏي ڏيڻ لاءِ
هي لفظ استعمال ٿئي ٿو، ان ۾ وڏي غلطي ۽ غلط فهمي هيءَ ڦهليل آهي
تہ جيڪڏهن ڪوبہ ماڻهو گناهہ ڪري ۽ غلط ڪم ڪري پوءِ صرف
زبان سان توبہ توبہ جو لفظ دهرائيندورهندو ۽ ورد ڪندو رهندو تہ اهو
ان غلط ۽ گناهہ جي ازالي لاءِ ڪافي ٿي ويندو، درگاهي قسم جي ملن ۽
خانقاهي پير بزرگ سڏائيندڙ احبار ۽ رهبان طرفان بہ ورد وظيفن جا
ڪتاب ڇاپي مارڪيٽ ۾ آندا ويا آهن، جن ۾ قرآن حڪيم جي طرفان
زندگي کي سڌارڻ ۽ ترقي ڪرڻ وارين اصطلاحن ۽ غلطين کان بچڻ
وارين هدايتن وارين اصطلاحن جون تمام غلط معنائون ۽ طريقا لکي
ماڻهن کي منجهائي گمراهہ ڪري ڇڏيو آهي، انهن ۾ ماڻهن کي
سيکارين ٿا تہ ڪنهن گناهہ ڪرڻ کان پوءِ صرف زبان سان توبہ توبہ
چوڻ يا تسبيءَ تي يا آگرين جي ڏوڏن تي ستر دفعا ڪو شخص هر
روز استغفر الله جو ورد وظيفو پڙهندو تہ ان جي ڪاتي ۾
ڪوبہ گناهہ نہ رهندو ۽ اهڙي وظيفي پڙهڻ سان گناهن کان ڌوپجي
پاڪ صاف ٿي ويندو، اهي سڀ ڏس غير عقلي ۽ غير منطقي آهن.
جڏهن تہ لفظ تاب ۽ توبہ جي معنيٰ آهي موٽي اچڻ تہ ان جي معنيٰ آهي
تہ جيئن ڪو شخص غلطيءَ وچان واٽ ڀلجي رستو ڀلجي ڪنهن بہ
واٽي تان هڪڙي رستي بدران ٻئي رستي طرف نڪري ويو ۽ اڳتي وڃڻ
کان پوءِ سمجهہ ۾ آيس تہ هي تہ آئون غلط رستي سان وڃي رهيو
آهيان، مون کي تہ ٻئي رستي سان وڃڻو هئو، پوءِ لازم آهي تہ اهو
شخص اتاهون واپس ٿي ڀلجڻ واري هنڌ ۽ ماڳ ڏي موٽي اچي ۽ اتاهون
پنهنجي مطلوبہ رستي طرف سفر شروع ڪري تہ ان کي توبہ چئبو ۽ اها
توبہ درست نتيجي واري چئبي، پر جيڪڏهن اهو ڀليل ماڻهو ڀل جي

احساس کان پوءِ موٽي ٿئو ۽ اتي بيهي توبہ توبہ جي لفظن جو ورد وظيفو شروع ڪري ڏئي ٿو تہ انهي شخص جي پوري چمار توبہ ڪارگر نہ ٿيندي، جيتري تائين پلجڻ واري ماڳ ڏي موٽي ڪهربل رستي تي هلڻ شروع نہ ڪندو ۽ رڳو صحيح رستي تي هلڻ شروع ڪرڻ ڪافي ناهي، پر جيڪو وقت غلط رستي تي هلڻ سان زيان ڪيو اٿس، ان جو ازالو بہ ڪرڻو اٿس، اهو هن طرح تہ صحيح رستي تي پهچڻ کان پوءِ وري تيز رفتاري سان جلديءَ سان ليٽ ٿيل وقت بہ ڪڍڻو پوندس، انهيءَ کي قرآن پاڪ سورت بقره آيت نمبر ١٦٠ ۾ چيو آهي **الا الذين تابوا واصلحوا** يعني اهي ماڻهو جن توبہ ڪئي ۽ ان غلط عمل جو وري اصلاح بہ ڪري ڏيکاريائون، يعني قرآن حڪيم غلط ڪاري کان توبہ ڪرڻ واري ان غلط ڪاري جي ازالي کي بہ ضروري قرار ڏيئي ٿو، يعني توهان ماڻهن کي زندگي ڪا مفت جي ڪانہ ڏني وئي آهي، جو ايئن ئي بي مقصد ۽ غلطين ۾ کپائي ڇڏيو، پر جي هاڻي يا ڪنهن مرحلي تي اوهان کي احساس ٿيو آهي تہ توهان زندگيءَ جي غلط رستن تي پيا هلو تہ هاڻي اهو احساس تڏهن ڪارگر ٿيندو جو پهريائين صحيح رستن طرف موٽي اچو، پوءِ انهن تي روان دوان ٿي ۽ پنهنجي ڪمن ۽ عملن کي سڌاريو، اهڙي نموني جو اڳين غلطين جو اصلاح ٿي وڃي، پڙهي ڏسو سورت مريم جي آيت ٦٠ فرمان آهي تہ **الا من تاب وآمن و عمل صالحا فاولائڪ يدخلون الجنة ولايظلمون شيئا** ○ يعني معافي ۽ جنت انهن لاءِ آهي جيڪي توبہ ڪن ۽ ايمان آڻين ۽ ڪم سڌارين پوءِ اهي بهشت ۾ داخل ڪيا ويندا ۽ انهن سان ڪابہ زيادتي نہ ٿيندي. سورت فرقان جي آيت نمبر ٧١ ۾ فرمان آهي تہ **ومن تاب و عمل صالحا فانه يتوب الي الله متابا** ○ يعني جو شخص توبہ ڪرڻ کان پوءِ عمل بہ سڌاري پوءِ ان جي توبہ کي درست تسليم ڪيو ويندو، توبہ لاءِ مستقل طور هڪ قانون بہ رب سائين سمجهايو آهي سورت نساء جي آيت ١٧ ۽ ١٨ ۾ فرمان آهي تہ **انما التوبة علي الله للذين يعملون السوء بجهالة ثم يتوبون من قريب فاولائڪ يتوب الله عليهم وڪان الله عليما حڪيما** ○ **وليست التوبت للذين يعملون**



**السيئات حتيٰ اذا حضر احدهم الموت قال اني تبت الان** ○ يعني بيشڪ توبہ انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي ڪا برائي اڻ ڄاڻائي ۾ پل ۾ ٿا ڪن ۽ خبر پوڻ ساڻ ئي جلد توبہ ڪن پوءِ انهن جي توبہ کي رب پاڪ قبول فرمائي ٿو ۽ اهڙي صورتحال کي مالڪ سائين ڄاڻي بہ ٿو ۽ هو حڪمت وارو آهي، ۽ انهن ماڻهن لاءِ ڪابہ توبہ ڪانهي جيڪي برائيون بدڪاريون ڪندا رهن ٿا ۽ موت اچڻ مهل چون ٿا تہ هاڻي آئون توبہ ٿو ڪيان.

مغفرت جي معنيٰ آهي حفاظت جي طلب ڪرڻ، غفر جي معنيٰ آهي ڪنهن شيءِ کي ڍڪي رکڻ، ڍڪڻ، ڍڪ سان ڪليل شيءِ کي بند ڪرڻ، جنگ دوران مقابل حملي ڪندڙ جي ڌڪ کي روڪڻ واري شئي کي مغفر چيو وڃي ٿو جنهن جي معنيٰ زرهہ ۽ ڍال ڪئي ويندي آهي ٻانهو پنهنجي گناهن جي مغفرت رب سائين کان گهري ٿو الله سائين جي نالن مان غفار ۽ غفور بہ ان جي صفاتي نالن مان آهن توبہ ۽ مغفرت جي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ بہ فرق آهي توبہ گذريل وقت ۾ ڪيل گناهن لاءِ اهو لفظ استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ استغفار ۽ مغفرت ايندڙ وقت ۾ گناهن کان بچڻ لاءِ اهي لفظ ڪتب آندا ويندا آهن. جن جو انديشو آهي تہ مون کان گناهہ ٿي سگهن ٿا تہ مغفرت ذريعي ٻانهو الله کان اڳواٽ بچاءُ گهري ٿو، سورت ياسين جي آيت نمبر ١١ ۾ آهي تہ **انما تنذرمن اتبع الذڪرو خشي الرحمان بالغيب فبشره بمغفرة واجر ڪريم** ○ يعني اي پيغمبر بيشڪ تون ڊيڄارين ٿو انهيءَ ماڻهو کي جيڪو تابعداري ڪري ٿو قرآن جي ۽ پرپٺ يا اڻ ڏٺي الله کان ڏجي ٿو تہ اهڙي ماڻهوءَ کي خوشخبري ڏئي ڇڏ مغفرت جي ۽ وڏي اجوري جي، هن آيت ۾ چڻ تہ رب پاڪ گناهن کان بچڻ لاءِ ڏس ڏئي ڇڏيو تہ من اتبع الذڪر يعني جيڪو قرآن جو اتباع ڪندو تہ اهو عمل، ان کي گناهن کان حفاظت ۾ رکندو، سورت الملڪ جي آيت نمبر ١٢ ۾ آهي تہ **ان الذين يخشون ربهم بالغيب لهم مغفرة واجر ڪبير** ○ يعني جيڪي پنهنجي پالڻهار جي قانونن جي پڪڙيءَ کان پرپٺ ئي ڏجن ٿا تہ اهڙن ماڻهن لاءِ مغفرت ۽ وڏو اجر آهي، جيڪي ماڻهو وري وري

گمراهي تي رهندا تہ انهن لاءِ مغفرت ڪانهي سورت نساء جي آيت نمبر ١٣٧ ۾ آهي تہ **ان الذين آمنوا ثم ڪفرواثم آمنوا ثم ڪفرواثم ازدادوا ڪفرا لم يڪن الله ليغفر لهم ولاليهد يهم سبيلا** ○ يعني جن ماڻهن ايمان آندو پوءِ ڪفر ڪيائون وري ايمان آندائون وري ڪفر ڪيائون ۽ پوءِ ڪفر ۾ وڌندائي رهيا تہ اهڙن لاءِ الله وٽ نہ مغفرت آهي نہ ئي هدايت واري واٽ. هنن سڀن دليلن ۽ مثالن مان مطلب آهي تہ توبہ يا مغفرت الله جي قانونن تي هلڻ ۽ بدڪارين کان موٽ ڪائي صحيح عملن تي زندگي گذارڻ سان ئي حاصل ٿئي ٿي. درگاهن تي وڃي دعائون گهرائڻ ۽ وظيفا پڙهڻ ۽ تسبين تي توبہ توبہ ۽ استغفرالله ربي من ڪل ذنب واتوب اليه جا الفاظ طوطي وانگر رٽڻ سان نہ توبہ قبول پوندي آهي نہ مغفرت ملندي آهي.

مغفرت جي معنيٰ جيڪا بخشش ڪئي وڃي ٿي اها جاگيرداري سماج ۽ بادشاهي درباري ڪلچر جي پيداوار آهي تہ بادشاہ سلامت فلان کي بخشي ڇڏيو. فلاڻي کي فلاڻي جاگير بخشيش طور ڏيئي ڇڏي، وغيره وغيره جڏهن تہ رب پاڪ وٽ هر شئي قانون ۽ اصول تي هلندي آهي جنهن جو فرمان آهي تہ **وعدالله الذين آمنوا وعملوا الصالحات لهم مغفرة واجر عظيم**○ سورت مائده آيت نمبر ٩ يعني وعدو ڪيو آهي الله انهن ماڻهن سان مغفرت ۽ اجر عظيم جو جيڪي ايمان آڻيندا ۽ سڌريل عمل ڪندا يا پنهنجا عمل سڌاريندا، هتي درگاهن ۽ خانقاهن جا سجاده نشين وڏي وجد ۾ اچي جاهل مريدن کي چوندا آهن تہ اوهان سموري جماعت وارن کي جنت ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ اسان کي شفاعت جي ڪوٺا مليل آهي، عليم درس کي ڪنهن چيو تہ عليم! تون جيڪو سڀن پيرن لاءِ چوندو رهندو آهين تہ انهن وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي نڳي ٽا ڪن، ههڙا تهڙا آهن، اهو صحيح ٿو چوين، پر اسان وارو مرشد تمام پلو آهي، انهيءَ بابت ڪجهہ بہ نہ چئج، باقي ٻين لاءِ تون صحيح ٿو ٻڌائين، جواب ۾ عليم درس چيس تہ جي اها ڳالهہ ايئن آهي تہ هڪڙو پيرو پنهنجي مرشد کي پنهنجي گهر ۾ رهائي پوءِ صبح اچي ٻڌائجان تہ تنهنجو مرشد ڪيئن آهي، سڀ خبرون پئجي وينديئي.

# ايمان

ايمان جو اصل مادو ا-م-ن آهي. امن جي معنيٰ بي خوفي ۽ اطمينان ۽ سڪون آهي. ڪنهن کي بي فڪر ڪرڻ ۽ مطمئن ڪرڻ آهي تہ ايمان جي معنيٰ ڪنهن حقيقت جي سچائيءَ کي دل جي سڪون سان ۽ ذهن جي اطمينان سان قبول ڪرڻ ۽ ڀروسو ڪرڻ آهي ۽ ان سچائيءَ جي اطاعت ڪرڻ، مڃڻ ۽ جهڪڻ اهو سڀ ايمان جي معنيٰ ۽ مفهوم مان شمار ڪيو ويندو، ايمان اکيون ٻوٽي انڌي يقين جو نالو ناهي ڪن ماڻهن کي سورت بقره جي آيت نمبر ٣ الذين يؤمنون بالغيب مان هي مغالطو ٿيندو آهي تہ ايمان معنيٰ انڌو اعتقاد، اهو ايئن ناهي برابر ماڻهو الله کي ملائڪن کي مرڻ کان پوءِ جيئرو ٿي اٿڻ کي اکين سان اڄ تائين ڏسي نہ سگهيو آهي پر انهن تي ايمان بالغيب ايئن آهي جيئن ڪو شخص اکين بدران پنهنجي عقل فهم ۽ ادراڪ سان سمجهندو آهي يا بصيرت سان سمجهي ويندو آهي، تہ پوک ۾ يوريا وڌي ويندي تہ فصل گهڻو لهندو يعني اناج وڌندو تہ اهڙي نموني ڪيتريون شيون اکين سان ڏسڻ ۽ سمجهڻ بدران بصيرت ۽ شعور ذريعي بہ سمجهيون وينديون آهن جن کي ايمان بالغيب چيو ويندو ۽ اهي عقل مطابق هونديون آهن خلاف عقل نہ هونديون آهن قرآن دعوت فڪر ڏني آهي تہ پنهنجي وجود ۾ غور ڪري ڏسواوهان جي مشنري، عضون جو متناسب هجڻ، هر عضوي جون جدا جدا ذميداريون، توهان جو وجود تہ تمام ننڍڙو آهي، پوري ڪائنات تي غور ڪيو موسمن تي غور ڪيو، ان جي آرٽ ۽ تخليقي سونهن ۽ ترتيب تي غور ڪيو، هڪ هڪ ذرو ڏس پيو تہ خلقڻهار ۽ احسن الخالقين جي هستيءَ کي مڃڻو پوندو، اهو مڃڻ انڌو عقيدو ناهي، پر ڪائنات مان خالق ڪائنات جو اندازو لڳائڻ، اها بصيرت آهي، فهم ۽ ادراڪ آهي، ڪنهن بہ دعويٰ کي سچو سمجهڻ

عقل ۽ ويساهہ ٿيندو اکيون ٻوٽي بغير دليل ۽ عقل جي ڪنهن شيءِ کي
مڃڻ سان بصيرت جي دليلن سان قبول ڪرڻ کان پوءِ ئي ماڻهوءَ کي
اطمينان ۽ سڪون حاصل ٿيندو آهي ان ڪري الله سائين جيڪو ايمان
آڻڻ جو مطالبو ڪيو آهي، حڪم ڪيو آهي، ان ۾ ذهني تسلي ۽
اطمينان کي لازم سمجهڻ گهرجي، انڌو عقيدو خدا کي قبول ڪونهي،
سورت يوسف جي آيت نمبر ١٠٨ ۾ فرمان آهي تہ **قل هاذه سبيلي
ادعوا الي الله علي بصيرة اناومن اتبعني وسبحان الله وما انامن
المشرڪين** ○ يعني اي پيغمبر تون ٻڌائي ڇڏ تہ هي پروگرام منهنجو
آهي الله جي (قانون) طرف ماڻهن کي سڏيان ٿو بصيرت جي اصولن
مطابق (نہ صرف آئون اڪيلو پر) جيڪي منهنجا تابعدار هوندا اهي بہ
بصيرت جي ڳالهہ ڪندا، عقل خلاف انهن جو سڏ بہ نہ هوندو، حضرت
ابراهيم عليہ السلام جڏهن رب سائين کي چيو تہ رب ارني ڪيف تحي
الموتي يعني اي الله مون کي ڏيکار تہ تون مئن کي ڪيئن ٿو جيئرو
ڪرين تہ رب پاڪ جواب ۾ چيس تہ اولم تؤمن، اي ابراهيم اجا تو
ايمان نہ آندو آهي؟ ابراهيم جواب ۾ چيو تہ ايمان تہ آهي پر اطمينان
قلب ڪرڻ چاهيان ٿو، **ولاڪن ليطمئن قلبي** (بقره آيت ٢٦٠) الله
سائين پنهنجي مؤمن ٻانهن خاص ٻانهن جي تعريف ۾ انهن جون
نشانيون ٻڌائيندي فرمايو آهي تہ **والذين اذا ذڪروا بايات ربهم لم
يخروا عليها صما وعميانا** (سورت فرقان آيت ٧٣) يعني الله جا خاص
مؤمن ٻانها اهي آهن جڏهن انهن جي اڳيان انهن جي پالڻهار جي آيتن جو
بيان ڪيو وڃي تڏهن بہ انهن کي گونگا ۽ انڌا ٿي ڪونہ قبول ڪندا.
هنن دليلن مان ثابت ٿيو تہ ايمان جي معنيٰ مفهوم ۾ ايمان آڻڻ ۾ ذهن
جو اطمينان حاصل ڪرڻ ضروري آهي، اکيون کولي ڏسي وائسي معنيٰ تہ
سوچي سمجهي پوءِ ايمان آڻڻو آهي، ڳالهائي ٻولهائي تسلي ڪري پوءِ
ايمان آڻڻو آهي، انهي ڪري قرآن پاڪ فرمايو آهي تہ **لا اڪراه في
الدين قد تبين الرشد من الغي** (بقره آيت ٢٥٦) يعني دين قبول ڪرڻ
لاءِ ڪابہ زور زبردستي ڪرڻ نہ گهرجي هدايت ۽ گمراهي جا رستا
چٽا ۽ پڌرا ٿي چڪا آهن سورت ڪهف جي آيت نمبر ٢٩ ۾ فرمان



آهي تہ **وقل الحق من ربڪم فمن شاء فليؤمن ومن شاء فليڪفر** يعني
اي پيغمبر چئي ڏي تہ توهان جي پالڻهار طرفان حق اچي چڪو آهي
جنهن کي وڻي ايمان آڻي جنهن کي وڻي ڪفر ڪري. پنجن شين تي
ايمان آڻڻ ضروري آهي الله، آخرت، ملائڪ، آسماني ڪتاب، ۽ سڀ نبي
۽ رسول (پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ١٧٧) ايمان صرف زباني
ڪلامي دعويٰ ڪرڻ جو نالو ناهي ان لاءِ دل سان تصديق ڪرڻ بہ
ضروري آهي پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ٨ **ومن الناس من يقول آمنا
بالله واليوم الآخر وما هم بمؤمنين** ○ يعني ماڻهن مان ڪي اهڙا آهن
جيڪي چون ٿا تہ ايمان آندو اٿئون الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي پر انهن
اندر ۾ ايمان ڪونہ آندو آهي. ايمان مان مراد الله جي قانون جي
تابعداري ڪرڻ ۽ ان تي مرڻ گهڙيءَ تائين ڪاربند رهڻ بہ آهي جيئن
سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٠٢ ۾ فرمان آهي تہ **يا ايها الذين
آمنوا اتقوا الله حق تقاته ولاتموتن الاوانتم مسلمون** ○ يعني اي
ايمان وارو! الله جي قانونن تي ڪاربند رهو ۽ ان جي حفاظت ۽ عمل
پيرا رهڻ جو حق ادا ڪيو، ايترو جو جڏهن اوهان تي موت اچي وڃي
تڏهن بہ اوهان الله جي قانونن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ۾ مصروف
هجو، ۽ سورت نساء جي آيت نمبر ٦٥ ۾ فرمان آهي تہ **فلا وربڪ
لايؤمنون حتي يحڪموڪ فيما شجر بينهم ثم لايجدوا في
انفسهم حرجا مماقضيت ويسلموا تسليما** ○ يعني محمد تنهنجي پالڻهار
جو قسم آهي تہ ايستائين اهي ايمان وارا نہ ٿا ٿي سگهن جيتري تائين
توکي پنهنجي اختلافن ۽ جهڳڙن ۾ امين، حڪم ۽ جج تسليم نہ ڪن
۽ تنهنجي فيصلي ٻڌائڻ کان پوءِ ان ۾ ڪو دل اندر ڪتڪو بہ نہ ڪن ۽
باقائدي ان کي مڪمل نموني تسليم ڪن تڏهن انهن جي ايمان کي
مڃيو ويندو.

# تعويذ

تعويذ جو اصل مادو ع و ذ. آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڪنهن جي حفاظت ۾ اچي وڃڻ. دين اسلام ۾ هن جي معنيٰ ۽ تشريح ٿيندي، الله جي قانون جي پناهہ ۾ اچي وڃڻ، اعوذبالله جي معنيٰ آهي تہ الله جي قانون جي حفاظت ۾ اچان ٿو، قانون جي ذريعي، شيطان يا باطل طاقتن جي براين کان بچاءُ وٺان ٿو. ڪي ڪاروباري ۽ غلط ڪار ماڻهو قرآن شريف جي آيتن کي ڪاغذ تي لکي ويڙهي مڙهي ڳچيءَ ۾ ٻانهن ۾ تعويذ ڪري ٻڌن ٿا اهو غلط آهي، اهو ائين آهي جيئن ڪو ڊاڪٽر ڪنهن مريض کي ڪا دوا لکي ڏئي پوءِ اهو مريض ڊاڪٽر وارو نسخو لڪيل تعويذ ڪري ڳچي ۾ پائي ڇڏي، يا خود اها دوا وٺي ڳچيءَ ۾ لڙڪائي ڇڏي يا ان کي گھڙيءَ گھڙيءَ چميون پيو ڏيئي ۽ اکين تي پيو گھمائي، پر اها دوا پيئي نٿو، يا ڊاڪٽر جي چوڻ مطابق استعمال نٿو ڪري تہ اهو عمل ان کي فائدو نہ ڏيندو، شفاء نہ ڏيندو، **قل اعوذبرب الناس يا قل اعوذبرب الفلق** جي معنيٰ الله جي قانون جي پناهہ ۽ حفاظت ۾ اچڻ آهي، قانون جي لفظن کي ڪاغذ تي لکي ويڙهي ڳچي ۾ پائڻ بدران ان تي عمل ڪرڻو آهي.

# تقدير

تقدير لفظ جو اصل آهي قدر، جنهن جي معنيٰ آهي اندازو ڪرڻ ماپ سان يا وزن ۽ تور سان، عربي ٻولي ۾ قدرت الشيءِ جي معنيٰ آهي تہ شيءِ جو تور ڪري ان جو اندازو لڳايم يا ماپ ۽ ڪڇ ڪري ان جو اندازو لڳايم، ڏيگهہ ۽ ويڪر معلوم ڪيم، يا ڪهڙي آهي، ڪيئن آهي، ڪيتري آهي، يا درزين جي اصطلاح ۾ تہ قدرت عليہ الثوب، يعني مون ان جي ماپ مطابق، باڊيءَ جي موافق قدبت جي حساب سان ان جا ڪپڙا تيار ڪيا آهن، اهي ماپا ۽ وزن ۽ انهن مطابق شيون تيار ڪرڻ انهن کي قانون چئبو، ماپن ۽ وزنن جي اندازن سان ڪا شيءِ ٺاهڻ واري عمل کي تقدير چئبو آهي، جڏهن چيو ويندو تہ فلان شيءِ جي، فلان ماڻهوءَ جي الله سائين تقدير جوڙي آهي تہ ان جي معنيٰ ٿيندي تہ ان شيءِ جو قانون جوڙيو آهي، علم طب ۾ تجربن سان اهي قانون معلوم ڪيا ويا آهن ۽ طب جي ڪتابن ۾ نباتات ۽ جمادات لاءِ هر شيءِ جي ڪيفيت ۽ ڪميت لکي وئي آهي تہ فلان شيءِ گرم آهي يا سرد، وري ان جي ڊگري ۽ حد بہ ڏسي وئي آهي، ڪهڙي نمبر ۾ گرم آهي يا سرد آهي وري ان جي رطوبت بابت بہ ڄاڻ ڏسي وئي آهي تہ خشڪ آهي يا تر آهي ۽ اهو بہ ڪيتري ڊگري خشڪ يا تر آهي ان جو ذائقو بہ ڏسيو ويو آهي ۽ استعمال جو طريقو بہ لکيو ويو آهي ۽ شيءِ جو مقدار ۽ وزن بہ لکيو اٿن تہ هيترو يعني رتيون ماسا تولا بہ لکيا اٿن ۽ اهو بہ ڄاڻائن ٿا تہ ان کان وڌيڪ دوا کائڻ نقصان ڏيندي وغيره وغيره مطلب اهي سڀ تفصيل قانون جي معنيٰ ۾ اچن ٿا، تقدير، قدر، ۽ قدرت جي تشريح ۾ وري وري قانون جو ذڪر، معنيٰ مطلب ان ڪري ڪيان ٿو تہ عام ماڻهو ان الله علي ڪل شي قدير جي معنيٰ ۾ الله کي قائدن قانونن کان اصولن ضابطن کان سواءِ ڪنهن ڇڙواڳ حڪمران وانگر ۽

بادشاهانہ مزاج مطابق جنهن تي مهربان ٿيو تہ صفا اڏي ڇڏيس ۽ جي
ڪنهن تي ناراض ٿئي تہ جڙ بٽياد اکيڙي ڀچا ڀير تي ٽنگي ڇڏيس،
واري نموني دنيوي وڏيرو ۽ بادشاهہ سمجهن ٿا. جڏهن تہ سورت
احزاب جي آيت نمبر ٣٨ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ **وكان امر الله قدرا
مقدورا**○ يعني الله جو هر معاملو ٽڪيل توريل اندازن سان هوندو آهي
۽ سورت طلاق جي آيت نمبر ٣ ۾ فرمان آهي تہ **قد جعل الله لكل
شيءِ قدرا**○ يعني رب سائين هر شيءِ لاءِ اندازا ۽ ماپا مقرر ڪري
ڇڏيا آهن تہ اهي ڳالهيون سڀ قدرت جي قانونن طرف رهنمائي ڪن
ٿيون نہ صرف ايترو پر وڏيڪ مالڪ سائين هي بہ پڌرائي فرمائي آهي تہ
آئون قانون جي ڀڪڙي بہ ڪونہ ٿو ڪيان، معنيٰ انهن ۾ دخل اندازي
نٿي ڪئي وڃي سورت احزاب جي آيت نمبر ٦٢ ۾ فرمايائين تہ **ولن
تجد لسنة الله تبديلا**○ الله سائينءَ ڪائنات ڪي وجود بخشڻ لاءِ
پنهنجو هڪ قانون مشيت ناهيو آهي، هر شيءِ ان قانون جي تابع آهي تہ
يفعل الله مايشاء جي معنيٰ هي ٿيندي تہ ڪائنات جي هر شيءِ الله جي
مشيت واري قانون جي تابع آهي جنهن قانون ڪي رب سائين منڌ ۾ پاس
ڪري ڇڏيو آهي هاڻي هر شيءِ قانون جي ماتحت هلندي طوعايا ڪرها
مطلب ان ڪي منهن موڙڻ جو ڪو اختيار ڪونهي. باقي انسانن لاءِ
نباتات ۽ جمادات ڪان قانون ڪجهہ مختلف آهي، طبعي لحاظ سان
جيڪڏهن هو حياتي جي بقا واري غذا ساهہ ڪٽڻ ڪائڻ پيئڻ ڪان بس
ڪندو، نہ واپرائيندو تہ مرندو، سنکيو ڪائيندو تہ مرندو ۽ انساني لحاظ
سان بہ جيڪڏهن ظلم زيادتيون ڪندو تہ سماج سڄو ڊانواڊول ٿي
ويندو ۽ جي عدل انصاف ڪندو تہ سڄو معاشرو باغ بهار ٿي ويندو
هاڻ انسان ڪي اهو تہ اختيار آهي تہ هو ظلم ڪري يا عدل ڪري، پر
اهو اختيار ڪونهيس تہ هو ظلم ڪري عدل جا رزلٽس حاصل ڪري،
اهي نتيجا الله جي مقرر ڪيل قانون جا لازمي حصا آهن. انهن نتيجن ڪي
انسان بدلائي نٿو سگهي، صرف ان ڪي عمل ۾ آزادي ۽ اختيار ڏنو ويو
آهي تہ هو ظلم ڪري يا عدل ڪري، ڪفر ڪري يا اسلام قبول
ڪري، رب تعاليٰ انسان ڪي جن ڪمن جو اختيار ڏنو آهي انهن ۾ پاڻ



ڪوبہ دخل نٿو ڏئي، جي دخل ڏيندو تہ انسان لاءِ جيڪو سورت
دهرجي آيت ٣ ۾ فرمايو آهي **اناهديناه السبيل اماشاكرا
واماكفورا**○ يعني اسان انسان ڪي هدايت وارو رستو ڏسي ڇڏيو آهي
هاڻي ان جي مرضي آهي تہ شڪر واري واٽ وٺي يا ڪفر واري واٽ وٺي
۽ سورت مدثر واري آيت ٣٨ ۾ آهي تہ **كل نفس بماكسبت رهينة**○
يعني هر شخص پنهنجي ڪئي جو ذميدار آهي، ۽ سورت ڪهف جي آيت
٢٩ ۾ آهي تہ **وقل الحق من ربكم فمن شاء فليؤ من ومن شاء
فليكفر انا اعتدنا للظالمين نارا**○ يعني اي پيغمبر تون چئي ڏين تہ
توهان جي پالڻهار طرفان حق اچي چڪو آهي جنهن ڪي وڻي ايمان آڻي،
جنهن ڪي وڻي ڪفر ڪري، اسان تہ ظالمن لاءِ باهہ تيار ڪري ڇڏي
آهي، ۽ سورت اعراف جي آيت ١٤٦ ۾ آهي تہ **وان يروا سبيل الرشد
لايتخذوه سبيلاوان يروا سبيل الغي يتخذوه سبيلا**○ يعني هدايت جو
رستو ڏسندا تہ انهيءَ تي نہ هلندا ۽ جي گمراهي جو رستو ڏسندا تہ ان
تي هلي پوندا. دخل ڏيڻ سان بهانو ملي ويندو تہ اي الله اسان تہ
هدايت واري رستي تي هلون ها پر اسان مجبور هئاسون، سڀ اختيار تو
وٽ هئا هاڻي اسان ڪي گمراهي جي سزا نہ ڏي، ان ڪري انسان جي
معاملي ۾ رب پاڪ ان ڪي پنهنجي عملن ۾ اختيار ڏنو آهي هو ڪرڻ نہ
ڪرڻ ۾ تہ آزاد آهي، باقي انهن عملن جي رزلٽ ۽ نتيجو الله جي هٿ ۾
آهي جيڪو سندس قانون مڪافات جي موافق ملڻو ئي ملڻو آهي، جيئن
سورت حم سجده جي آيت نمبر ٤٠ ۾ فرمايو اٿس تہ **اعملوا ماشئتم
انه بما تعملون بصير**○ يعني جيڪي وڻيو سو ڪيو پيا آئون بہ اوهان
جي عملن جي نگراني ڪيان پيو. تقدير ۽ قانون مشيت جو مسئلو عام
ماڻهن لاءِ اڏ پڙهيل ماڻهن منجهائي ڪري پيش ڪيو آهي، هوئڻ قرآن
حڪيم ۾ پنج سئو آيتن ڪان وڌيڪ تعداد ۾ ان مسئلي جو ذڪر اچي
ٿو، سڀن جو احاطو هن مضمون ۾ ڪرڻ مشڪل آهي، آئون ايندڙ سٽن
۾ ڪوشش ڪندس تہ صرف ان پروپيگنڊا جو جواب ڏيئي سگهان
جيڪا خانقاهن مان ڦهلائي وڃي ٿي تہ انسان مجبور محض آهي، الله
جي ذات قادر مطلق هجڻ جي ناتي ڀانهي ڪان سڀ ڪم زوريءَ ڪرائي

ٿي، انسان بي اختيار آهي جڻ رموٽ تي پيو هلي.

اهل تصوف صوفي سڏائيندڙ خانقاهي مجاور يا ٻيا ٻه جيڪي اهو فڪر ڦهلائي رهيا آهن ته انسان مجبور محض آهي، جيڪو ڪجهه دنيا ۾ ٿيندو رهي ٿو، انهيءَ ۾ اسان کي ڪوبه دخل ناهي ڏنو، اهو سڀ آسمان واري جو کيل آهي، پنهنجيون پاڻ ڄاڻي، اسان کي وچ ۾ ناهي پوڻو، هڪڙي ڏينهن مون کان مفتي محمود مرحوم صاحب سوال پڇيو ته توکي صوفي جي معنيٰ اچي ٿي؟ مون ان کي جواب ۾ چيو ته مون ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو آهي ته صوفي کي صوفي ان ڪري چئبو آهي ته هو رڍن جي ڏاس مان ٺهيل ڪپڙا پائيندا آهن ڏاس کي عربيءَ ۾ صوف سڏبو آهي، تڏهن اهڙن ڪپڙن پائڻ واري کي صوفي چيو وڃي ٿو، مفتي صاحب چيو ته نه صوفي جي معنيٰ هيءَ آهي ته ڪنهن گهر کي ٻاهه لڳي وڃي اتي ويجهو ڪوهه به هجي، ڪوهه تي گرٽو واڏهه ۽ ٻوڪو به هجي، پوءِ اتي ڪو ماڻهو ويٺو به آهي پر ڪوهه مان ٻوڪو پاڻيءَ جو ڪڍي ٻاهه نه وسائي ته پڪ ڄاڻج اهو صوفي آهي، ڇو جو انهن جو اهو نظريو آهي ته اها ٻاهه ان گهر کي الله ڏني آهي، منهنجي ڇا مجال آهي جو الله جي ڪمن ۾ خلل وجهان. جن آيتن جي ڪري انسان کي بي قصور سڏيو وڃي ٿو پهريائين اهي لکجن ٿيون پوءِ جوابي آيتون لکيون وينديون، سورت حج جي آيت نمبر ١٨ ۾ آهي ان الله يفعل مايشاء. يعني الله کي جيڪي وڻي سو ڪندو ۽ ساڳي سورت جي آيت ١۴ ۾ آهي، **ان الله يفعل ما يريد**○ يعني الله جيڪو ارادو ڪندو اهو ڪري ڏيکاريندو ۽ سورت مائده جي پهرين آيت ۾ فرمائي ٿو ته **ان الله يحكم مايريد**○ يعني الله جيڪو گهرندو اهو فيصلو ڪندو، سورت نور جي آيت نمبر ۴۵ ۾ فرمائي ٿو ته **يخلق مايشاء**○ يعني جيڪي وڻي سو پيدا ڪندو ۽ سورت انبياء جي آيت نمبر ٢٣ ۾ فرمائي ٿو ته **لايسئل عما يفعل وهم يسئلون**○ يعني الله کان ان جي ڪنهن به ڪم بابت سوال نه ڪيو ويندو، بلڪ سوال ڪرڻ وارن کان پڇاڻو ٿيندو، ڄاڻڻ گهرجي ته خدا جي چاهت جو مٿين آيتن يا اهڙين ٻين آيتن جو اهو قسم آهي جن لاءِ رب جي حڪم ڪن فيڪون سان اهي شيون وجود



۾ اچن ٿيون پر انهن جي وجود ۾ اچڻ جو هڪ پراسيس آهي ڪن فيڪون جو مطلب ڇو منتر ناهي شين جي وجود ۾ اچڻ جا مڪمل قائدا قانون آهن، هر شيءِ انهن قائدن جي تابع آهي ان لاءِ چيو ويندو ته خدا کي جيڪي وڻندو اهو ڪندو جنهن قسم جو قانون ٺاهيندو ان کي ڪلي اختيار آهي ۽ شين کي ان جي قانون کان ٻاهر رهڻ جو ڪوبه اختيار نه هوندو ۽ الله به پنهنجي قانونن ۾ تبديلي نٿو آڻي، جيئن فرمايو اٿس ته **ولن تجد لسنت الله تبديلا** (احزاب ٦٢) هي ته رب پاڪ جي تخليقي تنظيمي مشيت جو اهو پهلو آهي جنهن بابت هو پنهنجيون ڳالهيون پاڻ ڄاڻي ان کان پڇڻ جو ڪوبه استحقاق ڪونهي. اها عالم امر جي ڳالهه آهي. هاڻي ٻئي مرحلي ۾ هي ڳالهه آهي ته الله سائين جڏهن پنهنجو قانون تخليق ۽ قانون مشيت جوڙي ڇڏيو ته خارجي ڪائنات جون سڀ شيون جيڪي انساني دنيا کان علاوه آهن اهي سڀ ان قانون اڳيان مجبور ۽ تابع آهن، انهن کي هيڏي هوڏي ٿيڻ جي مجال ناهي. البت انسان اهي قانون ڄاڻي سگهي ٿو، سکي سگهي ٿو، ان کان پوءِ ٻيون قسم آهي انسان جي انساني دنيا جو وري ان ۾ به ٻه قسم آهن جيڪي مٿي بيان ٿي چڪا آهن هڪڙو طبعي، ٻيو انساني مستقل قدرن جو، طبعي قسم جا قانون ته خارجي ڪائنات وانگر سمجهڻ گهرجن، باقي انسان جا اهي عمل جيڪي غير طبعي آهن انهن جي ڪرڻ نه ڪرڻ جا ان کي اختيار ڏنا ويا آهن ۽ انهن ۾ به هڪ قانون مڪافات لاڳو ٿيل آهي، جنهن کي سمجهڻ جي وڏي ضرورت آهي، جنهن مطابق انسان کي سندس سٺي عمل جي سٺي موٽ ۽ بدلو ملندو ۽ بري عمل جو برو بدلو ملندو، سٺي عمل جو برو بدلو نه ٿيندو ته بري عمل جو سٺو بدلو به نه ملندو، (جملو معترضو) اسان جي مسلمانن مڪافات عمل ۾ به پنهنجي ڏاڍ مڙسي شامل ڪري ڇڏي آهي، اها آهي شخصيت پرستيءَ جي، يعني هنن پاڻ ڪن ماڻهن لاءِ هتي فيصلا ڪري ڇڏيا آهن، ته تاريخ جا فلاڻا فلاڻا وڏا ماڻهو، اهي ته پڪ بهشتي آهن پر انهن جي اولاد دراولاد به صرف ان ڪري بهشت ۾ ويندي جو انهن جي اولاد آهي، جڏهن ته الله وٽ حسب نسب جي ڪابه حيثيت ڪانهي، حضرت

نوح عليہ السلام پنهنجي پٽ جي سفارش ڪئي، الله سائين جواب ۾
چيس تہ **انه ليس من اهلك انه** عمل غير صالح يعني اي نوح تنهنجو
پٽ تنهنجي اهل مان ناهي، ان لاءِ سفارش نہ ڪر اهو اڻ سڌريل آهي
وري نہ اهڙو سوال ڪجانءِ پوءِ نوح عليہ السلام جي سامهون ان جي
پٽ کي ٻوڙيو ويو نبي ڏسندو رهيو ۽ چپ رهجي ويو، انهي حقيقت کي
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله چيو آهي تہ سَنگ پسي سرهي نہ ٿي،
متان هوت نہ پنهنجو ڪن، ان در مٿي دادليون رئنديون رت وڃن،
چونديون ائين وڃن، متان پاند پسائيو. حضور ﷺ جي شخصيت ۽
حيثيت ڪائنات ۾ سڀني کان مٿاهين آهي، تڏهن بہ رب پاڪ ان سان
سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ٣٩ ۾ هن طرح خطاب فرمائي ٿو تہ
**ولاتجعل مع الله الها آخر فتلقيٰ في جهنم ملوما مدحوراO** يعني اي
رسولﷺ! الله جي قانون جي مقابلي ۾ ڪنهن ٻئي کي الله ناهي ان جي قانون
تي نہ هلجانءِ جي ائين ڪندين تہ توکي ملامت ۽ ڌڪار سان جهنم ۾
وڌو ويندو. هتي اسان **يفعل مايشاء ۽ يحكم مايريد** يعني اهو جيڪو
گهري ٿو ڪري ٿو ۽ جيڪو ارادو ڪري ٿو ان مطابق فيصلو ڪري ٿو،
انهي حقيقت کي سمجهڻ لاءِ عرض آهي تہ خدا جي تخليقي مرحلن جا
ٻہ پروگرام آهن ٻهريون مرحلو جنهن کي عالم امر چئجي ٿو، ان ۾ الله
سائين شين کي عدم مان آڻي انهن جي حفاظت بچاءُ واڌاري ترقي ثابت
رهڻ ۽ ڊهي ختم ٿي وڃڻ لاءِ قانون مقرر ڪري ٿو، انهي مرحلي ۾ ان
جي آزاد طاقت ۽ قوت اهڙي نموني لاڳو ٿئي ٿي جو جيئن وٽيس ٽيئن
ڪري ان لاءِ اڳواٽ ڪو قائدو قانون ۽ حدون مقرر نہ هونديون آهن
اتي يخلق ما يشاءُ ۽ ان الله يفعل مايريد جي معنيٰ ٺيندي تہ جيڪو دل
۾ اچيس ان کي پيدا ڪري ۽ جيڪو ان جي ارادي ۾ اچيس اهوئي
ڪري، انهيءَ صورتحال لاءِ فرمايو اٿس تہ **لايسئل عمايفعل وهم
يسئلون** يعني ان کان ان جي ڪئي بابت ڪوبہ سوال نٿو پڇي سگهجي،
جڏهن تہ انسانن کان انهن جي هر عمل بابت پڇيو ويندو، هتي هيءَ
حقيقت سمجهڻ گهرجي تہ جيئن الله جي چاهت، گهر ۽ مشيت آهي،
اهڙي نموني انسان کي بہ مايشاء ۽ مشيت جو مالڪ بڻايو ويو آهي ۽



چاهت جو اختيار ڏنو ويو آهي هو پنهنجي عملن جو پاڻ جوابدار آهي،
پنهنجن ڪمن ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ ۾ آزاد آهي، وٽيس تہ ڪو ڪم
ڪري وٽيس تہ نہ ڪري، هو مجبور ڪونهي جبر جو عقيدو غلط آهي،
قرآن حڪيم ۾ رب پاڪ انسانن کي بہ چيو آهي تہ **اعملوا ماشئتم**
يعني اوهان پنهنجي چاهت ۽ مشيت مطابق ڪم ڪيو، **انه بماتعملون
بصير** (حم السجده آيت ٤٠) يعني آئون توهان جي مٿان نگران آهيان
چوڪسي ڪيان پيو، منهنجو قانون مڪافات توهان جي عملن کي ڏسي
رهيو آهي. اسان وٽ وڏي حد تائين هي رواج ٿي ويو آهي تہ ڪنهن
ماڻهوءَ کي ڪو ڪم چئبو آهي تہ هو جواب ۾ چوندو آهي تہ جيئن
ڌڻيءَ گهريو، يا ماڻهو چوندا آهن تہ هي ڪم ڪندس انشا الله تعاليٰ،
ائين چوڻ سان جڏهن اهو ماڻهو پنهنجو وعدو پورو نہ ڪندو آهي تہ ان
کان پڇيو ويندو تہ تو هي ڪم يا وعدو پورو نہ ڪيو ڇا جي ڪري؟
تہ جواب ۾ چوندو آهي تہ ڌڻيءَ جي مرضي اها هئي جو ائين نہ ڪري
سگهيس اهي سڀ ڳالهيون غلط آهن، ائين چوڻ بہ غلط آهي، ائين چوڻ
اهو سڀ جبر جي عقيدي جي پيداوار آهي، اهو پنهنجي نڪمي هجڻ جو
الزام، الله تي هٽڻ آهي، اهي جملا، اهي سوچون، خانقاهي دنيا طرفان
جبر جي عقيدي کي عام ڪرڻ لاءِ گهڙيا ويا آهن. ڪتب آندا وڃن ٿا.
مون ١٩٦٧ع کان جمعيت علماء اسلام پارٽي جي تنظيمي ڪم شروع
ڪيو هو ان سلسلي ۾ مختلف شهرن ۾ وڃڻ ٿيندو هو تن ڏينهن ۾
ميرو خان شهر ۾ بہ وڃي رهندو هئس اتي سنڌ جو تمام وڏو عالم
مولانا خوش محمد ميرو خاني رهندو هو ۽ حال حيات هو اهو مولانا
غلام مصطفيٰ قاسمي مولانا عبدالله چانڊيو، مولانا عبدالعزيز رتيديري
واري ۽ ڪامريڊ نذير حسين جتوئي ۽ مولانا ٻير وارن جو استاد هئو ۽
ان وقت هو تمام وڏي عمر کي پهتل هو ڪمزوري هوندي بہ گهران
ٻاهر مسجد جي حجري ۾ گهڻو رهندو هو ڪين منهنجي تنظيمي ڪم
سان ڏاڍي دلچسپي هوندي هئي تمام سنهي ليکي حوال وٺندو هو تہ
ڪهڙن ڪهڙن ڳوٺن ۾ وئين؟ ڪهڙن شهرن ۾ وئين، اتي ڪير ڪير
مليا؟ ماڻهو تحريڪي ڪم لاءِ ڪيترو تيار آهن؟ ڇا ٿا چون؟ وڙهڻ لاءِ

تيار آهن يا ڪونہ؟ ڪهڙا مولوي تنظيمي ڪم ۾ دلچسپي وٺن ٿا.
ڪهڙا پير ان ڪم لاءِ ڪوشش وٺن ٿا؟ ڪڏهن ڪا لاڙڪاڻي ضلعي
ليول جي ياخيرپور ڊويزن جي ليول جي ميٽنگ ٿيندي هئي تہ ان جي
رپورٽ بہ تمام تفصيلي طور وٺندو هو ۽ اهو بہ پڇندو هو تہ نالي وارن
وڏن مولوين ۽ پيرن مان ميٽنگ ۾ ڪير ڪير شريڪ ٿيا. ڪير نہ آيا.
تہ جڏهن ڪن پيرن ۽ نالي وارن جي ميٽنگ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ جي ڳالهہ
ڪندو هئوسان تہ تمام ڪاوڙجي ويندا هئا ۽ ڪين مند جون ٻڌائيندا
هئا ۽ چوندا هئا تہ اهي اڄلهہ جيڪي پير ٻٽيا آهن انهن کان جيڪڏهن
سوال ڪيو ويندو تہ توهان گڏجاڻي ۾ ڇو ڪونہ شريڪ ٿيا تہ
پنهنجي نڪمي هجڻ کي لڪائيندي الله تي الزام هڻندا تہ نہ اچي
سگهياسون الله جي مرضي ائين هئي. بهرحال اهي جملا تہ جيڪي ڏٺيءَ
گهريو يا انشاءالله. ماشاءالله اهي سڀ اڄڪلهہ غلط مفهوم لاءِ استعمال
ڪيا وڃن ٿا. انهن سان انسان جي مجبور محض هجڻ جو تصور ڦهلجي
ٿو بي عملي ڦهلجي ٿي. ڪم چوري پيدا ٿئي ٿي. مختصر طور هتي
انشاءالله جي معنيٰ لکجي ٿي تہ جيڪڏهن الله جي مشيت واري قانون
مطابق اهو ڪم يا ڳالهہ هوندي تہ ٿيندي. اهڙي طرح ماشاءالله جي
معنيٰ بہ اها ٿيندي تہ جيڪو ڪم الله جي مشيت واري قانون مطابق
هوندو اهو ٿيندو. قرآن شريف جي جملي لوشاءالله جي معنيٰ اهڙي
ڪرڻ تہ انسان مجبور ۽ مقهور تصور ڪيو وڃي ۽ ان کي دنيا ۾ ڀلائي
لاءِ تبديلي لاءِ ڪو بہ عمل ناهي ڪرڻو. اهو سڀ ڪم الله جو معاملو
آهي. اها معنيٰ ڪافر ۽ مشرڪ ڪندا هئا. جيڪا غلط آهي. جيئن
سورت انعام جي آيت ۱۴۸ ۾ آهي تہ **لوشاءالله ماشرڪنا** يعني
جيڪڏهن الله چاهي ها. گهري ها. تہ اسان شرڪ نہ ڪيون ها. هاڻ
اسان جيڪو مشرڪ آهيون ان ۾ اسان جو قصور ڪونهي يا سورت
ياسين جي آيت نمبر ۴۷ ۾ آهي تہ **انطعم من لوشاء الله اطعمه**
يعني انهن مسڪين ۽ سڃن کي الله سڃو ڪيو آهي. مسڪين ڪيو
آهي. اسان انهن کي ڇو کارايون. اهو تہ الله جي ڪمن ۾ دخل ڏيڻ
برابر ٿيندو. اسان ائين نہ ڪنداسون. وغيره وغيره تہ اها لوشاءالله ۽



ماشاءالله ۽ انشاءالله جي اهڙي جبر واري معنيٰ تہ ڪافرن ۽ مشرڪن
واري معنيٰ آهي. جنهن کي اڄڪلهہ جون خانقاهون ۽ تصوف جون
درگاهون ڦهلائي رهيون آهن. انسان جي مجبور هجڻ واري عقيدي جبريہ
۽ قدريہ جي قرآن پاڪ سورت يونس جي آيت نمبر ۹۹ ۾ ڪلم
ڪلا ترديد ڪري ڇڏي تہ **ولوشاء ربڪ لآمن من في الارض ڪلهم**
**اجمعين افانت تڪره الناس حتي يڪونوا مومنين**O يعني جيڪڏهن
تنهنجو پالڻهار چاهي ها تہ زمين وارن سڀن ماڻهن کي ايمان وارو مؤمن
بنائي ڇڏي ها (پر اهو جبر رب پاڪ نہ ڪيو) پوءِ ڇا تون (اي رسول)
ماڻهن کي زور سان ايمان قبول ڪرائيندي؟ يعني ايمان ڪفر اهي ٻئي
شيون ماڻهوءَ کي پنهنجي عقل سان رضامندي سان پسند ڪرڻا آهن تہ
جيئن ان سان پوءِ حساب ڪري سگهجي. انسان کي مجبور قرار ڏيڻ
وارا پنهنجي تائيد لاءِ **يغفر لمن يشاء و يعذب من يشاء**O ۽ **يضل من**
**يشاء ويهدي من يشاء**O قرآن جون آيتون پيش ڪندا آهن ۽ انهن جي
معنيٰ ڪندا آهن تہ الله جنهن کي گهري بخشي ڇڏي ۽ جنهن کي گهري
عذاب ڪري. ۽ ٻي آيت جي معنيٰ ڪندا آهن تہ جنهن کي وٺيس
گمراهہ ڪري جنهن کي وٺيس هدايت بخشي ڇڏيس. انهن معنائن
سان الله بابت وڏيرڪو تصور قائم ٿئي ٿو ۽ موج مستي واري بادشاهہ
وارو تصور قائم ٿئي ٿو. جيڪو ڪڏهن تولو ڪڏهن ماسو. يعني الله
وٽ ڪو قانون ڪونهي. اصول ڪونهي. جيئن دنيا جا بادشاهہ ڪڏهن
ڪنهن کي بي ادبي ۽ گستاخي ڪرڻ باوجود انعام اڪرام سان
نوازيندا آهن تہ ڪڏهن ڪنهن سجدي ڪرڻ واري نيازمند کي بہ ڦاهي
تي چاڙهي ڇڏيندا آهن. جڏهن تہ رب پاڪ پنهنجي متان پاڻ قانون
مقرر ڪري ڇڏيا آهن فرمائي ٿو تہ **ڪتب علي نفسه الرحمة** (سورت
انعام آيت ۱۲) يعني رب پاڪ پاڻ تي رحمت ڪرڻ لازم ڪري ڇڏي
آهي علماء. ڪتابت ۽ لکڻ کي قانون جي معنيٰ ۾ لکن ٿا. سورت مجادل
جي آيت نمبر ۲۱ ۾ فرمان آهي تہ **ڪتب الله لاغلبن انا ورسلي** يعني الله
سائين لکي ڇڏيو آهي تہ آئون ۽ منهنجا رسول ضرور غالب ٿينداسون
سورت نجم جي آيت ۳۹ ۾ آهي تہ **وان ليس للانسان الاما سعيٰ** يعني

انسان کي سندس محنت ۽ پورهيي کان وڌيڪ جو حق ڪونهي، سورت انعام جي آيت ١٦٤ ۾ آهي ته **ولاتزر وازرة وزر اخريٰ** O يعني هڪڙي جو بار ٻئي تي نه رکيو ويندو، اهڙيون ڪوڙ ساريون آيتون آهن جيڪي قانون جي حيثيت رکن ٿيون، جن سين جو هٿ لکڻ ڏکيو ٿو لڳي، پر سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ٧٧ ۾ رب سائين هي به فرمائي ڇڏيو آهي ته اسان جي قانون ۾ ڦيرڦار به ڪانه ڏسندين، **ولا تجد لسنتنا تحويلا** O ته جبر جي تائيد ۾ جيڪي ماڻهو **يغفرلمن يشاء ويعذب من يشاء** جي معنيٰ جنهن کي وڻيس بخشي جنهن کي وڻيس عذاب ڪري جي معنيٰ ۾ بخشش وارو قانون ۽ عذاب ڪرڻ لاءِ قانون کي شامل ڪرڻو پوندو، اهڙي نموني ٻي آيت يضل من يشاء ويهدي من يشاء ۾ به گمراهي ۽ هدايت جي قانونن کي معنيٰ ڪرڻ مهل شامل ڪرڻو پوندو، ڇو ته انسان جيڪڏهن مجبور هجي ها ته نباتات جمادات ۽ ٻين حيوانن وانگر هجي ها ته ان کي به **ولوشئنا لآتشينا ڪل نفس هدي ها** (سورت سجده آيت ١٣) يعني هر انسان کي عالم امر واري ليکي مطابق اهڙي جبلت جو تابع ڪري ڇڏيون ها، ان کي ڪنهن قسم جو اختيار نه ڏيون ها پر اسان جو قانون مشيت هي آهي ته اسان انهن کي رسول جي معرفت هدايت ۽ گمراهي جا رستا پڌرا ڪري ڏيون، پوءِ انهن جي مرضي آهي ته **فمن شاء فليؤمن ومن شاء فليڪفر** (سورت ڪهف آيت ٢٩) يعني جيڪو گهري ايمان آڻي جيڪو گهري ڪفر ڪري انهي قانون مشيت واري معنيٰ سان سورت آل عمران جي آيت نمبر ٢٦ ۾ **توتي الملڪ من تشاء وتنزع الملڪ ممن تشاء....** O جي معنيٰ به اها ٿيندي ته بادشاهي ڏيڻ لاءِ به قانون آهي ته کسڻ لاءِ به قانون آهي ته پوءِ ياد رکڻ گهرجي سورة دهر جي آيت نمبر ٣٠ **وماتشائون الا ان يشاء الله** جي مشهور ۽ مروج اها معنيٰ غلط قرار ڏني ويندي ته اوهان نٿا گهرو مگر جيڪي ڪجهه الله گهري، اهڙي معنيٰ سان مٿي آيت نمبر ٢٩ سان تضاد تڪر ٿي پوندو، جنهن کان قرآن، پاڪ ۽ آجو آهي ۽ مٿي آهي **ان هذه تذڪرة فمن شاء اتخذالي ربه سبيلا** O يعني هي قرآن نصيحت آهي جيڪو گهري اهو هن کي الله ڏي پهچڻ جو رستو



قرار ڏئي ته هاڻي **وماتشاؤن الا ان يشاء الله** جي درست معنيٰ هي ٿيندي ته اوهان پنهنجون چاهتون الله جي چاهتن خلاف نه بنايو، ان کي عربي گرامر ۽ معاني جي قائدن جي روشني ۾ نفي مضارع جي معنيٰ کي خبر جي انشاء، واري معنيٰ ۾ آڻڻ جي صنعت چيو ويندو آهي، جنهن کي مختصر المعاني واري هن طرح بيان ڪيو آهي ته **ثم الخبرقد يقع موقع الانشاء اما للتفاول اولاظهار الحرص في وقوعه ڪمامراو للاحترازعن صورة الامر** (صفحو ٢٣٢) هوئڻ ته تقدير جي معنيٰ مفهوم کي قرآن حڪيم پنهنجي فن تصريف آيات سان چنڊي ڇاڻي صاف ڪري آسان نموني سمجهائي ڇڏيو آهي، پر مجوسين، يهودين، ۽ عيسائين ڏٺو ته اسان ته پنهنجي دين جو ٻيڙو ٻوڙي اتي قيصريت ۽ ڪسرويت پيدا ڪري ڇڏي سون، پوءِ هي اسلام ۽ مسلمانن جودين ڇو ترقي ڪري، سو انهن سڌن سادن مسلمانن جي صاف ذهن ۾ فلسفي مونجهارا ۽ منطقي تڏا اگر مگر چونڪ چنانچه سان داخل ڪري انهن کي به پاڻ جهڙو ڪري ڇڏيو، مون هن مضمون ۾ تقدير جي مسئلي سمجهائڻ لاءِ تمام ٿورو لکيو آهي. گهڻو گهٽ لکيو آهي منهنجو هي مجموعو مختلف مضمونن جي صرف جهلڪين پيش ڪرڻ تائين محدود آهي انهيءَ لاءِ ته دلچسپي رکندڙ ماڻهو علم جي درياءَ ۾ داخل ٿي پاڻ سوجهرو حاصل ڪن ۽ خلق خدا کي به روشني بخشين.

# معجزو

معجزي جي لفظي معنيٰ آهي ڪنهن کي عاجز بنائڻ واري شيءِ. تاريخ ٻڌائي ٿي ته ماڻهن پنهنجي زماني جي نبين کان معجزن ڏيکارڻ جا مطالبا ڪيا آهن. انهن معجزن جي معنيٰ هي ٻڌائي وڃي ٿي ته خرق عادت، يعني عام روٽين کان سواءِ ۽ فطرت جي قائدن کان ابتڙ ڪو ڪرشمو ڪيو وڃي، جنهن سان انسان جو عقل عاجز ٿي وڃي ۽ لاجواب ٿي وڃي، پوءِ اهڙي ڪرشمي معجزي جي بنياد تي نبي ۽ رسول جنهن معجزو ڏيکاريو ان کي سچو تسليم ڪري. حضرت موسيٰ عليه السلام لاءِ جن خرق عادت معجزن ڏيکارڻ جو ذڪر قرآن ۾ آهي انهن مان درياءَ جو ڦاٽي رستا ڏيڻ، جبل مان پاڻيءَ جا چشما ظاهر ٿيڻ، لٺ جو نانگ بنجڻ، هٿ جو سفيد روشن بنجڻ، وغيره وغيره حضرت عيسيٰ عليه جا معجزا، مئلن کي جيئرو ڪرڻ، ڪوڙهه جي مريضن جو تندرست ٿيڻ، پکين جو بوتو ٺاهي وري انهن کي اڏارڻ، حضرت ابراهيم عليه السلام کي پيرسني ۾ پٽ ٿيڻ، باهه جي آڙاهه جو ٿڌو ٿيڻ، وغيره وغيره مشهور آهن. ڪي عالم انهن معجزن کي خلاف عقل ۽ خرق عادت تسليم نٿا ڪن، انهن جو چوڻ آهي ته اهي سڀ ڳالهيون ممڪنات مان آهن ۽ ڪجهه سمجهڻ جو به مسئلو آهي، انهن لفظن جون اهي ظاهري معنائون آهن، جيڪي عقل جي خلاف لڳن ٿيون نه ته اصل معنائون باقائدي محاورن ۽ سائنسي پسمنظر سان جيڪڏهن سمجهيون وڃن ته اهي عجوبا ممڪنات مان آهن، فطرت موافق آهن، انهن عالمن جو چوڻ آهي ته هي درست آهي ته باهه ساڙيندي آهي ۽ پاڻي وهڪري سان وهندو آهي ۽ هي به درست آهي ته الله کي باقائدي طاقت ۽ قدرت آهي ته هو باهه مان ساڙڻ واري طبيعت ختم ڪري ڇڏي ۽ پاڻيءَ مان وهڪري واري نرمي ۽ پٽڙو هجڻ ختم ڪري ڇڏي. پر الله



سائين پنهنجي قانون جي پيچڪڙي نه ڪندو آهي، پوءِ انهن عالمن انهن الفاظن ۽ جملن جون تاويلي معنائون ڪيون آهن، جن جو هتي لکڻ منهنجي مقصد ۾ شامل ناهي، آئون معجزي جي مضمون ۾ جيڪا گذارش ڪرڻ چاهيان ٿو ان جو تعلق صرف ختم المرسلين رسالت مآب ﷺ سان آهي، سو به اهو جيڪو قرآن حڪيم جي حوالي سان سورت الانعام جي آيت نمبر ٣٥-٣٧ ۾ آهي ته اي پيغمبر توتي انهن ماڻهن جو منهن موڙڻ يعني ايمان نه آڻڻ ۽ تنهنجي دعوت کان پاسيرو ۽ پنيرو ٿيڻ ڏکيو ٿو گذري، پوءِ جيڪڏهن تو ۾ سگهه آهي ۽ طاقت آهي ته زمين ۾ ڪا سرنگ کوٽي يا آسمان تي ڪا ڏاڪڻ لڳائي انهن لاءِ ڪا نشاني (معجزو) آڻي ڏين، تڏهن به اهي ڪونه سڌرندا، تنهنجي ڳالهه تي ڪونه ايندا، انهن جي هدايت لاءِ انهن جا اختيار زوريءَ ختم ڪري انهن کي هدايت تي گڏ ڪرڻ لاءِ هلائڻ، الله لاءِ ڪا مشڪل ڳالهه ڪانهي، پر ان جي اها مشيت ڪانهي، صرف هڪڙو رستو آهي ته هو الله جي مشيت واري قانون تي هلن، انهي کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو ڪونهين ان ڪري تون به حقيقت کان بي خبر ماڻهن واريون ڳالهيون ڪرڻ ڇڏي ڏي، اڳتي آيت ٣٧ ۾ فرمائي ٿو ته **ان الله قادر علي ان ينزل آيته ولاکن اکثر هم لايعلمون**○ يعني اسان جي قدرت ۽ طاقت ۾ ته آهي جو ڪا آيت (معجزو) نازل ڪري ڏيکاريون پر هاڻ جن ۾ گهٽائي ڇتن ۽ اڻ ڄاڻن جي آهي انهن سان فضول ڳالهيون نٿا ڪرڻ گهرون، اصل ۾ اسان معجزن ذريعي عقل کي پردو وجهندڙ طريقن سان ماڻهن کي مڃائڻ نٿا گهرون، اسان چاهيون ٿا ته توهان عقل ۽ بصيرت سان اسان جي دعوت تي پروگرام تي غور فڪر ڪري پوءِ قبول ڪيو، جنهن سان صحيح ۽ غلط شيءِ ۾ تميز ڪري سگهو، هوش عقل جي سلامتي سان اسان جو ساٿ ڏيو، اسان کي انڌي نموني ايمان آڻڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، معجزن ڏيکارڻ تي قدرت رکندي به اسان توهان کي معجزا ڪونه ڏيکاريندا سون، سورت اعراف جي آيت نمبر ٢٠٣ ۾ فرمان آهي ته **واذا لم تا تهم بايته قالو لولا اجتبيتها قل انما اتبع مايوحيٰ الي من ربي هذا بصائر من ربکم و هدي ورحمة لقوم يؤمنون**○ يعني اي

رسول توسان اهي هن شرط تي ناهہ ڪرڻ گهرن ٿا تہ تون انهن جي
مرضيءَ مطابق قرآن جا احڪام ڏين ۽ توکي چون ٿا تہ جيڪڏهن
تنهنجو خدا ان ڳالهہ تي راضي ناهي تہ تون پنهنجي طرفان ئي گهڙي
ڏي، تون انهن کي چؤ تہ (آئون پنهنجي طرفان ڪابہ ڳالهہ ناهي ٺٺو
سگهان. آئون تہ صرف ان وحي جي تابعداري ڪيان ٿو جيڪا منهنجي
پالڻهار مون ڏي نازل ڪئي آهي ۽ اهو قانون سڄي دنيا وارن لاءِ بصيرت ۽
دليلن جو مجموعو آهي ۽ ان مٿان ايمان آڻڻ وارن لاءِ هدايت ۽ رحمت
جو سرچشمو آهي، سورت بني اسرائيل ۾ آيت نمبر ٥٩ آهي تہ
**ومامنعنا ان نرسل بالآيات الا ان كذب بها الاولون**O يعني اسان کي
معجزن ڏيکارڻ کان انڪار ڪونهي، پر اڳين تجربن مان ثابت ٿي چڪو
آهي تہ معجزن ڏيڻ کان پوءِ بہ ايمان ڪونہ ٿا آڻين، جڏهن ڳالهہ ايئن
آهي تہ پوءِ معجزن ڏيکارڻ جو فائدو ڪهڙو، سورت روم جي آيت ٥٨
۾ آهي تہ **ولئن جئتهم بآية ليقولن الذين كفروا ان انتم
الامبطلون،** يعني اي پيغمبر جيڪڏهن تون انهن ڏي ڪو معجزو ۽
نشاني ڪٺي بہ وڃين تڏهن بہ اهي توکي حق تي مڃڻ بدران باطل
سڏيندا. سورت يونس ۾ آيت ٣٨ ۾ آهي تہ **ام يقولون افتراه قل
فاتوا بسورة مثله وادعوا من استطعتم من دون الله ان كنتم
صادقين**O يعني مخالف چون ٿا تہ تو قرآن پاڻ ناهيو آهي تون انهن
کي چؤ تہ (قرآن خود وڏو معجزو آهي) هجي ڪنهن ۾ دم تہ هڪڙي
ان جهڙي سورت تہ ناهي ڏيکاريو، ٻلي الله کان سواءِ، پنهنجا چڱا مٺا
سڀ گڏجي بہ ناهي ڏيکاريو، خبر تہ پوي، ان ڪري رب سائين جي
منشا اها آهي تہ پنهنجي عقل ۽ بصيرت کان ڪم وٺي ايمان آڻيو ۽
منهنجي رسول جو ساٿ ڏيو، جيڪڏهن معجزن جي ذريعي توهان جي
عقل کي مائوف ڪري اوهان کي ايمان آڻڻ تي مجبور ڪجي تہ پوءِ اهو
ايمان ڪهڙي ڪم جو ٿيو زور جي ميندي ڪارگر ناهي ايئن تہ الله
اوهان جا جمادات ۽ نباتات ۽ ٻين حيوانن وانگر اختيار ڪسي ايمان تي
هلڻ لاءِ بہ مجبور ڪري سگهي پيو، پر هو چاهي ٿو تہ شعور ۽ بصيرت
۽ اختيار سان ساٿ ڏيو، يا ساٿ نہ ڏيو، باقي ماٺهو سورت قمر جي



پهرين آيت اقتربت الساعت وانشق القمر جي معنيٰ چنڊ ٻہ اڌ ٿيڻ جو
معجزو قرار ڏين ٿا، اها معنيٰ غلط آهي، اها فتح مڪي جي بشارت آهي،
جو عربن جي حڪومت جي جهنڊي جو نشان چنڊ هو، معراج جو لفظ
سڄي قرآن ۾ ڪونهي، **سبحان الذي اسريٰ بعبده ليلا من المسجد
الحرام الي المسجد الاقصا** مان مڪي کان مديني طرف هجرت آهي،
جنگ بدر ۾ ومارميت مان مراد ٺڪريون ناهن تير آهن ۽ جنگ ۾ فرشتن
جي مدد جي خوشخبري تہ آهي پر موڪليا ڪونہ ويا هئا. ان ڪري
انهن کي معجزن مان شمار نہ ڪبو.

# تزڪيہ نفس ۽ روحانيت

هتي نفس جي معنيٰ، تزڪيہ جي معنيٰ ۽ روحانيت واري اصطلاح جي معنيٰ، پهريائين جدا جدا عرض رکجي ٿي. لفظ نفس هڪ کان وڌيڪ معنائن لاءِ استعمال ٿيو آهي، پهريائين تہ نفس جي معنيٰ آهي ”شخص“ جيئن سورت بقره جي آيت ٧٢ ۾ آهي تہ واذقتلتم نفسا. يعني اوهان جڏهن هڪ ماڻهوءَ کي يا هڪ شخص کي قتل ڪيو. ٻئي هنڌ پنهنجو پاڻ لاءِ بہ اهو لفظ استعمال ٿيو آهي جيئن سورت بقره جي آيت ٤٤ ۾ آهي تہ **اتامرون الناس بالبروتنسون انفسكم** يعني توهان ماڻهن کي تہ نيڪيءَ جو حڪم ڏيو ٿا پر پاڻ کي وساري ٿا ڇڏيو ۽ ٻئي هنڌ نفس جي ساڳي معنيٰ جمع جي صيغي ۾ پوري برادري ۽ راڄ لاءِ بہ آئي آهي جيئن بقره جي آيت ٨٤ ۾ آهي تہ **ولاتخرجون انفسكم من دياركم** يعني اوهان پنهنجو پاڻ کي پنهنجي گهرن مان نيڪالي تہ نہ ڏيو ۽ سورت نحل جي آيت ٧٢ ۾ فرمان آهي تہ **والله جعل لكم من انفسكم ازواجا** يعني الله توهان مان (توهان جهڙا) جوڙا جوڙا پيدا ڪيا. مطلب تہ نفس جي معنيٰ ٿي انساني شخصيت. هتي نفس جي معنيٰ سمجهڻ ۾ هڪ واڌاري ڳالهہ بہ آهي تہ نفس جي هڪ معنيٰ آهي فرد، ماڻهو ۽ شخص واحد ۽ جيڪا اضافي معنيٰ آهي انسانيت واري ڪماليت، صاحب اختيار، شخصيت ۽ روح خداوندي جي حوالي سان الوهياتي توانائي، جنهن سان انسان ۾ ذميدارين ۽ خلافت جي ڪمن سنڀالڻ جا بار اچي وڃن ٿا ۽ انهيءَ ڊيوٽيءَ جي لائق بنائڻ لاءِ. جنهن سان هو انساني اجتماعن کي درست رکي سگهي، انهن کي سماجي برائين ۽ گدلاڻ کان بچائي، معاشري کي ترقي جي شاهراهن تي هلائي سگهي، قرآن حڪيم جي منشور مطابق رياست ۽ ميڙن ۾ عدل ۽ مساوات جو بهتر انتظام قائم ڪري سگهي، جنهن ذريعي ماڻهن جي، رعيت وارن جي، بهتر پرورش ٿي سگهي، جنهن کي قرآن حڪيم **اقيموا الصلوة**



**وآتوا الزکوة** جي حڪم ۾ سمجهايو آهي، اتي زکوة جي معنيٰ آهي بلڪ متئين سڄي فرمان جي معنيٰ آهي تہ قرآن حڪيم ذريعي سمجهايل نظام پرورش کي اهڙي طريقي سان قائم ڪري ڏيکاريو. جنهن سان **آتوا الزکوة** جو مکمل مظاهرو ٿئي يعني ماڻهن جي بهتر پالنا ٿئي، انهن کي خوراڪ صحيح ملي، رهائش لاءِ گهر سٺا ملن، محلن ۽ شهرن ۾ صفائي سٺائي جو بهتر انتظام هجي، ڪين تعليم مکمل طور آسانيءَ سان ملي، بيماريءَ بڙيءَ ۾ بهتر ۽ شايان شان علاج ملي، بڪ بيروزگاري جهالت ۽ بيمارين کان محفوظ رهن. زکوة لفظ جي اردو ۽ فارسيءَ ۾ معنيٰ آهي نشونما ۽ سنڌيءَ ۾ صاف سٺي پالنا ۽ واڌ ويجهہ معنيٰ ٿيندي، مسلمانن جي ملڪن ۽ معاشرن ۾ ڪي ماڻهو پاڻ کي پير سڏائي درگاهون ۽ خانقاهون کولي ويٺا آهن ۽ اتي هو چون ٿا تہ اسان ماڻهن جو تزڪيہ نفس ڪيون ٿا، عوام کي، پيرن کي، مريدن کي، عرض ڪيان ٿو تہ تزڪيہ نفس درگاهن ۽ خانقاهن ذريعي ڪونہ ٿيندو آهي، تزڪيہ اجتماعي عمل ذريعي ٿيندو آهي، جيڪو ڪنهن بهتر گورنمنٽ ٿاهڻ سان ٿي سگهندو، سڌريل انتظاميہ گڏ گورننس ذريعي ٿي سگهندو آهي، تزڪيہ نفس معاشي خوشحالي ذريعي ٿي سگهندو آهي، تزڪيہ نفس سٺي تعليم ذريعي ٿي سگهندو آهي، جنهن جو اجتماعي انتظام ڪا رياستي مشنري ئي ڪري سگهندي، جنهن لاءِ وڏي بجيٽ جي ضرورت هوندي، جيڪا هيڊ آف اسٽيٽ ۽ رياستي مشنري رعيت کان وصول ڪري، ان ذريعي رعيت جي نشونما خوشحالي ۽ ترقي جي راهن تي خرچ ڪندي آهي، جنهن کي قرآن پاڪ سورت ليل جي آيت ٥ ۾ فرمايو آهي **فاما من اعطي واتقيٰ** يعني جيڪو پنهنجي ڪمائي مان ڏيندو اهوئي تقويٰ جي شاهراهہ تي هلي سگهندو، جنهن کي انهي سورت جي ستين آيت ۾ وڌيڪ چٽو ڪري سمجهايو ويو آهي تہ **فسنيسره لليسريٰ** يعني اجتماعي ڪمن تي خرچ ڪرڻ وارن کي اهي ڪم سولا ڪري ڏيون ٿا ۽ اجا وڌيڪ انهي مسئلي کي انهي سورت جي آيت نمبر ١٨ ۾ قرآن حڪيم کولي سمجهايو تہ **الذي يؤتي ماله يتزكي** يعني جيڪو ماڻهو نوع انسان جي پرورش لاءِ پنهنجو مال

خرچ ڪندو اهوئي ترقي ڪري سگهندو، هتي خانقاهن تي تہ نہ اها اجتماعي سوچ آهي، نہ ئي تزڪيہ جي اها معنيٰ انهن کي پسند ۽ قبول هوندي، ڪن درگاهن تي مريدن کان ڪتا وهنجاريا وڃن ٿا، يا ڳولايا وڃن ٿا، ڪن خانقاهن تي خلافت انهي مريد کي ملي ٿي جيڪو مريدن ۾ واڌارو ڪري، نوان شڪار ڦاسائي ڏئي، هتي خانقاهي ڪورس ۾ تزڪيہ نفس جي معنيٰ ئي قرآن واري معنيٰ جي ابتڙ آهي، قرآن واري معنيٰ آهي ترقي ڏيارڻ نشونما ۽ واڌاري لاءِ خوشحالي لاءِ انتظام ڪرڻ، جڏهن تہ خانقاهي ڊڪشنري ۾ معنيٰ آهي تہ نفس کي ماريو، بکون ڏيوس، اذيتون ڏيوس، لغام چاڙهيوس، اهو سرڪش ٿي ويو آهي. خانقاهن وارا تزڪيہ نفس لاءِ نفس ڪشي جي اصطلاح ڪتب آڻيندا آهن جنهن جي معنيٰ آهي نفس کي ڪهڻ ۽ قرآن حڪيم جي رهنمائي مطابق معنيٰ آهي نفس جي ترقي خوشحالي ۽ ان جي گهربل ضرورتن جو انتظام ڪري ڏيڻ، انهي معنيٰ کي تقابلي لحاظ سان سورت شمس جي آيتن ۹ ۽ ۱۰ ۾ بهتر نموني سمجهايو ويو آهي مٿي آيت نمبر ۷-۸ ۾ آهي **ونفس وما سواها○ فالهمهافجو رهاوتقواها○ قد افلح من زكاها○ وقد خاب من دساها○** هتي زڪاها جي مقابلي ۾ اکر آهي دساها، جو، عربي ۾ يد سہ في التراب جي معنيٰ آهي مٽي ۾ پورڻ ڪڏ کوٽي دفن ڪرڻ وغيره تہ اهو لفظ جڏهن زڪا جي مقابلي ۾ آيو تہ زڪا جي ازخود معنيٰ ظئہ ٿي وئي تہ ڪنهن شيءِ کي ڇنڊي صاف ڪري ڪولڻ ۽ وڌائڻ، چاڙڻ گهرجي تہ زڪوة جو معنيٰ ۽ مطلب اهو ڪونهي جيڪو اڄڪلهہ مشهور آهي مال جي چاليهين پتي، يعني هڪ سئو روپين تي اڍائي روپيا انهيءَ جو قرآن حڪيم ۾ ڪٿي بہ ذڪر ڪونهي، نہ صرف ذڪر ڪونهي پر شايد سرمائيدارن قرآن جي ضد ۾ وقت جي مذهبي ٺيڪدارن کان اهو نصاب ڪنهن هٿرادو حديث ذريعي مشهور ڪرايو آهي، ڇو تہ سچي حديث جي نشانين مان مک نشاني هي آهي تہ اها قرآن جي خلاف نہ هوندي، قرآن شريف ۾ مال ڪيترو الله جي راهہ ۾ خرچ ڪجي ان لاءِ ڪليل صاف رهنمائي مليل آهي سورت بقره جي آيت نمبر ۲۱۹ ۾ آهي تہ **يسئلونك ماذا ينفقون قل العفو**



يعني اي پيغمبر توکان سوال ڪن ٿا تہ ڪيترو خرچ ڪرڻو آهي (پنهنجي ڪمائي مان) تون انهن کي ٻڌائي ڇڏ تہ جا بچت شيءِ آهي اها خرچ ڪري ڇڏيو، اها اوهان جي ناهي، تہ زڪوة جي معنيٰ مقرر پئسو ڏيڻ ناهي بلڪہ ماڻهن جي پرورش پالنا خوشحالي ترقي جي ڪمن جو نالو آهي، زڪوة، پڙهي ڏسو سورت حج جي آيت نمبر ۴۱ **الذين ان مكناهم في الارض اقاموا الصلوة واتوالزكوة وامروا بالمعروف ونهواعن المنكرولله عاقبت الامور○** يعني اهي ماڻهو جن کي اسين زمين تي اقتدار ڏياريون، حڪومت ڏياريون، قبضو ڏياريون تہ انهن تي لازم آهي تہ هو قائم ڪن قرآن واري نظام جي تابعداري وارو ڪلچر ۽ رعيت کي خوشحالي ۽ ترقي ڏيارڻ وارو نظام قائم ڪن ۽ نيڪي جي ڪمن جا احڪام جاري ڪن ۽ بڇڙاين تي بندش وجهڻ وارا احڪام لاڳو ڪن، پوءِ معاملن جي پڇاڙي الله مڙوئي چڱي ڪندو، يعني اوهان مٿيان احڪام عمل ۾ آڻيندو تہ انهن جو رزلٽ بہ سٺو نڪرندو، سورت احزاب جي آيت نمبر ۳۳ ۾ پيغمبر سائين جي گهر وارين کي حڪم آهي تہ **واقمن الصلوة وآتين الزكوة** يعني اي اهل بيت رسول! اوهان نظام صلوة قائم ڪيو ۽ زڪوة ڏيو جڏهن تہ هي طئہ آهي تہ رسول الله ﷺ جي گهر ۾ ڪڏهن بہ ايترو مال جمع نہ ٿيو جو موجوده وقت ۾ جنهن کي نصاب زڪوات سڏيو وڃي ٿو، تہ آتين الزڪوة جي معنيٰ حڪومتي حوالي سان خدمت خلق آهي، نہ سئو تي اڍائي روپيہ، هنن مثالن بيان ڪرڻ جو خلاصو هي آهي تہ مسلمانن وٽ خانقاهن جي نالن تي تزڪيہ نفس ۽ روحانيت جي نالي سان جيڪي ڪاروبار هلن ٿا، واپار هلن ٿا هٽ هلن ٿا، بغير محنت ۽ پورهيي جي نذرانن ذريعي لنگر خانا هلن ٿا، پيرن جي نالي تي ديڳيون چڙهن ٿيون، **وماهل به لغير الله** جا ڪاڌا هر روز سوين هزارين ماڻهو پيا کائين ٿا، انهي سان ڪابہ روحاني ترقي ڪانہ ٿي ٿئي، ڪنهن جو بہ تزڪيہ نفس ڪونہ ٿو ٿئي، نہ پير جو نہ مريد جو، بلڪہ انهن اڏن تي مفت خوري محنت ۽ پورهيي کان انڪاري ذهن پيدا ٿين ٿا، تزڪيہ نفس، اجتماعي معاشرتي سماجي سڌاري سان ٿيندو آهي جيڪو حڪومت جي ذريعي ٿيندو آهي.

# پردو

مذهبي حوالي سان مذهبي سماج ۾ هي ڳالهه مشهور آهي ته اسلام ۾ شروع زماني ۾ مردن ۽ عورتن جي وچ ۾ ڪوبه پردو ڪونه هوندو هو ۽ اهو پوءِ نازل ٿيو آهي، جنهن کان پوءِ عورتن مٿان پردو ڪري هلڻ لازم ڪيو ويو، لاڳو ڪيو ويو، وغيره وغيره اهي سڀ ڳالهيون غلط آهن، اهڙي ڪابه ڳالهه قرآن ۾ ڪانهي ته اڳي توهان ۾ پردو ڪونه هوندو هو، هاڻي صرف پنهنجي عورتن کي برقعن ۾ ڍڪي پوءِ ٻاهر ڪيو، اصل ۾ انساني عصمت جي حفاظت جو مسئلو آهي. عصمت جي حفاظت جهڙي عورت لاءِ واجب ۽ ضروري آهي، اهڙي مرد مٿان به واجب ۽ لازم آهي. اهو ڪنهن به صورت ۾ هڪ طرفو مسئلو يعني صرف عورت لاءِ ڪونهي، بلڪه مرد ۽ عورت ٻنهي لاءِ هڪ جهڙو ۽ هڪ جيترو آهي. جنهن آيت کي مشهور ڪيو ويو آهي ته اها پردي لاءِ نازل ٿي آهي انهي آيت کان اڳي پردو ڪونه هو ۽ ان آيت جي اچڻ کان پوءِ پردي جو حڪم لاڳو ڪيو ويو آهي. اها آيت سورت احزاب جي ۵۳ نمبر آيت آهي **يا ايهاالذين آمنوا لاتدخلوا بيوت النبي الا ان يوذن لکم الي طعام غير ناظرين اناه ولاکن اذا دعيتم فادخلوا فاذا طعمتم فانتشروا ولا مستانسين لحديث ان ذالکم کان يؤذي النبي فيستحي منکم والله لايستحي من الحق واذا سالتموهن متاعا فسئلو هن من وراء حجاب ذالکم اطهر لقلوبکم و قلوبهن و ماکان لکم ان تؤذ و رسول الله ولا ان تنکحوا ازواجه من بعده ابدا ان ذالکم کان عندالله عظيما**○ يعني اي ايمان وارو! نه داخل ٿيو نبي جي گهرن ۾ بنا سڏ ۽ دعوت جي ۽ جڏهن سڏيو وڃي کاڌي لاءِ ته کاڌي تيار ٿيڻ مهل وڃو ۽ اتي ويهي آکاڻيون نه ڪٿو، توهان جو اهڙو عمل نبي کي ايذا پهچائي ٿو پر هو حيا وچان اوهان کي چوي ڪونه ٿو



۽ الله حق جي ڳالهه ڪرڻ ۾ ڪنهن جو به لحاظ نه رکندو آهي، ۽ جڏهن به ڪا شيءِ شڪل سامان ڏيٺو وٺڻو هجي ته در کان يا پٽ کان ٻاهران ويهي پڇا ڳاڇا ڪيو. اهو اوهان جي دلين لاءِ به ڀلو آهي ته گهرن ۾ رهندڙ عورتن جي لاءِ به، ۽ توهان کي به جڳائي ته اوهان رسول الله کي ايذا ۽ تڪليف نه پهچايو ۽ نڪي امت جي ماڻهن لاءِ نبي جي گهر وارين سان ان جي وفات کان پوءِ ڪڏهن به نڪاح ڪرڻ جي اجازت آهي. پڙهندڙ حضرات غور فرمائين ته هن آيت کي جيڪو مشهور ڪيو ويو آهي ته هي پردي لاءِ نازل ٿي آهي ۽ ان آيت جي حوالي سان برقعن جي ايجاد ۽ روايت امت جي عورتن مٿان لاڳو ڪئي وئي آهي اهو ڪيترو درست آهي، برقعن معاشري ۾ جيڪا ڪرپشن پيدا ڪئي آهي انهيءَ تي ڪنهن غور فرمايو آهي؟ جو انهن سبب ڍڪ ۾ ڍڪ ڍڪجي وڃن ٿا. اهي برقعا مجرمن جي پردي پوشي ڪن ٿا. جن جي ڪري پنهنجي پرائيءَ جي خبر ئي ڪانه ٿي پوي. مٿين آيت ۾ ته معاشرتي آداب سيکاريا آهن ۽ جيڪو چيو ويو آهي ته ڪنهن گهر مان ڪو سامان يا ڪا شيءِ شڪل پڇڻي آهي ته اوٽ مان ويهي پڇو اها ته گهرن جي پرائيوسي واري حق محفوظ رکڻ جي تعليم ڏني وئي آهي. اها ساڳي سمجهاڻي يعني معاشرتي اخلاقي ۽ ادبن واري تعليم عام مؤمنن کي به پنهنجو پاڻ ۾ رهڻي ڪهڻي لاءِ سيکاري وئي آهي. پڙهي ڏسو سورت نور آيت نمبر ۲۷ کان ۳۱ تائين هتي آئون پڙهندڙن کي عرض ڪيان ٿو ته پنهنجي گهرن ۾ قرآن شريف کولي انهن آيتن جو ترجمو پڙهي مسئلا سمجهن، آئون صرف آيت ۳۰ ۽ ۳۱ جو ڪجهه حصو سمجهاڻ ڪافي سمجهان ٿو فرمان آهي **قل للمؤمنين يغضوا من ابصارهم ويحفظوا فروجهم ذالک ازکيٰ لهم ان الله خبير بما يصنعون**○ يعني اي پيغمبر تون مرد مؤمنن کي چؤ ته هو پنهنجيون نظرون هيٺ ڪري هلن ۽ پنهنجي اگهڙن جي به حفاظت ڪن، اهو انهن جي پاڪدامني لاءِ ڏس ڏجي ٿو باقي الله ته انهن جي هر ڪئي جي خبر رکندڙ آهي. ان کان ڪا شيءِ لکل ڪانهي اڳتي آيت نمبر ۳۱ ۾ آهي ته **وقل للمؤمنات يغضضن من ابصارهن ويحفظن فروجهن ولايبدين**

**زينتهن الا ماظهر منها وليضربن بخمر ن علي جيوبهن** هن آيت ۾ حڪم آهي تہ اي نبي تون مؤمن عورتن کي چئو تہ پنهنجيون نظرون هيٺ ڪن ۽ پنهنجي اگهڙن جي بہ حفاظت ڪن ۽ سونهن سينگار جي نمائش نہ ڪن، جيڪڏهن سونهن سينگار ڪيل آهي تہ پنهنجي ڇاتين تي چادر پائي هلن. اڳتي انهي آيت ۾ وڌيڪ تفصيل آهي تہ اها سونهن سينگار محرم مردن اڳيان ظاهر ڪري سگهي ٿي مڙس، سهرو، اولاد، ڀائيٽا، ڀاڻيجا وغيره هنن آيتن ۾ مرد ۽ عورت لاءِ هڪجهڙو حڪم آهي تہ هو هلڻ ڦرڻ مهل نظرن تي ڪنٽرول ڪن، نظرون بيباڪ ۽ ڇڙواڳ نہ هجن، ان الله خبير بمايصنعون الله اوهان جي دلين ۾ سوچن کان بہ باخبر آهي، هتي غور ڪيو وڃي تہ عورت ۽ مرد کي نظرن تي قابو رکڻ جو حڪم آهي عورتن کي گهران ٻاهر نڪرڻ تي بندش بہ ڪانهي نہ ئي برقعي جو ڪاٿي ذڪر آهي سورت احزاب جي آيت نمبر ٥٩ ۾ جيڪو حڪم آهي تہ **يا ايها النبي قل لازواجک وبناتک ونساء المؤمنين يدنين عليهن من جلابيبهن ذالک ادني ان يعرفن فلا يؤذين وكان الله غفورا رحيما○** يعني اي نبي تون پنهنجي گهر وارين ۽ ڌيئرن ۽ مؤمنن جي زالن کي چئو تہ هو پنهنجي مٿان (عام رئي پوتيءَ جي سائيز کان وڏي) چادر پائي هلن اهو وڌيڪ ويجهو آهي هن ڳالهہ ڏي تہ انهن کي سڃاڻيندو (تہ هي رواجي بازاري ۽ آواره عورت ناهي) پوءِ ان ڪري ان کي ڪوبہ (هوٽنگ وغيره سان) نہ آزاريندو، چاڻ گهرجي تہ قرآن عورتن جي بي حرمتي کان بچڻ لاءِ چادر پائڻ سان گڏ سڃاڻپ کي بہ ضروري قرار ڏنو آهي ۽ سڃاڻپ منهن کولي هلڻ کان سواءِ تہ مشڪل آهي.

# فنون لطيفہ، ڏاڙهي، سونهن سينگار

خانقاهي دنيا جي فتوئي گهرن ۽ مفتين اسلام جي شڪل ئي بدلائي ڇڏي آهي سندن فيصلن ۽ حڪمن جو ڪو منطق، فلسفو، لاجڪ، قائدو ڪجهہ بہ ڪونهي، صرف هي ٻڌندا ٿا اچون تہ سلف صالحين هي فرمائيندا آهن، بزرگن جو چوڻ هي آهي، حضرت سائين جن هي ڳالهہ ڪندا هئا، ڪيترن بزرگ ۽ الله وارو سڏجندڙن وٽ سچي مٺي جا وار ڪوڙائڻ تہ جائز ۽ درست آهن پر جي ڪو سڄو مٿو تہ نٿو ڪوڙائي پر رڳو ڪياڙيءَ جا خط ٿو ٺهرائي تہ اهو انهن وٽ ناجائز ٿيو پوي، ٿورو اڳاٽي وقت ۾ هي بہ هڪڙي ٽوڪ ۽ چٿر هئي تہ هل ڙي ڪياڙيءَ ڪوڙيا، يا وري هن طرح بہ چيو ويندو هو تہ "ڏسو هي ڪياڙيءَ ڪوڙيو بہ ٿو هيئن چوي" مٿي جا وار يا ڏاڙهيءَ جا وار انهن جو تعلق سونهن سينگار سان بہ آهي تہ ضرورت سان بہ آهي، يعني جيڪڏهن مٿي يا ڏاڙهي وٽ چمڙي جي ڪا بيماري ٿي پوي ۽ ڊاڪٽر علاج جي سهولت لاءِ وارن ڪوڙائڻ جو حڪم ڏئي تہ لازمي طور ڊاڪٽر جو حڪم مڃڻو پوندو پر اصل مسئلي طرف اچجي تہ تندرستيءَ ۾ ڪو شخص پنهنجي پسند ۽ چاهت سان زيب زينت جي خيال سان ڏاڙهي ڪوڙائي ٿو، يا ڪترائي ٿو، پوءِ ڪترائڻ ۾ مقدار ۽ حد بابت بہ هر ڪنهن جي پنهنجي پسند آهي، ڪو مختصر ساوڪ جيتري پسند ڪري ٿو، ڪو ان کان ٿوري وڏي پسند ڪري ٿو ڪو ان کان ٿوري وڏي هڪ انچ ڏيڍ انچ ٻہ انچ پسند ڪري ٿو تہ ان شخص جي چاهت ۽ پسند کي ڪهڙي دليل سان رد ڪيون، زينت ۽ سونهن لاءِ سورت اعراف جي آيت نمبر ٣٢ ۾ قرآن حڪيم جو فرمان آهي تہ **قل من حرم زينة الله التي اخرج لعباده والطيبات من الرزق قل هي للذين آمنوا في الحيواة الدنيا خالصتہ يوم القيامتہ ڪذالک نفصل الآيات لقوم**

**يعلمون**○ يعني اي پيغمبر ماڻهن کي چئو ته ڪنهن حرام ڪيو آهي سونهن سينگار کي ۽ کاڌي جي وڻندڙ شين کي؟ اهي شيون ته الله پنهنجي ٻانهن لاءِ خلقيون آهن. هن دنيا ۾ مؤمنن ۽ ٻين سڀن لاءِ هڪ جهڙيون ڪليل آهن ۽ آخرت جي جهان ۾ خالص مؤمنن لاءِ مخصوص هونديون (اي دنيا کان نفرت ڏيارڻ وارؤ تارڪ الدنيا ترڪ زيب زينت ترڪ لذات جا ماڻهن کي سبق سيکارڻ وارو!) اسان کولي کولي پنهنجون آيتون، علم ۽ عقل وارن اڳيان بيان ڪري رهيا آهيون. ته هن آيت کان اڳين آيت ۾ هي به سمجهائي آيو آهي ته **يا بني آدم خذ وازينتكم عندكل مسجد وكلوا واشربوا ولاتسرفوا انه لايحب المسرفين** يعني اي آدم جي اولاد ڏهن به جنهن به مسجد ۾ اچو ته سونهن سينگار ڪري اچو، پر پنهنجي حيثيت مطابق اجايو فضول خرچي کان بچجو. اها ڳالهه الله کي پسند ناهي ۽ کائو پيئو به (پسند واريون شيون) جنهن خلقڻهار گلاب جو گل پيدا ڪيو آهي، اهو ماڻهن کي سونهن سينگار کان ڪيئن جهليندو جنهن خدا موتي پيدا ڪيا آهن، هرڻ پيدا ڪيا آهن. جنهن خدا اعلان ڪيو آهي ته **ولقد زينا السماء الدنيا بمصابيح** يعني دنيا واري آسمان کي تارن سان ڀري زيب زينت جو سينگاريل شاهڪار بنائي ڇڏيو آهي ان الله کي ويجهي ٿيڻ ۽ ملڻ لاءِ اهي اڻ ڪتريل پير ۽ ملا چون ٿا ته سونهن سينگار نه ڪيو. زيب زينت حرام آهي، انهن کي خبر ئي ڪانهي ته حسن ۽ جمال کان ڀريل دنيا جو خلقڻهار پاڻ ڪيڏو نه سهڻو هوندو. ٻيو ته ٺهيو انسان جي بيهڪ قدبت عضون جو تناسب ۽ توازن انهن تي غور ڪيو وڃي، پر پوري ڪائنات جي هڪ هڪ شيءِ حسن ۽ جمال جو پيڪر آهي، شاهڪار آهي، سندس ئي فرمان آهي الذي احسن كل شي خلقه يعني خالق سائين اها ذات آهي جنهن هر شيءِ جي تخليق سهڻي ۽ حسين ڪري جوڙي آهي (سورت الملڪ آيت ٧) رب سائين پنهنجي تخليقي شهپارن تي تنقيد ڪرڻ وارن دنيا جي سائنسدانن کي سڏ ڏئي ٿو ته ماترىٰ في خلق الرحمان من تفاوت. اي نقادو! ڏسو منهنجي تخليق ۾ ڪٿي ڪو جهول آهي فارجع البصرهل ترىٰ من فطور، وري وري ڏسو، آهي ڪٿي ڪوئي



عيب يا نقص، **ينقلب اليك البصر خاسئا وهو حسير**○ توهان جون اکيون چنجهيون ٿي ناڪام ٿي مايوس ٿي موٽنديون، پر منهنجي جڙاوت ۾ ڪٿي عيب نظر نه ايندن سورت جي آيت نمبر ٧ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته **انا جعلنا ماعلي الارض زينة لهالنبلوهم ايهم احسن عملا**○ يعني اسان ڌرتي تي جيڪو حسن سونهن سينگار پيدا ڪيو آهي، هاڻ اسان آزمائش وٺنداسون ته انهي مان ڪير ٿو پنهنجي عملن کي حسين جميل بنائي ڪري ڏيکاري. ياد رکڻ گهرجي ته جنت اها جاءِ آهي جنهن ۾ ڪا به شيءِ مڪروهه حرام ۽ ناجائز شئي نه هوندي اتي جو ڪلچر پاڪ صاف معاشرو محبتن جو. دنيا جي جهان مان چونڊ ۽ اُتم قسم جا پاڪيزه صفت انسان اتي گڏ هوندا. جن لاءِ قرآن پاڪ سورت زخرف جي آيت نمبر ٧٠ ۾ فرمائي ٿو ته **ادخلوا الجنة انتم وازوا جكم تحبرون**○ يعني اي جنتي انسانو بهشت ۾ داخل ٿيو جتي توهان کي عمدي قسم جي سازن تي عمدي قسم جا راڳ ٻڌايا ويندا ۽ سورت روم جي آيت نمبر ١٥ ۾ فرمان آهي ته **فاما الذين آمنوا وعملوا الصالحات فهم في روضة يحبرون**○ يعني ٻر اهي ماڻهو جن ايمان آندو هوندو ۽ ڪم اصلاحي ۽ سڌارن وارا ڪيا هوندائون ته اهي جنت جي باغن ۽ پارڪن ۾ محفل موسيقي سان آجيان ڪيا ويندا. (اها معنيٰ زجاج ڪئي آهي). ڏاڙهي رکڻ لاءِ دليل ۾ هڪ حديث پيش ڪن ٿا جنهن جا الفاظ هن طرح آهن ته **خالفوا اليهودو النصارا قصوا الشوارب واعفوا اللحيٰ**○ يعني يهودين ۽ نصارن جي مخالفت ڪيو (اها هن طرح ته) مڇون ڪتايو ۽ ڏاڙهيون ڇڏي ڏيو. عجيب ڳالهه آهي جو اسلام جهڙي دين جي قانون سازي لاءِ حديث جي نالي کهڙي ته عبارت ناهي اٿن يعني ڏاڙهي مڇ بابت اسلام وٽ پنهنجو ڪو نظريو ڪونهي ته اها ڪيتري هجڻ گهرجي يا نه هجڻ گهرجي البت يهودين ۽ نصارن جي مخالفت جي غرض سان ائين ڪيو. جڏهن ته فطرت واري دين جي قانون سازي لاءِ مثبت ۽ پازيٽو انداز هجڻ گهرجي ان ۾ ڪنهن جي مخالفت ۽ دشمني جو کهڙو دخل. اهو طريقو ته منفي ۽ نگيٽو ٿيو. قانون ائين ته ڪونه ٺاهيا ويندا آهن ته فلاڻن جي

مڇن ۽ ڏاڙهين جي سائيز هيتري آهي ان ڪري انهن سان ضد ۾ دشمني ڪري اوهان پنهنجي سائيز مٽايو ۽ واعفوااللحيٰ جي اندر تہ حد بہ ڪانهي تہ ڪيتري تائين ڏاڙهيون ڇڏي ڏيو. پوءِ انهيءَ جي صاف صاف معنيٰ ثابت ۽ متحقق ٿي وئي تہ ڏاڙهي کي هٿ لاٿو ئي ڪونهي، اعفاء معنيٰ ڇڏي ڏيڻ تہ پوءِ اوسي پاسي وارا خط وٺڻ ۽ ڇٽڻ آگرين يا مٽ ڪان وڌيڪ ڪترائڻ سان بہ اعفاء جي معنيٰ جي مخالفت ٿي پوندي، پوءِ ڏاڙهي جي معاملي ۾ گهٽ ۾ گهٽ سڪ مذهب وارا ۽ مسلمان هڪ ٿي پوندا، جو تہ اعفاء تي صحيح صحيح عمل تہ سڪ مذهب وارا پيا ڪن، جڏهن تہ حقيقت هي آهي تہ اسلام جي قانون سازيءَ جو هڪ ئي رهنما ڪتاب قرآن آهي جنهن کي نص قطعي جو درجو حاصل آهي ۽ ان جي قانون سازي جون حڪمتون انسانيت جي فوز ۽ فلاح تي مبني آهن، ڪنهن سان جهيڙن ۽ دشمنين پاڙڻ کي قانون سازيءَ جو بنياد بنائڻ قرآني اسلوب جي خلاف آهي، ۽ قرآن تہ يهودين ۽ نصارن جي دين ۽ ڪتابن جو مصدق ۽ جديد ايڊيشن آهي.

## شرڪ ۽ فرقيبازي

شرڪ جي اصطلاح ۽ لفظ تمام مشهور آهي هن جو گهڻو استعمال لفظ توحيد جي مقابلي ۾ اچي ٿو. لفظ شرڪ جي معنيٰ آهي ملائڻ ڳنڍڻ، ڀائيچارو، ڪاروبار ۽ مٽي مائٽي ۾ حصيدار ٿيڻ کي بہ شرڪت شراڪت مشارڪت چيو ويندو آهي، ماڻهو ڪن بزرگ، درويشن ۽ آئيڊيل شخصيتن ۾ ايتري تہ عقيدت رکندا آهن جو انهن کي ڪڏهن الله جو دادلو قرار ڏيندا آهن. ڪڏهن ان جو اوتار قرار ڏيندا آهن، ان جو مظهر قرار ڏيندا آهن. اهو سڀ عقيدت ۾ ٻي جا حد تائين وڌي وڃڻ آهي، انهيءَ سبب هو الله جي ذات ۾ ۽ صفتن ۾ پنهنجي آئيڊيل ماڻهن، ديوين ۽ ديوتائن کي شريڪ يا ڀائيوار قرار ڏيندا آهن، اهڙن خيالن تي ڪوڙ سارا گروهہ بنجي ويا آهن ڪوڙ سارا فرقا ٿهي ويا آهن، انهن سڀن جو پسمنظر شخصيت پرستي، خاندان پرستي، قبيلہ پرستي آهي، جيڪا ضد آهي توحيد جو وحدانيت جو ۽ جيڪا ضد آهي اصول پرستي جو. ماڻهو پنهنجي آئيڊيل شخصيتن کي الله جو دادلو يا ان وٽ ايتري حجت ۽ حيثيت رکڻ وارو جو الله ان جي ڪابہ ڳالهہ ۽ مطالبو رد نہ ڪري سگهي جيڪو قرار ڏيندا آهن انهيءَ سموري تفصيل جو اصل سبب اهو آهي تہ الله بابت صحيح ڄاڻ ۽ معلومات ڪونہ ٿا رکن، ان ڪري ماڻهن جي عقيدت ۾ ايترو غلوجي حد تائين وڃي ٿا پڇن. حضور ﷺ جن خاتم الانبياء هجڻ جي ناتي سان وڏي مرتبي تي فائز آهن ايترو جو اڳين نبين کي بہ آخري رسول ۽ ان جي ساٿين جا آئيڊيل طور مثال ٻڌايا ويا تہ ايڏي وڏي درجي وارو رسول بہ چوي ٿو تہ **انيٰ خاف ان عصيت ربي عذاب يوم عظيم** ۝ (سورت يونس آيت ١٥) يعني آئون ڊڄان ٿو پنهنجي پالڻهار کان جيڪڏهن نافرماني ڪيان، قيامت واري ڏينهن جي عذاب کان سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ٦ ۾

رب پاڪ فرمائي ٿو ته **ومن جاهد فانما يجاهد لنفسه ان الله لغني عن العالمين**○ يعني جو به شخص جيترو به جاکوڙي ٿو اهو پنهنجي لاءِ ٿو ڪري، بيشڪ الله عزوجل بي پرواهه آهي سيني جهانن ڪان. پڙهندڙ حضرات هن آيت جي مفهوم تي غور فرمائين اسان نوتل ماڻهو وڏي ڪان وڏا عبادت گذار، فرمانبردار، خالص ٻانها الله جا بنجي وڃون. الله جي طاقت حاڪميت ۾ ڪوبه واڌارو ڪونه ٿا آڻي سگهون ۽ جي سڀ جا سڀ نافرمان ۽ باغي ٿي ويهون الله جي حاڪميت ڪي هڪ سوٽ به لوڏي نٿا سگهون، پوءِ خدا ڪنهن ڪي ان جي گهٽين نمازن ۽ نفلن جي ڪري دادلو بنائيندو؟ خدا جي ڪهڙي لالچ آهي ماڻهن ۾، هڪڙي هي گذارش به پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪجي ٿي ته ولايت لاءِ ماڻهن جو مشهورخيال ته ولين جي به ڪا مقرر جماعت آهي ۽ اهو ڪو خاص منصب ۽ عهدو آهي جيئن رسالت ۽ نبوت به هڪ عهدو آهي ايئن ناهي، سورت اعراف جي آيت نمبر ٣ ۾ فرمان آهي ته **اتبعوما انزل اليكم ولاتتبعوامن دونه اولياء**○ يعني تابعداري ڪيو ان شيءِ جي جيڪا توهان جي طرف نازل ڪئي ويئي آهي ان ڪان سواءِ ڪنهن ٻي شئي جي تابعداري نه ڪيو دوست سمجهي ولي سمجهي، سرپرست سمجهي، هتي ثابت ٿئي ٿو ته ولايت حاصل ٿيندي قرآن تي عمل ڪرڻ سان ۽ بس.

سورت رعد جي آيت نمبر ٣٧ ۾ آهي **وكذالك انزلناه حكما عربيا ولئن اتبعت اهواء هم بعد ماجائك من العلم مالك من الله من ولي ولا واق**○ يعني اهڙي نموني اسان تنهنجي طرف قرآن ڪي عربي ۾ نازل ڪيوسون ۽ هن علم ملڻ ڪان پوءِ به جيڪڏهن تون انهن جي خواهشن جي پوئواري ڪئي ته خدا ڪان سو ڪو دوست ملندئي، نه ڪوئي بچائڻ وارو. هن آيت مان به ثابت ٿيو ته ولايت ۽ الله جي دوستي ملندي ٿي قرآن تي عمل ڪرڻ سان آهي، هي خطاب ايڏي وڏي مرتبي واري رسول سان آهي جو دل ڏکي وڃي ٿي، دماغ چڪرائجي ٿو وڃي ته ڪهڙو نه خدا جا قانون سخت آهن، جو پنهنجي نبي ڪي به حڪم ٿو ڪري ته **فلاتدع مع الله الها آخر فتكون من المعذبين**○ سورت شعراء آيت ٢١٣ يعني الله ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي ڪي پڪاريندين (عبادت ڪندين)



ته تون به عذاب ذلل ماڻهن مان ٿي ويندي.

**فلاتجعل مع الله الها آخر فتلقي في جهنم ملوما مدحورا** يعني الله سان گڏ ڪنهن ٻئي ڪي معبود نه بناءِ نه ته اڇلايو ويندو جهنم ۾ توڪي ملامت ڪيل ۽ ڌڪاريل ڪري. جاڻڻ گهرجي ته ڪنهن شخص لاءِ ان جي ظاهري اٿي ويٺي رهڻي ڪهڻي شڪل شباهت ڪي ڏسي اسان ماڻهو پنهنجي ليکي جيڪي فيصلا ڪندا آهيون ته فلاڻو شخص وڏو ولي آهي، پهتل ٻانهو آهي، وغيره وغيره اهو سراسر غلط آهي، ماڻهوءَ جي زندگيءَ جا ڪوڙ سارا پهلو آهن، سڀ جو سڀ ڪنهن ڪي نظر ۾ ته ڪونه ايندا آهن، ماڻهو ڪنهن جي باري ۾ وڌ ڪان وڌ ان جي ظاهري زندگي ڪي ڏسي ان بابت ڪا راءِ قائم ڪري سگهندو، پر ماڻهوءَ جي اڪيلائي واري زندگي، لڪل احوال خلوت واري زندگي ته الله ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي ڪي گهٽ معلوم هوندي آهي، اها ڪهڙي خبر ته فلاڻو جيڪو ظاهري طور پهتل ٻانهو ٿو ڏسجي اندر ۾ به اهڙو آهي يا ڪونه.

قرآن حڪيم سڀن گناهن ڪان وڌيڪ شرڪ ڪي بڇڙو گناهه سڏيو آهي، انهي ڳالهه ڪي سوچڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت آهي، هونئن شرڪ جي گناهه ڪي معاف ڪرڻ بخشڻ الله لاءِ ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي، پر ان ڪي معاف نه ڪرڻ جو اعلان ڪرڻ اهو سڀ انسان جي عزت ۽ حرمت ڪي بچائڻ ۽ وڌائڻ لاءِ آهي، رب پاڪ نٿو چاهي ته مون جيترو انسان ڪي فضيلت وارو ڪري پيدا ڪيو آهي ٻي ساري مخلوق ڪان ڪائنات ڪان، مان ۽ مرتبي ۾ مٿانهون ڪيو آهي، اهو ڪنهن پاڻ جهڙي يا اجان به ڪرڙ ڪنڊي ٺڪرن پٿرن اڳيان پيو سر جهڪائي پنهنجي عزت پاڻ گهٽائي، پنهنجو مرتبو پاڻ وڃائي، پاڻ ڪي پاڻ خسيس ۽ ذليل ڪري، اهڙن شين اڳيان جن ڪي پنهنجي به خبر ڪانهي ته انهن سان اڳتي ڪهڙو معاملو ٿيڻو آهي، قرآن چاهي ٿو ته توحيد جي نظريي سان ماڻهو پنهنجي عزت ۽ عظمت ڪي برقرار رکن، محفوظ بنائن، شرڪ ڪندڙ ماڻهو اڻ ڄاڻائي ۽ جهالت سبب اهو نٿو سمجهي ته هو جڏهن الله ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي جي اڳيان جهڪي ٿو ته جڻ الله جي هڪ مانائتي شاهڪار ڪي خوار ۽ ذليل پيو ڪري، سندس انهيءَ عمل سان جيڪي

پير پروهت پوڄيا ويندا، اهي سوسائٽي جا اپر ڪلاس ليکيا ويندا ۽ پوڄاري لوئر ڪلاس بنجي ويندا، انهن پنڊتن، پوپ پال، احبار ۽ رهبانن مان جاگيردار ۽ سرمائيدار جنم وٺندا، پوءِ پوري معاشري ۾ اوچ نيچ وارا طبقا ۽ ڪلاس ٺهي ويندا، هڪ ڪمائڻ وارا پورهيت بنجي ويندا، ٻيا انهن جي پورهيي تي کائو طبقي جي شڪل ۾ نڪما، سازشي، دولت جي زور تي اقتدار وٺي، هميشه لاءِ پورهيتن ۽ ڪمائيندڙن کي غلام بنائي، محڪوم بنائي، انساني عزت ۽ وقار کان کين محروم بنائي ڇڏيندا، ۽ انهي سڄي کيل ۽ مانداڻ کي محفوظ ۽ قائم دائم رکڻ لاءِ هو علمي فڪري ۽ فلسفي مونجهارا پيدا ڪري، فطرت جي قانون **والارض وضعها للانام** (سورت الرحمان ايت ١٠) يعني ڌرتيءَ کي ماڻهن لاءِ جوڙيو ائٿون، **وجعلنا لكم فيها معايش** (حجر ٢٠) اسان اوهان لاءِ انهيءَ زمين ۾ معاشي انتظام ڪيو آهي ۽ زمين جي حد ملڪيت لاءِ قرآن فرمايو ته ان جي ورهاست **سوٰا للسائلين** (حم السجده آيت نمبر ١٠) يعني گهرندڙن ۾ برابري جي بنياد تي ورهائي ويندي ۽ گهرندڙن لاءِ به قرآن حڪيم سمجهائي ڏني آهي ته هر گهرندڙ کي نه ڏني وڃي گهرندڙن جي ميرٽ قرآن ٻڌائي آهي ته **ليس للانسان الاماسعيٰ** (سورت نجم آيت ٣٩) يعني وٺ انهيءَ کي ڏنو وڃي جيڪو پورهيت هجي، اها ٻڌرائي سورت مدثر جي آيت ٣٨ ۾ به ڪئي وئي آهي ته **كل نفس بماكسبت رهين** يعني هر شخص پنهنجي ڪئي جيترو لهڻندو، يعني محنت ۽ پورهيو نه ڪندڙ ڪجهه به نٿو لهڻي، قرآن حڪيم دولت ۽ پيداواري وسيلن تي ڪنهن جي به اجاريداري کي جائز قرار نٿو ڏئي، ڪنهن کي به ڪوبه حق ناهي ته هو الله جي زمين ۽ ان جي پيداواري نعمتن کي بند ڏيئي، پورهيتن ماڻهن کي محروم ڪري، سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ٢٠ ۾ حڪم آهي ته **وماكان عطاء ربك محظورا**O يعني الله جي عطا ۽ ذات تي ڪنهن کي ڪوٽ ڏيڻ، بند ٻڌڻ جو ڪوبه حق ڪونهي، سمجهدار ۽ ڄاڻ رکڻ وارن ماڻهن کي شايد خبر هوندي ته سرمايه دار جاگيردار ماڻهو درگاهن تي، خانقاهن تي، آستانن تي مستقل طور ڪاڌي جون ديڳيون لهرائيندا آهن، اتي انهن



پيرن جي نالي تي هلندڙ لنگر خانن طرف چانور گيهه ڇيلها يا ڏاند نذراني طور موڪليندا رهندا آهن يا تيار کاڌا موڪليندا رهندا آهن، انهي سموريءَ قربانيءَ جو مقصد اهو هوندو آهي ته هنن جي گڏ ٿيل حرام جي ڪمائيءَ بابت، درگاهن تي رهندڙ سڀ مفت خور رئيس ۽ سيٺ جا موڪليل پلاءُ ۽ برياڻيون کائي خلق ۾ مشهور ڪن ته ان کي مليل ڌن دولت اسان واري پير جي دعائن سان مليو آهي. الله راضي ٿيو اٿس، لنگر هلائي ٿو، اها ان جي برڪت اٿس. الله سائين انهن آستانن تي پيرن فقيرن جي نالن تي هلندڙ لنگر خانن جي کاڌن کي ان ڪري حرام ڪيو آهي ته اهڙن کاڌن کائڻ ڪري ماڻهن جو عزت نفس تباهه ٿئي ٿو، ماڻهو مفت خور بنجن ٿا، ماڻهن مان پورهيو ڪري کائڻ، ڪمائي کائڻ جون سهڻيون خصلتون ختم ٿي وڃن ٿيون، مفت خوري وارا جڏهن ڪمائڻ ۽ محنت ڪرڻ کان بيڪار ٿي وڃن ٿا ته پوءِ ڪڏهن ڪنهن ويلي تي لنگرخاني ۾ ڪوٽ جي ڪري ديڳ نه ٿي لهي ته اتي پلجندڙ مفت خور پيٽ جي بک لاهڻ لاءِ عزت عصمت ۽ لڄن جو واپار ڪرڻ ۾ به ڪونه ٿا ڪيٻائين ۽ اها خصلت، پورهيو ڪري ڪمائيندڙ، پنهنجي قوت بازو هٿن پيرن جي هنر ۽ محنت واري ماڻهوءَ ۾ هرگز پيدا نه ٿيندي، ڪمائي کائڻ واري ماڻهوءَ ۾ غيرت ۽ عزت نفس جا انبار هوندا آهن، ته **وما اهل به لغيرالله** يعني لنگر خانن جي کاڌن کي الله ان ڪري حرام ڪيو آهي ته ماڻهن جو عزت نفس تباهه نه ٿئي، غيرت ختم نه ٿئي، منجهن مفت خوري جي عادت پيدا نه ٿئي، ان جي مقابلي ۾ ڪمائي کائڻ ۽ محنت ڪري کائڻ واري سماج ۽ ڪلچر ۾ شخصي غلامي ۽ شخصيت پرستي نه اچي سگهندي، ان جي پيٽ ۾ نه ڪمائيندڙ ماڻهو، ماني کارائڻ واري ماڻهوءَ جي جائز ناجائز خوشامد ڪري ان کي آسمان تي متي چاڙهي ڇڏيندا، جنهن سان انساني سماج ۾ ڪلاسيفڪيشن طبقاتي حد بندين جو رواج پيدا ٿيندو، جيڪو هلي ڪري انساني عزت ۽ احترام کي لوڙهي ڇڏيندو، طبقاتي سماج ۾ اوچ نيچ واري سوسائٽي ۾، امير ۽ غريب طبقن ۾ ورهايل معاشري ۾، انساني عزتن ۽ لڄن جا سودا ٿيندا آهن، عصمتون ۽ غيرتون اهڙي ماحول ۾

بازار جي جنس بنجي وينديون آهن، دڪانن جو سودو بنجي وينديون آهن، انهي خطرناڪ سماجي ناسور ۽ معاشرتي ڪينسر جي جڙ ۽ پاڙ کي قرآن شرڪ سان تعبير ڪيو آهي، مٿين ٻن اکرن مان شايد اوهان اندازو لڳائي سگهيا هوندا ته شرڪ جو گناهه بخشڻ جهڙو ڇو ناهي ۽ هي ثابت ٿيو ته اهو ان ڪري جو انسان پنهنجي احترام آدميت کان هيٺ ڪري ٿو پوي ۽ آزادي جهڙي جوهر کي وڃائي ٿو ويهي، جنهن جو ڇيڙو ۽ دنگ وڃي قومن جي غلاميءَ تي پهچي ٿو، ڇو ته شرڪ سبب شخصيت پرستي خاندان پرستي ۽ نسل پرستي ڪري سماج ۾ جيڪي مقدس شخصيتون پنهنجي پوڄا ڪندڙن جي قسمتن جون مالڪ ٿينديون، انهن جي سياسي سماجي فيصلن جون مالڪ ٿينديون ته ڪنهن نه ڪنهن مرحلي تي هو پنهنجي پرستارن جو به واپار ڪرڻ، وڪرو ڪرڻ تي راضي ٿي ويندا نه ته به مجبور به ڪيا ويندا، ان ڪري رب پاڪ هرهڪ فرد لاءِ اعلان فرمايو ته ولقد ڪرمنا بني آدم اسان آدم جي هرهڪ اولاد کي عزت وارو ڪيو آهي، هاڻ جي هو پنهنجي عزت جو پاڻ دشمن ٿيندو ته ان جو ڇا ڪجي، ان ڪري شرڪ جي عمل سان جيڪو ماڻهو فردن کي، ميڙن کي، غلام جي دوزخ تائين پهچائي ڇڏي ٿو، ان ڪري رب سائين اهو اعلان ڪيو ته آئون ٻيا سڀ گناهه بخشي ڇڏيندس، پر شرڪ جي معافي نه ملندي، يعني رب سائين غلامي کان سخت نفرت ڪري ٿو، هي شرڪ ته هئو الله جي ذات سان، صفتن سان، الله جي توحيد، وحدانيت هيڪڙائي، جهڙي نموني سندس ذات جي آهي، اهڙي نموني اسان ماڻهن کي جيڪو دين ڏنو آهي، قرآن ڏنو آهي، قانون ڏنو آهي، منشور ڏنو آهي، اهو به نرالو ۽ منفرد آهي، يگانه روزگار آهي، پنهنجو مٽ پاڻ آهي، قانون ۽ دستور جي لحاظ سان دنيا جي قانونن جي پيٽ ۾ منشورن جي پيٽ ۾ وحده لاشريڪ آهي، هاڻي جيڪو ماڻهو قرآن جهڙي قانون هوندي به ماڻهن جي ناهيل ٻين قانونن ۽ دستورن پٺيان هلندو ته اهو به الله جي نظر ۾ مشرڪ قرار ڏنو ويندو، وڏي ڏک ۽ افسوس جهڙي ڳالهه آهي جو اسان مسلمان سڏائيندڙ ۽ بظاهر الله رسول ۽ قرآن مٿان ايمان اٽڻ جي دعوي ڪندڙ، پاڻ ۾ به



هڪ ڳالهه تي ناهيون، پاڻ فرقن ۾ ورهايا پيا آهيون، دعوي آهي ته اسان الله ۽ ان جي رسول، ان جي ڪتاب قرآن مجيد تي ايمان رکون ٿا وري پاڻ ۾ جهيڙو عجيب ڳالهين تي آهي ته رسول جي وفات کان پوءِ خلافت فلاڻي کي ڇو ملي، فلاڻي کي ڇو نه ملي، قرآن ته رسول جي زندگيءَ ۾ مڪمل ٿي ويو، اهو اسان جي دنياوي حڪمراني نظم نسق متعلق رهنمائي ڪندڙ ڪتاب آهي، اوهان پنهنجي حاڪميت ڪري ان ڪتاب جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجا انتظام هلايو، الله اوهان کان جيڪي سوال ڪندو اهي هي هوندا ته اوهان پنهنجي دور حاڪميت ۾ عدل ڪيو يا نه ڪيو، ماڻهن کي خوراڪ علاج تعليم رهائش جو بندوبست ڪري ڏنو يا نه، ماڻهن کي امن سڪون ڏنو يا نه، رب پاڪ اسان چوڏهين صدي پندرهين صدي هجري وارن کي پهرين صدي هجري جي ماڻهن جي جهڳڙن بابت ته ڪربلا جي جنگ ۾ ڪير ڪنهن جي پاسي هو ته ڪير ڪنهنجي پاسي جي باري ۾ ڇو سوال ڪندو، اسان جڏهن ڄاوا ۽ پيدا ئي چوڏهن سئو سال پوءِ آهيون ته اسان کان ته قيامت ۾ اسان جي دور جي معاملن بابت پڇيو ويندو ته توهان عدل قائم ڪرڻ لاءِ ڇا ڇا ڪيو، اوهان دنيا مان ظلم ختم ڪرڻ لاءِ ڇا ڇا ڪيو، قرآن اسان وٽ موجود آهي دعوت پيو ڏئي ته ولقد يسرنا القرآن للذڪر فهل من مدڪر يعني بيشڪ اسان آسان ڪري، قرآن کي سمجهڻ لاءِ موڪليو آهي، هجي ڪو جو ان کي سمجهي ۽ نصيحت وٺي، اسان قرآن کي جواب ۾ چئون ٿا ته ترس ته اسان اڳ ۾ امام ابو حنيفي کي پڙهي وٺون، امام شافعي امام مالڪ ۽ امام احمد بن حنبل کي پڙهي وٺون. امامن جي فقهن جو حال اهو آهي جو انهن جي ته نماز به هڪڙي ڪانهي، اهي امت ۾ ڪهڙي وحدت ۽ هڪجهڙائي پيدا ڪري سگهندا. هڪڙن امامن وٽ نماز ۾ ڇاتيءَ تي هٿ ٻڌي نماز پڙهڻي آهي ٻين وٽ دن تي ٽين وٽ هٿ ٻڌڻا ئي ڪونهن هٿ ڇوڙي نماز پڙهڻي آهي، هڪڙن وٽ سورت فاتحه کان پوءِ آمين ڏاڍيان چوڻو آهي هڪڙن وٽ هوريان پڙهڻو آهي هڪڙن وٽ الله اڪبر چوڻ مهل هٿ ڪن جي پاپڙين تائين پهچائڻا آهن، هڪڙن وٽ صرف ڪلهن تائين هٿ مٿي

ڪرڻا آهن، هڪڙن وٽ فجر نماز صفا اوندهہ ۾ پڙهڻي آهي، هڪڙن وٽ صفا سج اڀرڻ کي ويجهو دير سان پڙهي وڏيڪ ثواب ڪمائڻو آهي، مون کي مدينة الرسول ﷺ ۾ جامعہ مدينہ يونيورسٽي جي استاد الحديث مولانا عبدالڪريم صاحب جن ٻڌايو تہ دارالعلوم ديوبند جو مهتمم جناب قاري محمد طيب صاحب جڏهن هتي آيا هئا تہ وچين يعني ٽپهري جي نماز پڙهڻ مسجد النبوي ﷺ ۾ ڪونہ ايندا هئا اها هوٽل ۾ پنهنجي رهائش واري ڪمري ۾ پڙهندا هئا. ان ڪري تہ ان نماز جي وقت ۾ امام احمد بن حنبل ۽ امام ابو حنيفہ جي وقت ۾ اختلاف آهي، مديني جا ماڻهو حنبلي آهن، اهي سوير ٽپهري پڙهندا آهن، قاري صاحب حنفي هو، ان لاءِ اهو وقت اڃا آيو ئي ڪونہ هو سوير ڪيئن نماز پڙهي، صرف نماز جي فقهي اختلافن تي ڪتاب ڀريا پيا آهن. منهنجي خيال ۾ سورت نساء جي آيت نمبر ١٣٦ ۾ جيڪو رب سائين سڏ ڏنو آهي تہ **يا ايهاالذين آمنوا آمنوا بالله و رسوله والكتاب الذي نزل علي رسوله والكتاب الذي انزل من قبل**○ يعني اي ايمان وارو! ايمان آڻيو الله ۽ تي ۽ ان جي رسول تي ۽ ان رسول جي نازل ڪيل ڪتاب تي ۽ ان رسول کان اڳين رسولن مٿان نازل ڪيل ڪتابن تي بہ ايمان آڻيو. انهيءَ تي غور ڪرڻ گهرجي ايمان جي دعوت ڏبي آهي غير مسلمانن کي پر هتي الله مؤمنن کي ٿو فرمائي تہ اي ايمان جي دعويٰ ڪرڻ وارو الله ۽ ان جي رسول ۽ ان جي ڪتاب تي ايمان آڻيو انهيءَ مان هي ثابت ٿئي ٿو تہ اسان پنهنجي ايمان جي دعويٰ کان پوءِ بہ رسول ۽ قرآن کان اڳ ۾ ڪجهہ ٻين نسبتن ۽ امتيازن برانڊ فلان مسلمان سڏائڻ کي اهميت وڏيڪ ڏيون ٿا ان ڪري الله سائين تجديد جي دعوت ڏيو ڏئي يا تصحيح ايمان لاءِ مٿيون حڪم ڏنو آهي، بهرحال هي تہ طئہ ٿيو تہ اسان کي پنهنجي پهرين موروثي ابن ڏاڏن ۽ سلف صالحين واري ورثي ۾ مليل ايمان کان پوءِ شعوري ايمان ۽ قرآن حڪيم جي مشين دعوت جي روشني ۾ تجديد ايمان تي بہ عمل ڪرڻو آهي (رب سائين شال پنهنجي انهي حڪم تي غور ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي) ۽ اهو ايمان بہ هن يقين سان هجي جيئن رب پاڪ فرمايو آهي تہ



**مافرطنافي الكتاب من شي** (انعام آيت ٦) يعني ڪابہ ڳالهہ ڪنهن بہ امام لاءِ نہ رهائي آهي سڀ ڪجهہ هن ڪتاب ۾ آڻي ڇڏي آهي ۽ اهو ايمان بہ هن يقين سان هجي جيئن مالڪ سائين فرمايو آهي تہ **آلو كتاب احكمت آياته ثم فصلت من لدن حكيم خبير**○ يعني هي ڪتاب اهڙو آهي جو هن جون سڀ آيتون تمام پڪيون آهن (نہ رڳو پڪيون) پر پوءِ تفصيل سان کولي سمجهايل اهڙي هستي وٽان جيڪو حڪمتن جو خبروار ۽ ڄاڻٺهار بہ آهي ۽ اهو ايمان بہ هن يقين سان هجي جيئن رب پاڪ فرمايو آهي تہ **اوم يكفهم انا انزلنا عليك الكتاب يتلي عليهم ان في ذالك الرحمه وذكريٰ لقوم يؤمنون**○ يعني ڇا انهن لاءِ (غير قرآني فقهن جي پيٽ ۾) ڪافي ناهي تہ تحقيق اسان نازل ڪيو تنهنجي مٿان ڪتاب جيڪو انهن اڳيان پڙهيو وڃي ٿو بيشڪ انهيءَ ۾ رحمت آهي ۽ نصيحت آهي اهڙي قوم لاءِ جيڪي ڀروسو رکندا هجن ۽ اهو ايمان بہ هن يقين سان هجي جيئن رب سائين فرمايو آهي تہ **اتبعوا ماانزل اليكم من ربكم ولاتتبعوا من دونه اولياء**○ (سورت اعراف آيت ٣) يعني تابعداري ڪيو ان ڪتاب جي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي اوهان جي طرف اوهان جي پالڻ واري طرفان ۽ نہ پٺيان هلجو انهيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي دوست ۽ خير خواهہ سمجهي. قرآن شريف جي ان قسم جي فرمانن کي جيڪڏهن هت نقل ڪيون تہ ڳالهہ تمام ڊگهي ٿي ويندي ان ڪري ٻن ٽن فرمانن کي ڪافي سمجهي ڳالهہ جي پڄاڻي ڪجي ٿي تہ قرآن کي ڇڏي ٻين قولن اقوالن مسلڪن تي هلڻ بہ فرقيبازي ۽ شرڪ في الكتاب آهي شرڪ بالقرآن آهي.

# طلاق

*نوٽ: هي مضمون منهنجي ڪجهه ڏينهن ڇپايل ڪتاب آيات بينات ۾ مختصر طور ڇپيو جيڪو اصل ۾ اخبار ۾ سورت نساء آيت نمبر ٣٥ جي رهنمائي ۾ صرف هي ڳالهه ٻڌائڻ مقصد هئي تہ طلاق جي معاملي ۾ زال مڙس مان جيڪي اڄڪلهه صرف مڙس کي اختيار مليل آهن اهي غلط آهن. اها لکڻي اوتري جا اوتري ڪتاب ۾ ڇاپي وئي. پڙهندڙ مهربانن حڪم ڪيو تہ اهو اسان جي سماج جو وڏو ګنڀير مسئلو آهي ان کي تفصيلي طور ۽ مڪمل طور وري هيو پيرو لکيو وڃي سو آئون انهن دوستن جي حڪم جي تعميل ۾ اهو مضمون هيو پيرو تفصيل سان لکي رهيو آهيان.*

لفظ طلاق جي معنيٰ آهي آزاد ٿيڻ يا آزاد ڪرڻ. ناقة طالقة اها ڏاچي جيڪا بنا مهار جي هجي. نڪاح زال مڙس جي رضامنديءَ سان ٿيندو آهي ان ۾ ٻنهي ڌرين جو ايجاب قبول شاهدن جي روبرو ٿيندو آهي، اهو تہ ٻن فردن جي ملڻ جي ڳالهہ آهي. جيڪا انهن جي رضامنديءَ سان سرانجام ٿئي ٿي پر ان جي پيٽ ۾ طلاق اهڙي ڳالهہ آهي جو ان جو اثر ٻن فردن ڪان وڌيڪ اولاد تي بہ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ پوندو آهي. ان ڪري طلاق کي معاشري ۽ اجتماع جو مسئلو قرار ڏنو ويو آهي ۽ ان معاملي ۾ عدالت کي بہ وچ ۾ آندو ويو آهي. پوءِ اها عدالت پنچاتي راڄوٽي هجي يا گورنمنٽ جي قائم ڪيل هجي، چاڻڻ گهرجي تہ نڪاح جي ايگريمينٽ ۾ زال مڙس برابر جون ڌريون آهن ڪنهن جي بہ حيثيت هڪ ٻئي ڪان گهٽ ڪانهي، ان ڪري اسان وٽ طلاق جي معاملي ۾ مرد کي جيڪي اختيار ڏنا ويا آهن تہ هو جڏهن بہ گهري، ڪاوڙ ۾ پوڳن ۾ نشي ۾ يا ڪنهن بہ ٻي ڪيفيت ۾ زال کي طلاق طلاق طلاق چئي گهر نيڪالي ڏيئي ڇڏي ۽ ٻارن سميت بہ ڪڍي ڇڏي تہ ان کي سڀ اختيار آهن. اهو سراسر غلط آهي، ناحق



آهي، ظلم آهي ۽ قرآن حڪيم جي حڪم جي خلاف آهي. هي حقيقت تہ ٻاراڻي عقل وارو بہ سمجهي سگهي ٿو تہ ٻن فردن جي ملڻ مرد ۽ عورت جي زال مڙس ٿي رهڻ لاءِ جڏهن ٻنهي ڌرين جو رضامندو ضروري آهي، عاقل بالغ هجڻ ضروري شاهدن جي سامهون اها عقد ڪرڻي آهي تہ جدا ٿيڻ مهل صرف هڪ ڌر اها بہ مرد جي، ان اڪيلي کي ڇو اختيار ملڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ ٿيڻ تہ ايئن گهرجي تہ ٻنهي جي ملڻ ۽ گڏجڻ لاءِ گڏجي فيصلو ڪيو هو تہ هاڻي جدا ٿيڻ لاءِ بہ ٻئي ڌريون هڪ جيترا اختيار رکن، پر قرآن حڪيم ان ڪان بہ وڌيڪ ذميداري واري ڳالهہ ڪري ڇڏي تہ اهڙي صورت ۾ ٻنهي ڪان اختيار کسي وچ ۾ عدالت کي آڻي معاشري جو مسئلو بڻائي ڇڏيو. قرآن حڪيم اهڙي صورتحال ۾ خطاب بہ پوري معاشري کي ڪيو آهي. اجتماع کي ڪيو آهي، فرمان آهي تہ **وان خفتم شقاق بينهما فابعثوا حكما من اهله وحكما من اهلها ان يريدا اصلاحا يوفق الله بينهما ان الله كان عليما خبيرا**○ (سورت نساء آيت ٣٥) قرآن شريف جي لفظن تي غور ڪيو تہ وان خفتم شقاق بينهما سان خطاب ڪري ٿو معاشري کي حڪومت کي، تہ جيڪڏهن معاشري وارن کي انديشو ٿي پوي زال مڙس جي وچ ۾ ڏڦير جو تہ مڙس جي خاندان مان ۽ زال جي خاندان مان امين ۽ ثالث مقرر ڪيو، پوءِ جيڪڏهن ٻنهي ڌرين اصلاح جي نيت ڪئي تہ الله بہ انهن کي توفيق بخشيندو، اهو سڀن جي حالتن جو ڄاڻندڙ ۽ خبر وار آهي، هي خطاب تہ سڌو سنئون حڪومت ۽ معاشري کي هو. جيڪڏهن صرف عورت بغاوت ڪري تہ سورت نساء جي آيت ٣٤ ۾ مرد کي اجازت ڏني وئي آهي تہ هو حڪومت ۽ عدالت کي دانهن ڏيئي پنهنجي زال لاءِ فيصلو وٺي ۽ جيڪڏهن مرد ۾ رولو آهي تہ عورت کي بہ قرآن حق ڏنو آهي تہ حڪومت ۽ عدالت وٽ پنهنجو ڪيس رجسٽر ڪرائي فيصلو وٺي **وان امراة خافت من بعلها نشوزا اواعراضا فلا جناح عليهما ان يصلحا بينهما صلحا والصلح خير** (نساء ١٢٨) يعني انهيءَ صورت ۾ بہ عدالت مصالحتي ڪاميٽي قائم ڪرائي فيصلو ڪري، عورت کي عدالت ۾ وڪيل ٻڌڻ نہ چاهي ۽ پنهنجو ڪيس پاڻ

لڙڻ چاهي تہ ان کي حق آهي تہ هو فريادي بہ بنجي سگهي تہ پنهنجي وڪالت بہ پاڻ ڪري سگهي ٿي، پڙهي ڏسو **قد سمع الله قول التي تجادلک في زوجها وتشتکي الي الله والله يسمع تحاورکما ان الله سميع بصير**○ (سورت مجادلہ آيت ١) يعني بيشڪ الله ٻڌي ورتو فرياد انهيءَ عورت جو جيڪا پنهنجي مڙس جي زيادتين خلاف اي رسول تو وٽ دانهين آهي ۽ توسان جهڳڙو پئي ڪري، الله اوهان ٻنهي جو جهيڙو ٻڌي ورتو، اهو ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي. مصالحتي بورڊ جي طرفان صلح نہ ٿي سگهي تہ الله تعاليٰ قانون ڏسيو آهي بلڪہ ايئن سمجهجي تہ عدالت ۽ حڪومت کي قانون سيکاريو آهي اهو هي آهي تہ **يا ايها النبي اذاطلقتم النساء فطلقوهن لعدتهن واحصو العدة واتقوا الله ربکم**○ (سورت طلاق آيت ١) يعني اي نبي ﷺ جڏهن اوهان طلاق جي ڪيسن جو فيصلو ڪيو تہ طلاق ڏيڻ وقت عدت جي حساب جو خيال رکي طلاق ڏجي ۽ عدت جو حساب وڏي اهميت وارو آهي انهن احڪامن جو پورو خيال ڪيو جيڪي اوهان جي پالڻ واري طرفان اوهان مٿان لاڳو ڪيا وڃن ٿا. هن آيت ۾ پهريائين نبي کي خطاب ڪيو ويو آهي انهيءَ جي صاف معنيٰ اها آهي تہ طلاق جي منظوري حڪومت جو معاملو آهي، جنهن جي پراسيس جو شروعاتي حڪم آهي مصالحتي ڪاميٽي ويهارڻ، اها جڏهن مصالحت ڪرائڻ ۾ ناڪام ٿي وڃي تہ پوءِ انهن جي حڪم سان طلاق جو فيصلو جاري ڪيو ويندو، ليڪن انهي فيصلي ڪرڻ مهل ڪجھ ٻين ڳالهين جو بہ عدالت کي خيال ڪرڻو آهي، مثال طور زال مڙس جي اختلاف مان جيڪڏهن مڙس زور پيو ڀري ۽ طلاق ڏيڻ لاءِ ضد پيو ڪري تہ ان لاءِ سورت نساء جي آيت ٢٠ ۽ ٢١ ۾ حڪم آهي تہ **وان اردتم استبدال زوج مکان زوج واتيتم احد اهن قنطارا فلاتا خذوامنہ شيئا اتاخذونہ بهتانا واثما مبينا وکيف تاخذونہ وقد افضي بعضکم الي بعض واخذن منکم ميثاقا غليظا**○ يعني جيڪڏهن اوهان فيصلو ڪري چڪا آهيو تہ پهرين زال کي ڇڏي، طلاق ڏئي، ان جي جاءِ تي ڪنهن ٻي عورت سان نڪاح ڪرڻو آهي تہ پهرين زال کي جيڪو سون جو ڍير ڏئي ويٺا آهيو اهو ان



کان موٽائي وٺڻ جي اوهان کي اجازت ڪانهي ۽ انهيءَ ڏن موٽائڻ جي لالچ ۾ توهان کي ڪوبہ حق ڪونهي، اجازت ناهي، تہ ان عورت تي توهان بهتان هڻو، اوهان جو اهڙو عمل واڌاري طور گناهہ قرار ڏنو ويندو ۽ توهان ان کان اهو ڏنل سون وٺو بہ ڪهڙي اصول سان ٿا. توهان جي وچ ۾ تہ زال مڙس جي حساب سان هڪ ٻئي سان تعلقات رهي چڪا آهن ۽ نڪاح مهل پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ عهد اقرار ورتل آهن، توهان کي انهن معاهدن جو احترام ڪرڻ ضروري آهي. سورت بقره جي آيت نمبر ٢٢٩ مطابق **ولا يحل لکم ان تاخذوا مما آتيتمو هن شيئا الا ان يخافا الا يقيما حدود الله تلک حدود الله فلا تعتد وهاومن يتعد حدود الله فاولائک هم الظالمون**○ يعني (طلاق ملي وڃڻ کانپوءِ) اوهان کي حلال ناهي جائز ناهي تہ زالن کي ڏنل مال ملڪيت انهن کان موٽائي وٺو پر جيڪڏهن ڪا اهڙي صورتحال بنجي ٿي وڃي جو هي ٻئي ڌريون الله جي ڏسيل قاعدن تي عمل نہ ڪري سگهندا تہ (پاڻ ۾ پيدا ٿيل ڇڪتاڻ سبب ۽ ڌيان رهي تہ هيءَ صورت عورت خلاف مرد جي فريادي ٿيڻ جي آهي) ۽ پنچاتي عدالت بہ هن نتيجي تي پهچي تہ هنن جو نباهہ مشڪل آهي تہ اها عورت کان ڪجھ حرج خرچ وٺي مرد کي ڏياري سگهي ٿي ۽ عورت کي بہ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجھ خرچ ڪرڻ گهرجي. سورت بقره جي آيت نمبر ٢٣١ ۾ فرمان آهي تہ **واذاطلقتم النساء فبلغن اجلهن فامسکو هن بمعروف اوسرحوهن بمعروف ولا تمسکوحن ضرارا لتعتد وا ومن يفعل ذالک فقدظلم نفسہ ولاتتخذوا تمسکوحن ضرارا لتعتد وا ومن يفعل ذالک فقد ظلم نفسہ ولاتتخذوا آيات الله هزوا واذکروا نعمت الله عليکم وما انزل عليکم من الکتاب والحکمت يعضکم بہ واتقو الله واعلوا ان الله بکل شيءِ عليم**○ هن آيت ۾ رب پاڪ معاشري ۾ ٿيندڙ ڪن ظلمن ۽ پاپن ۽ زيادتين ڏي ڌيان ڇڪائي انهن کان بچڻ ۽ باز رهڻ جو حڪم ڏئي ٿو آيت جو خلاصو هي آهي تہ جڏهن اوهان زالن کي طلاق ڏيئي ڇڏي ۽ هو عدت جو مدو بہ پورو ڪري چڪيون تہ ان کي واپس وري زال بنائي رکڻ چاهيو ٿا تہ اهو بہ قانون جي روشني ۾ عمل ۾

آڻيو، پر جي ڇڏڻ چاهيو ٿا ۽ آزاد ڪرڻ چاهيو ٿا تہ اهو بہ قانون جي
روشنيءَ ۾ عمل ۾ آڻيو، خبردار واپس ٻيهر نڪاح هيٺ آڻي ان کي
ايذاءَ پهچائڻ ۽ زيادتين جو نشانو بنائڻ لاءِ ايئن نہ ڪجو، جيڪو
(اندر ۾ ڪوٽ رکي) ايئن ڪندو تہ ياد رکي ڇڏيو اهو پنهنجي مٿان بہ
ظلم ٿو ڪري، (اهڙين حرڪتن سان) الله جي قانون کي مذاق نہ بنايو،
الله جي مهربانين کي ياد ڪيو، جيڪي اوهان سان پال پلائيندو ٿو اچي
۽ انهن مهربانين مان هي بہ آهي تہ اوهان تي قرآن بہ نازل ڪيو اٿس
جيڪو حڪمت جي ڳالهين مان ڀريل آهي، ان سان اوهان کي نصيحتون
پيون ملن الله جو ڊپ ڪيو اهو اوهان جي اندر جي ڳالهين کان چڱي
طرح ڄاڻ رکي ٿو، هن آيت ۾ سماج اندر عورتن سان جيڪي زيادتيون
ٿين ٿيون تہ مڙس انهن کي نڪاح ۾ تہ ڦاسائين ٿا، پوءِ انهن جي هر
قسم جي حقن کان محروم رکي ڇڏڻ تہ زمين آسمان جي وچ ۾ ٽنگي
ٿا ڇڏين، جنهن سان نہ هو ٻيو مڙس ڪري سگهن نہ ئي هي ان جا
حق ادا ڪري، ان لاءِ قرآن ڌيان ڇڪايو تہ ولاتتخذوا آيات الله هزوا
يعني الله جي قانونن سان مذاق نہ ڪيو جو انهن قانونن جو غلط
استعمال ڪري پنهنجا بغض پاليندا رهو، ان بطش ربک لشديد، تحقيق
تنهنجي پالڻهار جي پڪڙ بہ ڏاڍي سخت آهي. ان ڪري انهن عورتن
سان ٻيو ڀيرو نڪاح ان ڪري نہ ڪيو تہ اڳتي هلي ان کي پنهنجي
بغض ۽ زيادتين جو نشانو بنائيندو، ان ڪري جيڪي شخص طلاق جي
هٿيار ۽ ٻئي ڀيري نڪاح ڪرڻ جي قانون مان غلط فائدا وٺڻ جو خيال
دل ۾ رکن ٿا، اهي **ولاتتخذوا آيات الله هزوا** جي تنبيهہ کي بہ خيال ۾
رکن، سورت طلاق جي ٻيو نمبر آيت آهي تہ **فاذا بلغن اجلهن**
**فامسڪوهن بمعروف اوفارقوهن بمعروف واشهدواذوي عدل منڪم**
**واقيموا الشهادة لله**O يعني جڏهن انهن عورتن جي عدت پوري ٿي
وڃڻ کي ويجهو اچي تہ معروف نموني يعني قانون مطابق انهن کي ٻيهر
روڪيو، يا قانون مطابق جدا ڪيو تہ انهيءَ ڪارگذاري لاءِ بہ عدد
شاهد ڪري ايئن ڪيو، الله ڪارڻ شاهدن جو قائم ڪرڻ تمام ضروري
آهي. هن ڪان پوءِ بہ هڪ سوال رهجي وڃي ٿو تہ اها واپسي ٿين



نڪاح سان ٿيندي يا صرف ٻنهي ڌرين جو رضامندو ڪافي آهي، ٻيو
ڀيرو نڪاح جي ضرورت ڪانهي؟ ان لاءِ سورت بقره جي آيت نمبر
۲۳۲ ۾ آهي تہ **واذا طلقتم النساء فبلغن اجلهن فلا تعضلوهن ان**
**ينڪحن ازواجهن اذا تراضوا بينهم بالمعروف**O يعني جڏهن طلاق
ڏنل عورتون پنهنجي عدت پوري ڪرڻ کي ويجهو اچن تہ اهي
جيڪڏهن اڳين مڙس سان راضي ٿي وڃن تہ هو اڳتي پاڻ ۾ گڏجي
رهندا تہ توهان انهن جي نڪاح ۾ رڪاوٽ نہ وجهو. هن آيت ۾ وري
گڏجي رهڻ لاءِ نڪاح کي ضروري قرار ڏنو ويو آهي. ان جو اثر هي
ٿيندو تہ ٻيو ڀيرو نڪاح سان ٻيو ڀيرو مهر بہ ڏيڻو پوندو. طلاق جي
معاملي ۾ سورت بقر جي آيت نمبر ۲۲۹ ۾ قرآن پڌرائي ڪئي آهي تہ
**الطلاق مرتان فامساڪ بمعروف اوتسريح باحسان**O يعني طلاق ڏيڻ
جا بہ ڀيرا آهن (ان جو ردعمل) وري قانون مطابق ان کي زال بنائي رکڻ
يا قانون جي روشني ۾ ڇڏي ڏيڻ آهي، باقي ٽئين ڀيري طلاق ڏيڻ کان
پوءِ چوٿين ڀيري نڪاح لاءِ قانون ۾ تبديلي آندي وئي آهي. يعني جيڪا
بہ ڀيرا طلاق کان پوءِ يعني ٻهرين نڪاح کان پوءِ اختلاف ٿي پيو
عدالت ان اختلاف ڪري طلاق لاڳو ڪري ڇڏي، پر هي جوڙو عدت
واري مرحلي ۾ نہ ٿيو ويو ٻيو ڀيرو نڪاح ڪري گڏ رهڻ لڳا. اڳتي هلي
وڙهي پيا ۽ وري ڳالهہ عدالت وٽ پهتي عدالت ٻيو ڀيرو پنهنجي
پراسيس مطابق طلاق ڏياري، وري عدت دوران نہ ٿي ويا. وري ٽيون ڀيرو
نڪاح ڪرائي هنن کي ڳنڍيو ويو ۽ هي رهندي رهندي اڳتي هلي وري
وڙهي پيا تہ عدالت وٽ آيا تہ هاڻي جيڪا ٽيون ڀيرو طلاق جي گهر ٿي
آهي، ان لاءِ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ **فان طلقها فلاتحل له من بعد**
**حتي تنڪح زوجاغيره** (بقره ۲۳۰) يعني جيڪڏهن ٽيون ڀيرو طلاق
ڏيندو تہ اهڙي صورت ۾ وري چوٿون ڀيرو گڏجي رهڻ لاءِ نڪاح
ڪرڻ جي ايئن اڳي وانگر اجازت ناهي، هاڻي انهيءَ عورت کي ٻهرين
مڙس سان زال ٿي رهڻ بند، وري ڪو ٻيو مڙس ڪري ۽ پوءِ جيڪڏهن
ان سان بہ ڪا اٽ بٽ ٿي پوي ۽ ڪورٽ ۽ عدالت اتي طلاق جو
فيصلو ڪري، ان کان پوءِ عدت گذارڻ کان پوءِ ٻهرين مڙس ڏي موٽڻ

گهري تہ موتي سگهندي نہ تہ ٻي صورت ڪانهي، انهي لاءِ بہ قرآن پاڪ شرط وڌو آهي تہ ان ظنا انه يقيما حدود الله جيڪڏهن هو سمجهن تہ الله جي قانونن مطابق رهي بہ سگهندا يا نہ، پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين تہ قرآن حڪيم ڪيترو نہ تفصيل سان زال مڙس جي جهيڳڙن جو نبيرو سمجهايو آهي، کولي کولي سمجهايو آهي، طلاق لاءِ ڇتي نموني فرمان ٻڌايائين تہ زال مڙس جي جهيڙي سبب ٻہ ڀيرا تہ ڪورٽ طلاق ڪان پوءِ وري موٽائڻ جو احسان ۽ ٿورو ڪندي، ٽئين ڀيري طلاق ڪان پوءِ موٽائڻ جي قانون ۾ سختي ڪري ڇڏيائين، تہ ازدوا جي زندگي کي مذاق نہ بنايو ۽ طلاق جو اختيار ۽ پاور نہ زال کي ڏنو اٿس نہ مڙس کي، جڏهن تہ اسان وٽ هلندڙ فقهہ ۾ مڙس کي بغير ڪنهن مشوري شرطن ۽ پابندين جي ايگرنمنٽ ٽوڙڻ جا اختيار ڏنا ويا آهن ۽ ٽئين ڀيري طلاق ڪان پوءِ تہ حلالي جي جيڪا اصطلاح ٺاهي اٿن، انهيءَ جا تہ دڪان کولي ڇڏيا اٿن، ان جو تفصيل ايترو تہ شرمناڪ آهي جو اهو بجا طور ولاتتخذوا آيات الله هزوا جو پورو پورو جوابدار آهي، اسان وٽ طلاق جا جيڪي قسم مشهور ڪيا ويا آهن اهي سڀ هٿرادو پيا لڳن. قرآن ۾ انهن جو ڪوبہ نشان نظر نٿو اچي، قرآن طلاق ڏيڻ جو اختيار ئي ڪنهن کي نٿو ڏئي ۽ هو صرف عدالت ڪان مصالحتي بورڊ ذريعي اهو مسئلو حل ڪرائڻ ٿو گهري ۽ انهن کي بہ سمجهائي ٿو تہ توهان ڪاميٽي جا ميمبر جڏهن طلاق جو فيصلو ڪيو تہ عدت جي حساب جو خيال رکي فيصلو ڪجو ۽ اهو تفصيل بہ قرآن سمجهايو آهي تہ عدت جو مدو ٽي ماهواريون آهن ان لاءِ پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ۲۲۸ **والمطلقات يتربص بانفسهن ثلاثة قروء**○ ۽ سورت طلاق جي آيت نمبر ۴ ۾ سمجهايو اٿس تہ جيڪڏهن عمر جي لحاظ سان يا ڪنهن ٻئي سبب ماهواريون بند آهن يا حساب ۾ ڳڙٻڙ آهي تہ فعد تهن ثلاثة اشهر پوءِ انهن جي عدت جو مدو ٽي مهينا آهي ۽ فرمايو اٿس تہ **واولات الاحمال ان يضعن حملهن** يعني پيٽ واريون حمل وارين جي عدت جو مدو ٻار ڄڻڻ تائين آهي، الله جو شان آهي جو جنهن بہ مسئلي کي قرآن کڻي ٿو ان جي هر پهلو ڪان



ڇنڊي ڇاڻي ان جون سڀ ضروري ڳالهيون سمجهائي ٿو ڏئي، ڪابہ ڳالهہ ڪونہ ٿو رهائي، آئون تہ هتي ظهار ايلاء جا مسئلا ڪونہ ٿو لکان عدت دوران جا سڀ مسئلا اوهان پڙهندڙن تي ٿو ڇڏيان تہ وڃي قرآن کولي پڙهو، طلاق ڪان پوءِ مهر ڪيترو موٽائڻو آهي ڪيترو ناهي ڏيڻو ڪهڙي صورت ۾ ڏيڻو آهي، ڪهڙي ۾ ناهي ڏيڻو، اهي سڀ تفصيل قرآن پاڪ لکيا آهن، جنهن کي تبليغي جماعت جي سيٺين جي چندن ۽ نذرانن تي پلجندڙ مولوي صاحب چوندا آهن هن ڪتاب ۾ رڳو اشارن ۾ ڳالهہ ڪيل آهي هي ڪتاب مبهم ۽ مختصر آهي جڏهن تہ قرآن کي رب پاڪ بيان للناس سڏيو آهي، تيبانا لڪل شي يعني هر شيءِ کي کولي ڇٽو ڪري پيش ڪندڙ سڏيو آهي. ڪتاب مبين سڏيو آهي، نورمبين سڏيو آهي، سلطان مبين سڏيو آهي، حق المبين سڏيو آهي، اونداهين ڪان روشنين طرف آڻيندڙ ڪتاب سڏيو آهي، هن نور جي شمع کي وسائڻ لاءِ سڀ حيلا پيا هلن پروپيگنڊه پئي هلي تہ هن ڪتاب ۾ تفصيل ڪونہ آهن. رب سائين فرمائي ٿو تہ انهيءَ واويلا سان **يريدون ان يطفئوا نورالله بافواههم ويابي الله الا ان يتم نوره ولوكره الكافرون**○ (توبہ ۳۲) اهي ماڻهو چاهين ٿا تہ الله جي هن نور (قرآن) کي پنهنجي پروپيگنڊه سان ڦوڪون ڏيئي ڏيئي وسائين، پر الله کي بہ چئلينج قبول آهي، مقابلي ۾ اهو بہ اعلان ڪري چڪو آهي تہ هو پنهنجي نور (قرآن کي) مڪمل ڪري ڏيڪاريندو توڙي ڪٽي ڪافرن کي اها ڳالهہ نہ وڻي.

# وحدت اديان

## دنيا جا دين مڙيئي هڪ آهن

قرآن حڪيم ڏس ڏئي ٿو تہ انسان شروع شروع ۾ سڀ هڪ هئا ۽ انهن جي هدايت لاءِ رب سائين پنهنجا نبي پئي موڪليا، جيڪي انهن کي سندن چڱن ڪمن تي خوشخبريون ٻڌائيندا هئا ۽ برن ڪمن تي ڪين ڊيڄاريندا هئا ۽ ماڻهن جي اختلافي معاملن کي نبيرڻ لاءِ رب پاڪ پنهنجي نبين کي حق جا ڪتاب ڏيئي پئي موڪليو تہ جيئن انهن ذريعي ماڻهن جا فيصلا ڪن ۽ اها نوبت هن ڪري پئي آئي جو ڪي ماڻهو آسماني دليلن ملڻ کان پوءِ بہ ڪن سان بغاوت پيا ڪن، پوءِ الله عزوجل ايمان وارن کي هدايت پيو ڏيئي، اختلافي مسئلن ۾ حق واري رستي جي، حوالي لاءِ پڙهي ڏسو آيت ٢١٣ سورت بقره **ڪان الناس امة واحدة فبعث الله النبين مبشرين ومنذرين وانزل معهم الڪتاب بالحق ليحڪم بين الناس فيما اختلفوا فيه وما اختلف فيه الا الذين اوتوه من بعد ماجاء تهم البينات بغيا بينهم فهدي الله الذين آمنوا لما اختلفوا فيه من الحق باذنه والله يهدي من يشاء الي صراط مستقيم** O هن آيت سڄوري جي آخري حصي يهدي من يشاء الي صراط مستقيم تي غور ڪيو وڃي تہ منهنڙيي دور جي انسانن لاءِ هدايت واري دين ۽ شريعت کي بہ رب پاڪ صراط مستقيم نالي سان سڏيو آهي ۽ آخري پيغمبر ذريعي مليل آخري ڪتاب ۽ شريعت کي بہ الله عزوجل صراط مستقيم جي عنوان سان ۽ لقب سان تعبير ڪيو آهي سڏيو آهي. ان ڪري هاڻ هن طرح بہ چئي سگهجي ٿو تہ سڀن نبين کي مليل وحي واري رهنمائي صراط مستقيم آهي. اهو وڏو ثبوت آهي هن ڳالهہ جو تہ دنيا جا سيئي دين هڪ آهن، سڀن جو نالو هڪ آهي، عنوان هڪ آهي، تفصيل هڪ آهي. انهي دعوي جو ۽ حقيقت جو پيو وڏو ثبوت سورت نساء جي آيت نمبر ١٦٢ کان ١٦٥ تائين جا فرمان



آهن آيت نمبر ١٦٢ ۾ ڏس آهي تہ **لڪن الراسخون في العلم منهم والمؤمنون يؤمنون بما انزل اليڪ وما انزل من قبلڪ والمقيمين الصلوة والمؤتون الزڪوة والمومنون بالله واليوم الآخر اولائڪ سنؤتيهم اجرا عظيما** O يعني اي پيغمبر اڳين رسولن جي امتن جا علم ۽ ڄاڻ ۾ مضبوط ۽ پڪا عالم ۽ تنهنجي امت مان ايمان وارا اهي سڀ ايمان آڻن ٿا انهيءَ پروگرام تي جيڪو تنهنجي مٿان نازل ڪيو ويو ۽ ان مٿان بہ جيڪو توکان اڳين نبين تي بہ نازل ڪيو ويو. نہ رڳو ايترو جو صرف ايمان آڻن ٿا، پر انهيءَ سان گڏ وحي ذريعي سمجهايل نظام کي بہ قائم ڪندڙ آهن ۽ ماڻهن جي سڌاري ۽ ترقي لاءِ بہ پنهنجيون صلاحيتون خرچ ڪرڻ وارا آهن، جيڪي نظام صلوة جو لازمي رزلٽ آهن ۽ ثمر آهن ۽ اهي الله جي حاڪميت مٿان ۽ آخرت جي جزا سزا مٿان بہ ايمان آڻيندڙ آهن، انهن کي جلد اجرعظيم عطا ڪنداسون. هن آيت ۾ اڳين نبين جي امت جي عالمن ۽ آخري پيغمبر مٿان ايمان آڻيندڙن جي مشترڪ نشاني ڏسي وئي تہ اهي اڳين پوين سڀن رسولن مٿان نازل ٿيل پروگرام مٿان ايمان بہ آڻين ٿا ۽ ان سان گڏ ان کي قائم ڪري ڏيکارڻ لاءِ بہ گڏيل جدوجهد هلائڻ وارا آهن. هن آيت مان هي حقيقت بہ ثابت ٿي تہ مسلمانن ۽ اڳين نبين جي امت جي سمجهدار، اهل علم ماڻهن کي گڏجي وحي واري نظام کي قائم ڪرڻ لاءِ هلچل هلائڻ گهرجي ۽ اهو وحي وارو نظام سڀن نبين ۽ انهن تي نازل ٿيل ڪتابن جو مشترڪ نظام آهي، جيڪا حقيقت اڳين آيت ١٦٣ ۾ وڌيڪ چٽي نموني کولي سمجهائي وئي آهي، اها هي آهي تہ **انا اوحينا اليڪ ڪما اوحينا الي نوح والنبين من بعده واوحينا الي ابراهيم واسماعيل و اسحاق و يعقوب والاسباط و عيسي وايوب ويونس وهارون و سليمان واتينا داؤد زبورا** O ڄاڻڻ گهرجي تہ حضرت آدم عليہ السلام ۽ حضرت نوح عليہ السلام جي وچ واري عرصي ۾ اهل علم جي خيال مطابق انسانن ۾ ڪو خاص بگاڙ ڪونہ آيو هو ان دور تائين جا سڀ نبي تعميري اصلاحي سماجي معاشي رهنمائي واريون هدايتون ڏسڻ واريون شريعتون ڪٽي ايندا رهيا، شرڪ ڪفر ۽ فرقي بازي جو فتنو خاص ڪري حضرت نوح عليہ السلام جي ويجهي ويجهي زماني ۾

ظاهر ٿيو آهي، جيڪو اڄ تائين هلندو پيو اچي ۽ ان جي خاتمي لاءِ ۽ سڀني انسانن کي اڳي وانگر متحد ڪرڻ، هڪ ڪرڻ لاءِ حضرت نوح عليہ السلام کان حضرت ابراهيم عليہ السلام کان آخري پيغمبر تائين وحي جون هدايتون ملنديون اچن پيون، جنهن طرف مٿين آيت ۾ سمجهايو ويو آهي، ڏس ڏنو ويو آهي تہ اي محمد! اسان تنهنجي طرف وحي ڪيوسون، جيئن نوح ۽ ان کان پوءِ وارن نبين ڏي وحي ڪيوسين ۽ وحي ڪيوسون ابراهيم، اسماعيل، اسحاق ۽ يعقوب ۽ ان جي پيڙهين ۽ نسلن ڏي ۽ عيسي، ايوب، يونس، هارون، سليمان طرف ۽ داؤد کي بہ زبور ڏنوسون ۽ ان کان پوءِ آيت ۱٦۴ ۾ اها بہ پڌرائي ڪئي وئي تہ **ورسلا قد قصصناهم عليک من قبل ورسلالم نقصصهم عليک وڪلم الله موسىٰ تڪليما** يعني ۽ ڪيترائي رسول جن جو ليڪو بيان ڪيوسون توسان ۽ ڪيترائي جن جا قصا توسان ڪونہ ڪياسين، باقي موسي ڪليم الله جو ذڪر تہ گهڻو بيان ٿيل آهي، هن مذڪور ۾ خاص ڳالهہ ڌيان طلب هي آهي تہ حضور ﷺ کي رب پاڪ قرآن مجيد ۾ هنن آيتن اندر هي حقيقت سمجهائي ٿو تہ اسان تنهنجي طرف وحي ڪيوسين اهڙو جهڙو نوح ۽ ان جي پوءِ وارن نبين جي طرف ۽ ابراهيم عليہ السلام ۽ ان کان پوءِ وارن اسماعيل اسحاق يعقوب ۽ ان جي اولاد طرف ۽ ڪيترائي ٻيا اهڙا بہ نبي جن جو توسان اسان ذڪر ئي ڪونہ ڪيو آهي تہ ان ڳالهہ مان حضور ﷺ ۽ سڀني پيغمبرن جي وحي واري تعليم ۾ مماثلت ۽ هڪجهڙائي قرآن پاڪ بيان ڪري رهيو آهي.

## اسلام

لفظ اسلام جو اصل مادو س- لام- ميم آهي ان مان جيڪي الفاظ جڙن اهي سڀ تمام وڏي ڪشادي معنيٰ رکندڙ هوندا، انهن مان هڪ تہ سلامتيءَ ۾ امن ۾ اچڻ ۽ ٻئي کي امن سلامتي ڏيڻ ٻيو اطاعت، فرمانبرداري، تابعداري ۽ احڪامات الاهي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ ۽ پاڻ کي خدائي پروگرام جي حوالي ڪرڻ وغيره ٽيون مشڪلاتن، مصيبتن، حادثن کان محفوظ رهڻ، سلامتي ۾ رهڻ، چوٿون بيهوده ۽ بي مقصد ۽ لغو ڳالهين ۽ ڪمن کان محفوظ رهڻ، پنجون سونهن حسن ۽ تازگي



وارو هجڻ، يا اهڙين ۽ ان کان بہ وڌيڪ معنائن وارو لفظ ۽ مادو آهي. ڪائنات جي هر شيءِ الله جي حڪمن اڳيان سجده ريز آهي انهيءَ اطاعت ۽ فرمانبرداري مان ان جي بهتر پرورش ۽ واڌ ٿئي ٿي، جنهن سبب نظام ڪائنات، تمام امن سلامتي ۽ اعتدال سان وچٿرائيءَ سان قائم ٿئي تہ ان کي نظام اسلام چئبو. ڪائنات جي سڀني شين جي فرمانبرداري لاءِ قرآن پاڪ شاهدي ڏئي ٿو تہ آسمانن ۽ زمين جون سڀ شيون الله جي فرمانبرداري هيٺ آهن سورت بقره آيت نمبر ۱۱٦ **وقالوا اتخذ الله ولدا سبحانه بل له مافي السماوات والارض كل له قانتون○** ۽ اجا ان کان بہ وڌيڪ چٽي نموني سورت نحل جي آيت نمبر ۴۸-۴۹-۵۰ ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ خدا جي مخلوق مان انسانن کان سواءِ ٻي مخلوق پنهنجي خالق اڳيان سجدي ۾ آهن، ان جي حڪم مڃڻ کان وڏائي نٿيون ڪن ۽ پنهنجي مالڪ جي نافرماني کان ڊڄن ٿيون، جنهن سبب هر حڪم جي تعميل ڪن ٿيون، **اولم يروا الي ماخلق الله من شيءِ يتفيؤ ظلا له عن اليمين والشمائل سجدلله وهم داخرون○ ولله يسجد مافي السماوات ومافي الارض من دابة والملائكة وهم لايستكبرون○ يخافون ربهم من فوقهم ويفعلون مايؤمرون○** حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دعا تہ اسان کي بہ مسلمان بناءِ ۽ اسان جي اولاد کي بہ مسلمان بڻاءِ پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ۱۲۸ تہ **ربنا واجعلنا مسلمين لك ومن ذريتنا امة مسلمة لك وارنا مناسكنا و تب علينا انك انت التواب الرحيم○** ۽ اهڙي نموني حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ حضرت يعقوب عليہ السلام جي پنهنجي اولاد کي وصيت تہ اي منهنجا پٽڙؤ الله عزوجل اوهان جي لاءِ دين چونڊي مقرر ڪيو آهي، پوءِ ياد رکجو، ايئن توهان تي موت نہ اچي وڃي، پر جي موت اچي وڃي تہ اهڙي حال ۾ اوهان هجو جو اوهان مسلمان هجو ۽ اسلام قبول ڪري چڪا هجو، ساڳي سورت جي آيت نمبر ۱۳۲ **ووصيٰ بها ابراهيم بنيه و يعقوب يا بني ان الله اصطفيٰ لكم الدين فلاتموتن الاوانتم مسلمون○** وري ان کان پوءِ حضرت يعقوب عليہ السلام جو وفات کان ٿورو اڳ پنهنجي اولاد کان سوال تہ توهان منهنجي وفات پڄاڻان ڪنهن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري

كندا تہ جواب ۾ سڀن گڏجي چيو تہ اسان فرمانبرداري كنداسون تنهنجي الله جي ۽ تنهنجي ابن ڏاڏن ابراهيم عليہ السلام اسماعيل عليہ السلام اسحاق عليہ السلام جي معبود كي اكيلي سر معبود سمجهي ۽ اسان سڀ انهي الله لاءِ اسلام قبول كرڻ وارا مسلمان آهيون. فرمان آهي تہ **ام كنتم شهداء اذحضر يعقوب الموت اذقال لبنيه ماتعبدون من بعدي قالوا نعبد الاهك واله آبائك ابراهيم واسماعيل واسحاق الها واحدا ونحن له مسلمون○** بقره ١٣٣ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا حواري بہ پاڻ كي مسلمان سڏائيندا هئا پڙهي ڏسو سورت آل عمران آيت نمبر ٥٢ **فلما احس عيسيٰ منهم الكفرقال من انصاري الي الله قال الحواريون نحن انصار الله آمنا بالله واشهد بانا مسلمون○** ۽ سورت مائده جي آيت نمبر ١١١ ۾ بہ ساڳي شاهدي ملي ٿي **واذاوحيت الي الحوارين ان آمنوابي وبر سولي قالوا آمنا واشهد باننا مسلمون○** اهڙي نموني اڳي كان بہ وڌيك چٽي ۽ پڌري نموني قرآن پاك ابوالانبياء حضرت ابراهيم عليہ السلام جي باري ۾ تعارف كرايو تہ نہ اهو يهودي هئو نہ نصارو پر حنيف مسلمان هو ۽ هو مشركن مان بہ كونہ هو. پڙهي ڏسندا سورت آل عمران آيت نمبر ٦٧ **ما كان ابراهيم يهوديا ولا نصرانيا ولاكن كان حنيفا مسلما وماكان من المشركين○** اهڙي نموني آخري پيغمبر ﷺ كي حكم كيو ويو تہ اڳي جيكي بہ نبي گذري چكا آهن جن كي رب پاك هدايت عطا كئي هئي تون بہ انهن جي هدايت جي پوئواري كر حكم آهي تہ **اولائك الذين هدي الله فبهداهم اقتده** سورت انعام آيت نمبر ٩٠ رب پاك جي كلام پاك جي كهڙي ڳالهہ كجي! جنهن بہ مسئلي كي پڙهندڙن اڳيان قرآن حكيم كٿي ٿو بيان كري ٿو. تصريف آيات جي فن سان يعني ساڳئي مسئلي ۽ ڳالهہ كي، ورائي ورائي نون نون اشارن سان بيان كري دهرائي اهڙو تہ كولي ٿو ڇڏي، جو كوبہ مونجهارو ۽ ابهام نٿو رهي ۽ انهي انداز سان ڳالهہ ۽ مسئلو هر طرف كان چٽو ۽ پڌرو ٿيو وڃي. پڙهندڙ كٿي هن وحدت اديان جي مسئلي تي ٿي غور كن ۽ ڏسن تہ قرآن حكيم كيئن نہ ساڳي ڳالهہ مختلف پيراين ۾ اسلوبن ۾ طريقن سان ورائي ورائي كيئن نہ كولي سمجهائي ۽ پكو



كري رهيو آهي، اجا هتي اكرن لكڻ تائين ساڳيو مسئلو سمجهائڻ لاءِ قرآن پاك مان ڏهن آيتن كان وڌيك حوالا لكي چكا آهيون هر آيت ۾ مسئلي كي نئون نكار ۽ اوجر ملي رهيو آهي ۽ دليلن جي پرمار اجا اڻ كٽ آهي، قرآن حكيم جي سمجهاڻين تي عقل دنگ ٿيو وڃي ۽ سواءِ سبحان الله سبحان الله و بحمده چوڻ جي وڌيك تہ زبان گونگي ٿي نظر اچي، هن كتاب جي، رهبر ۽ استاد جي حيثيت ۾ سمجهائڻ جو شان ئي نرالو آهي، وري سورت انعام جي آيت نمبر ١٦١ ۾ رب پاك فرمائي ٿو تہ **قل انني هداني ربي الي صراط مستقيم دينا قيما ابراهيم حنيفا وماكان من المشركين○** يعني اي رسول تون چئي ڏي تہ تحقيق مون كي منهنجي پالڻهار اهڙي (پروگرام) طرف هدايت كئي آهي جيكو صراط مستقيم يعني سنئون سڌو آهي، اهو بہ اهڙو مضبوط آهي جنهن كي ابراهيمي ملت حنيف سڏيو وڃي ٿو ۽ ابراهيم فرقي بازن يعني مشركن مان كونہ هئو وري سورت اعراف آيت نمبر ٥٩- ٦٥- ٧٣- ٨٥ جي مضمون تي غور كيو تہ سڀن نبين جي تعليم ساڳي، سڏ ۽ پكار هك آهي **لقدارسلنا الي قومه فقال يا قوم اعبدوا الله مالكم من اله غيره** وري آيت ٦٥ ۾ آهي تہ **الي عاد اخاهم هودا قال يا قوم اعبدو ا الله مالكم من اله غيره** اجا وري آيت نمبر ٧٣ ۾ آهي تہ **والي ثمود اخاهم صالحا قال يا قوم اعبدوا الله مالكم اله غيره** وري آيت نمبر ٨٥ ۾ آهي تہ **والي مدين اخاهم شعيبا قال يا قوم اعبدوا الله مالكم من اله غيره** يعني هر نبي ماڻهن كي الله جي حكمن مڃڻ ۽ انهن جي تابعداري طرف سڏيو آهي ۽ فرعون جي درباري جادوگرن جي هيءَ دعا تہ اسان كي مسلم كري مار پڙهي ڏسو سورت اعراف آيت نمبر ١٢٦ **ربنا افرغ عليہ صبرا وتوفنا مسلمين○** ۽ حضرت نوح عليہ السلام جو قول تہ **وامرت ان اكون من المسلمين** سورت يونس ۽ آيت ٧٢ يعني مون كي حكم كيو ويو آهي تہ آئون مسلمانن مان ٿيان ۽ حضرت يوسف عليہ السلام جي دعا تہ (اي الله) تون منهنجو وارث آهين دنيا ۽ آخرت ۾ مون كي وفات ڏين تہ اهڙي حال ۾ جو آئون مسلمان هجان ۽ شامل كجان ۽ مون كي سڌارك ماڻهن سان سورت يونس آيت نمبر ١٠١ **انت ولي في الدنيا**

**وا لآخرة توفني مسلما والحقني بالصالحين** سورت نحل جي آيت نمبر
٣٦ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ اسان هر امت ڏي پنهنجو رسول
موڪليوسين انهن سڀني رسولن جي تعليم هڪ هئي. اها هيءَ تہ عبادت
ڪيو يعني اطاعت ۽ فرمانبرداري الله جي ۽ پاسي رهو باطل ڪان **ولقد**
**بعثنا في كل امة رسولا ان اعبدوالله واجتنبوا الطاغوت** سورة انبيا
جي آيت نمبر ٢٥ ۾ رب سائين فرمائي ٿو تہ اسان توڪان اڳ ۾ جيڪي
بہ رسول موڪليا آهن انهن ڏي اسان هي وحي ڪيو تہ مون ڪان سواءِ
ٻئي ڪنهن کي بہ معبود نہ سمجهو ۽ مون ڪان سواءِ ڪنهن جي بہ
عبادت نہ ڪيو. اڳا ساڳي سورت ۾ حضرت ابراهيم حضرت نوح
حضرت دائود حضرت سليمان حضرت اسماعيل حضرت ادريس حضرت
ذالڪفل حضرت زڪريا حضرت يحيٰ عليهم السلام جو احوال ڪندي
ڪندي آيت نمبر ٩٢ ۾ فرمايو **ان هذاه امتكم امة واحدة وانا ربكم**
**فاعبدون** يعني اوهان سڀن رسولن جي امت، هڪ امت آهي ۽ آئون اوهان
سڀن جو رب يعني پالڻهار آهيان ۽ منهنجي ئي عبادت ڪيو يعني منهنجا
حڪم مڃو. هن سموري مذڪور مان ثابت ٿئي ٿو تہ سڀن نبين جي
تعليم بہ هڪ آهي ان ڪري سڀن رسولن جي امتن کي بہ هڪ امت
وانگر تصور ڪري سڀن لاءِ هدايت ۽ رهنمائي جو نصاب ۽ ڪورس بہ
ساڳيو هوندو ۽ سورت مؤمنون جي آيت نمبر ٥١ ۾ سڀن رسولن کي
گڏ خطاب فرمائي هڪ ئي تعليم جوفرمان ۽ وحي ڪيو ويو تہ **يا ايها**
**الرسل كلوامن الطيبات واعملوا صالحا اني بما تعملون عليم** يعني اي
سڀ رسول ۽ انبياءُ! پاڪ صاف طعام کائو ۽ سڌاري جا ڪم ڪيو،
تحقيق آئون توهان جي ڪارگذارين جو ڄاڻهار آهيان. هن خطاب ۽
هدايتن تي غور ڪجي تہ ڪيئي حقيقتون ظاهر ٿين ٿيون، ايئن ٿو
محسوس ٿئي ڄڻ پارٽي هيڊ پنهنجي تنظيمي عهديدارن کي هدايتون پيو
ڏئي تہ ڪلوامن الطيبات يعني پنهنجي غذا ۽ خوراڪ پاڪيزه قسم جي
صاف نفاست واري کائو. ڄاڻ گهرجي تہ طبي طور پاڪائي رکڻ،
صفائي رکڻ، خوراڪ ۾ لباس ۾ جسم ۾ مڪان ۾ انهيءَ سان انسان
جي سوچ ۾ پاڪائي ايندي، عقل ۾ فهم فراست ۾ دانائيءَ ۾ نہ صرف
پنهنجي ذات ۽ شخصيت ۾ پر گهر ۾ محلي ۾ معاشري ۾ سماج ۾ راڄ



۾ رياست ۾ يعني جيترو دائرو پاڪائي ۽ صفائيءَ جو وڌيڪ رکبو
ايترو ماحول سڌرندو. انهيءَ ڪري اڳئين جملي ۾ رب پاڪ فرمايو تہ
واعملوا صالحا اني بما تعملون عليم يعني اي منهنجا تنظيمي ورڪرو! اي
جڳ جهان جا سڌارڪ اڳواڻو! انقلابيو! واعملوا صالحا، وجو، وجي
سڌارا آڻيو، خلق جو اصلاح ڪيو، ملڪن جو اصلاح ڪيو، اني
بماتعملون عليم، آئون اوهان جو نگران آهيان، چيڪ ڪري رهيو آهيان،
مون ڏي ،سڀ ڄاڻ آهي تہ توهان ڪيترو ڪم ڪري رهيا آهيو، ڪيترو
اصلاح ڪري رهيا آهيو، ڪيترا سڌارا آڻي رهيا آهيو! هاڻي ٻڌي ڇڏيو
تہ اسان دائود عليہ السلام کي بہ ان جي ڪتاب زبور ۾ پنهنجو اهو
ساڳيو فيصلو ٻڌايو هئو، سمجهايو هئو تہ **ان الارض يرثها عبادي**
**الصالحون** (سورت انبياء آيت ١٠٥) يعني زمين جو ورثو، زمين جو قبضو،
زمين جي مالڪي، انهن ماڻهن کي ملندي جيڪي سڌارڪ هوندا، سڌاري
لاءِ پنهنجي هٿن سان عمل ڪندا، ڊڪ ڊوڙ ڪندا، ڄاڪوڙ ڪندا، اسان
جو اهو قانون ملڪن رياستن ڪان وٺي، هيٺ گهٽ ۾ گهٽ ٻني جيڪا
پوک راهي لاءِ ڪاهي وڃي ٿي، ان جي مقدار ۽ حد لاءِ بہ ساڳيو قانون
رهندو، اسان جو فيصلو آهي تہ ليس للانسان الاماسعيٰ يعني انسان لاءِ
ايترو ڪجهہ آهي، جيترو ان جو پورهيو هوندو، حد ملڪيت ۽ ان جي
دائري لاءِ اسان قانون ناهي قرآن ۾ سمجهائي ڏنو آهي تہ ڪل نفس
بماڪسبت رهين يعني هر شخص پنهنجي ڪمائيءَ جيترو لهڻي، جيڪو
نٿو ڪمائي اهو ڪک جو بہ مالڪ نہ بنايو ويندو. انهيءَ قانون کي
جڳ جهان ۾ لاڳو ڪرڻ لاءِ اي محمد! توکي اسان جهانن لاءِ رحمت
ڪري موڪليو آهي (يعني جيئن آئون الله رب العالمين جهانن جو پالڻهار
آهيان) اهڙي نموني تون رحمة اللعالمين آهين، ان ڪري تنهنجي ايڏي
وڏي عهدي جي تقاضا آهي، تہ تون جهانن وارن کي اعلان ڪري سوال
ڪرين، پڇين ۽ چئين تہ **انمايوحيٰ الي انما الهكم اله واحد فهل انتم**
**مسلمون** سورت انبياء آيت ١٠٨ يعني مون کي وحي ڪيو ويو آهي تہ
اوهان کي ٻڌايان، اوهان ڪان پڇان تہ توهان جو معبود هڪڙو آهي (ان
ڪري قانون بہ ان جو هلندو) ڇا توهان، ان جي حاڪميت، قانون ۽
معبوديت کي مڃو ٿا؟ ۽ مٿي آيت نمبر ١٠٦ ۾ سمجهائي آيو تہ **ان في**

**هذا بلاغا لقوم عابدين** يعني الله جي پڌايل ۽ سمجهايل قانون مساوات ۾ فرمانبردارن لاءِ عقل فهم ۽ دانائي جي ڳالهہ آهي.

ڪافي عرصي کان ڏسجي پيو تہ ڀين نبين جي امتن وانگر مسلمان بہ پنهنجي رسول جي تعليم کان منهن موڙي ويا آهن. اڳين رسولن جي امتن تہ پنهنجي نبين جي ڪتابن ۾ بہ تبديليون آڻي ڇڏيون. انهن وانگر حضور ﷺ جي امت بہ وڏا وس ڪيا آهن تہ هو بہ قرآن کي بدلائي پنهنجي خواهشن مطابق ڪري ڇڏين. پر رب سائين قرآن جي حفاظت جو ذمو پاڻ کنيو آهي، ان ڪري متن ۽ قرآن پاڪ جي اصل عبارت مٽائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيا آهن. باقي تعبير ۽ تفسير بلڪ لفظن جون معنائون بدلائڻ ۾ بہ مسلمانن روهيون ڪري ڇڏيون آهن. ايترو جو يهودي ۽ نصارا بہ هنن جا شاگرد لڳن ۽ ايترو جو اڄڪلهہ مسلمان. قرآن پاڪ جي حڪم **اتبعوا ماانزل اليكم** يعني تابعداري ڪيو ان قانون ۽ احڪامن جي جيڪو توهان جي طرف نازل ڪيو ويو آهي. يعني قرآن جي ۽ **ولاتتبعوا من دونه اولياء** (اعراف آيت ٣) يعني قرآن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي وحي وارث نہ سمجهو ۽ نہ ئي ان جي تابعداري ڪيو. سراسر ان جي ابتڙ پيا هلن. مسلمانن قرآن کي ايترو تہ فالتو ۽ غير ضروري سمجهي، ڦِٽو ڪري ڇڏيو آهي جو قرآن پاڪ فرمائي ٿو تہ قيامت ڏهاڙي خود رسول ﷺ پنهنجي امت مٿان الله جي حضور ۾ فريادي ٿيندو تہ **وقال الرسول يا رب ان قومي اتخذوا هذا القرآن مهجورا**○ يعني اي منهنجا پالڻهار من منهنجي امت هن قرآن کي ڦِٽو ڪري ڇڏيو هو.

## سموري دنيا جي عالمن کي سڏ

پوري ڪائنات جي عالمن، دنيا جي سڀني مذهبن جي ڄاڻو ماڻهن، ڏاهن، دانشورن کي، آئون دعوت ڏيان ٿو، سڏ ڏيان ٿو، اپيل ڪيان ٿو، عرض ڪيان ٿو، درخواست ڪيان ٿو تہ اڄ جڏهن، هن ڪائنات جي پالڻهار جي زمين ۽ ان جي پيداواري وسيلن تي چالاڪ، نڪما، بي عمل ماڻهو، قبضو ڪري پوري دولت کي قبضي ۾ رکيو ويٺا آهن، پورهيت ماڻهو، محنت ڪندڙ ماڻهو، بک مرن ٿا. اهي انگ ڍڪڻ لاءِ لٽي



ڪپڙي کان محروم آهن. بيماريءَ ۾ علاج کان محروم آهن. سردي گرميءَ ۾ مناسب گهر ۽ مٿي ڇانوَ کان محروم آهن. پيٽ گذر لاءِ محتاج آهن، تہ اڇو گڏجي ڪري جهانن جي ڦريلن، محتاج بنايلن، ستايلن، ڪمزور بنايلن کي پاڻيرو ڪيون. حق وٺي ڏيون. خودڪفيل ڪيون. پنهنجي پيرن تي بيهاريون آئون مسلمانن کان سواءِ ٻين ڌرمن ۽ مذهبن جي عالمن جي اهميت ان ڪري تسليم ڪيان ٿو جو قرآن حڪيم اهو ڏس ڏنو آهي تہ اڳين مذهبن جا راسخون في العلم ۽ مومن، قرآني انقلاب جي فلسفي کي ۽ اڳين ڪتابن جي انقلابي فلسفن کي سمجهن ٿا ۽ ان تي ويساهہ بہ رکن ٿا. نہ صرف ايترو پر انقلابي نظام قائم ڪري ان جا مثبت نتيجا ۽ مخلوق جي فائدي وارا سڌارا بہ آڻيندا. پڙهي ڏسو سورت نساء آيت نمبر ١٦٢ **لكن الراسخون في العلم منهم والمؤمنون يؤمنون بما انزل اليك وما انزل من قبلك والمقيمين الصلوة والموتون الزكوة والمؤمنون بالله واليوم الآخر اولائك سنؤتيهم اجرا عظيما**○ ۽ اهو اجتماعي انقلاب ايندو، ڪائناتي اپار اٿندو. جهانن جي پرورش لاءِ دنيا جي ڦورن خلاف پوري محڪوم، مظلوم انسانيت اٿي ڪڙي ٿيندي، اها ڳالهہ اسان کي قرآن پڌائي آهي، ان ڪري اسان جو ايمان آهي تہ اهو انقلاب ضرور ايندو. پڙهي ڏسو سورت مطففين آيت نمبر ٦ **يوم يقوم الناس لرب العالمين**○ ۽ اهڙي نموني سورت زخرف جي آيت نمبر ٣٣-٣٤- ٣٥ ۾ قرآن پاڪ جو اعلان آهي تہ جيڪڏهن اڳتي هلي اسان جو پروگرام سڀن انسانن کي هڪڙي امت ۾ گڏ ڪرڻ جو نہ هجي ها تہ انقلاب دشمن کي ايترا تہ دولت جا انبار ڏيئي ڇڏيون ها جو هو پنهنجي محلاتن جون ڇتيون، ڏاڪڻيون، دروازا ۽ ٽيڪ ڏيئي ويهڻ جا تڪيا سڀ سون چاندي جا ڪرائي ڇڏين ها. پر اسان اڳتي هلي مساوات ۽ هڪجهڙائي جي بنياد تي پوري ڪائنات ۾ ربوبيت عالم جو نظام آڻڻ وارا آهيون. نہ تہ ڌن دولت جي تہ ڪا ايڏي اهميت ڪانهي ڇو تہ اها فاني دنيا جي مختصر عرصي جي ختم ٿيڻ واري شيءِ آهي. اصل وطن تہ آخرت وارو آهي، ان لاءِ فرمان ربي آهي تہ **ولولا ان يكون امة واحدة لجعلنا لمن يكفربا لرحمان لبيوتهم سقفامن فضة و معارج عليها**

**يظهرون○ وليبوتهم ابوابا وسررا عليها يتكئون○ وزخرفا وان كل ذالك لما متاع الحيواة الدنيا والآخرة عندربك للمتقين○** آئون هي اپيل ۽ انسانيت جي گڏيل ڀلائي لاءِ جدوجهد ڪرڻ، پروگرام ناهي ان تي عمل جي ڳالهه هن سهاري تي به ڪيان ٿو ته رب پاڪ قرآن حڪيم ۾ اهڙي ڳالهه ڪئي آهي ته جيڪا به شيءِ ماڻهن جي فائدي واري هوندي اُتي هلي صرف ان کي جتاءِ ملندو. سو هر اهو نظريو پروگرام ۽ اصول، جيڪو انسانيت جي ڀلائي وارو هوندو، بقا ان کي حاصل ٿيندي، باقي سڀ شيءِ رد قرار ڏني ويندي. حوالي لاءِ پڙهندا سورت رعد ١٧-١٣ اصولن جي اهميت کي به قرآن پاڪ وڏي فوقيت ۽ اوليت ڏني آهي ايتري تائين جو پيءُ پٽ جي رشتي کي به قانون ۽ اصول جي مقابلي ۾ نڪرائي ڇڏيو آهي پڙهي ڏسو حوالو، سورت هود آيت ٤٥-٤٦-١١ جنهن ۾ حضرت نوح جڏهن طوفان کان بچڻ لاءِ ٻيڙي ۾ سوار ٿئي ٿو ۽ پٽ کي سڏي ٿو ۽ هو نٿو اچي ته الله کان سوال ٿو ڪري ته منهنجي پٽ کي بچاءِ ۽ پنهنجو هي وعدو ته طوفان مهل تنهنجي اهل کي بچائيندس اهو پورو ڪر ته جواب ۾ رب پاڪ فرمايو ته اهل جي معنيٰ فرمانبردار آهي، تنهنجو پٽ نافرمان آهي ان ڪري اهل مان ناهي اي نوح جيڪڏهن وڌيڪ ڪجهه سوال ڪندين ته جاهلن مان تنهنجو شمار ڪيو ويندو، ۽ تنهنجو اهو پٽ اڻ سڌريل آهي. ساڳئي نموني حضرت ابراهيم عليه السلام جو پنهنجي پيءُ کي چوڻ ته آئون توکي ۽ پنهنجي قوم کي پڌري گمراهي ۾ ڏسان ٿو. سورت انعام ٧٤-٦ اني اراڪ و قومڪ في ضلال مبين ۽ سورت ممتحنہ جي آيت نمبر ٤-٦٠ ۾ آهي ته **قد كانت لكم اسوة حسنة في ابراهيم والذين معه اذقالوا لقومهم انا برائوا منكم ومماتعبدون من دون** يعني توهان جي لاءِ ابراهيم ۽ ان جي ساٿين ۾ تمام سهڻو مثال آهي جڏهن جو انهن پنهنجي قوم وارن کي چيو ته اسان توهان کان ۽ توهان جي انهن خدائن کان جن کي الله کان سواءِ پوڄيو ٿا بيزار آهيون يعني بائيڪاٽ ڪيون ٿا.

چاڻ گهرجي ته حضرت محمد رسول الله جي رسالت ڪنهن مخصوص گروهه، قوم يا علائقي وارن لاءِ ڪانهي بلڪه ذات انسان ۽ پوري بني نوع انسان لاءِ آهي حوالي لاءِ پڙهي ڏسو اعراف آيت نمبر ٧-١٥٨ **قل يا ايها الناس اني رسول الله اليكم جميعا** ۽ اهڙي طرح



حضرت محمد رسول الله کي جيڪو ڪتاب قرآن مجيد منشور ڪري ڏنو ويو آهي اهو به پوري ڪائنات ۽ بني نوع انسان لاءِ هڪ منشور آهي ڪنهن قوم يا قبيلي ۽ علائقي لاءِ ڪونهي حوالي لاءِ پڙهندا سورت نساء ١٧٤-٤ **يا ايها الناس قد جائكم برهان من ربكم وآنزلنا اليكم نوراً مبينا○** قرآن پاڪ انقلابي ماڻهن ايمان آڻڻ وارن جيڪي قرآن کي پنهنجو منشور بنائي جڳ جهان کي هدايت تي آڻڻ وارا آهن انهن جي باري ۾ چيو آهي بلڪه انهن کي چيو آهي ته انهن اڳيان جڏهن قرآني آيتون پڙهيون وڃن ته هو مڪمل ڌيان غور فڪر سان ٻڌن ۽ سمجهن پوءِ انهن تي ايمان آڻين ايئن انڌا ۽ ٻوڙا بنجي قرآن تي ڪري نه پون حوالي لاءِ پڙهندا سورت الفرقان ٧٣-٢٥ اهڙي طرح رسول ﷺ کي حڪم آهي ته تون سڀن انسانن ۾ هي اعلان ڪري ڇڏ ته آئون جنهن پروگرام طرف سڏيان ٿو ڌيان اهو ڪو عقل فهم ۽ بصيرت کان خالي ناهي عقل ۽ فهم جي خلاف ناهي بلڪه وڏو دانش وارو آهي نه صرف آئون اهڙي پروگرام جي دعوت ڏيان ٿو پر منهنجا ساٿي تابعدار به ڪڏهن ڪنهن سان بي عقلي جي ڳالهه نه ڪندا، انهن جي دعوت مون وانگر فهم ۽ بصيرت واري هوندي حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا سورت يوسف آيت نمبر ١٠٨-١٢٠ **قل هذه سبيلي ادعوا الي الله علي بصيرة اناومن اتبعني و سبحان الله ومااتامن المشركين○**

## اسلام ۽ قرآن اڳين دينن کي تسليم ڪري ٿو، انهن کي منسوخ نه ٿو ڪري

خاص ڪري مسلمانن ۾ هي ڳالهه مشهور آهي ته اسلام ۽ قرآن جي اچڻ سان اڳين نبين جا دين ۽ شريعتون منسوخ ڪيا ويا آهن. هن وقت اهي ناقابل عمل آهن پر قرآن حڪيم جو حڪم اهو آهي ته اسان صرف اهي شيون منسوخ ڪيون آهن يا ڪيون ٿا جو جڏهن ڪنهن رسول يا نبي جي تعليمن ۾ شيطان پنهنجو خرافات ملائي ڇڏيندو هو پوءِ الله تعاليٰ ان لاءِ ٻڌايو ته اسان شيطاني حصي کي منسوخ ڪري پنهنجي آيتن جي محڪميت کي بچائي ۽ ثابت ڪري ڇڏيندا هئاسين. پڙهي ڏسو سورة حج آيت نمبر ٥٢ ۽ ٥٣ **وما ارسلنا من قبلك من رسول ولا نبي الا اذا تمنيٰ القيٰ الشيطان في امنيته فينسخ الله ما يلقي الشيطان ثم يحكم الله آياته و الله عليم حكيم○**

۽ سورة بقره جي آيت نمبر ١٠٦ ۾ جيڪو قرآن پاڪ فرمايو آهي ته **مانسخ من آية او ننسها نات بخير منها او مثلها الم تعلم ان الله عليٰ كل شيء قدير**○ ان آيت جو مطلب هيءُ آهي ته آسماني صحيفن ۾ ڪنهن نبيءَ يا رسول جي امت ان ڪان پوءِ ان ۾ ڪا تحريف ڪئي يا پنهنجي خيالن جي ملاوٽ ڪئي يا آسمان زمين جي حادثن سبب ڪي آيتون گم ٿي ويون ته انهن لاءِ مٿين آيت ۾ ٻڌايو ويو ته اهڙي صورت ۾ اسان انهن آيتن جهڙي يا ان ڪان ڀلي آيت نئين رسول جي معرفت ڏيندا آهيون.

اڳين ڪتابن ۽ دينن کي تسليم ڪرڻ سورة مائده جي آيت نمبر ٦٦ مان ثابت ٿئي ٿو ته **ولو انهم اقاموا التورات والانجيل وما انزل اليهم من ربهم لاكلوا من فوقهم ومن تحت ارجلهم منهم امة مقتصدة وكثير منهم ساء ما يعملون**○ جيڪڏهن اهي يهودي ۽ نصاريٰ تورات ۽ انجيل جي نظام کي قائم رکن ها. يا ٻين انهن صحيفن تي به جيڪي انهن جي طرف نازل ڪيا ويا هئا سندن پالڻهار جي طرفان ته نعمتن سان انهن کي ڀريو وڃي ها. انهن يهودين ۽ نصارن مان ڪي وچٿرا آهن پر گهڻا انهن مان بڇڙا ڪم ڪندڙ آهن. ساڳي سورت جي آيت نمبر ٦٨ ۾ فرمان آهي ته **قل يا اهل اكتانب لستم عليٰ شيء حتيٰ تقيموا التوراة والانجيل وما انزل اليكم من ربكم**○ يعني اي اهل ڪتاب توهان جي ڪابه حيثيت ڪانهي جيستري تائين اوهان تورات انجيل ۽ اهي صحيفا جيڪي توهان تي نازل ڪيا ويا آهن اوهان جي پالڻهار طرفان انهن کي قائم ڪري ڏيکاريو. ته هن آيت ۾ به توريت ۽ انجيل جي افاديت کي تسليم ڪيو ويو آهي وري ساڳي سورت جي آيت نمبر ٦٩ ۾ مسلمانن، يهودين صابين ۽ عيسائين کي قرآن گڏي ڪري چئي ڇڏيو ته. جيڪو انهن سيني مان الله تي ۽ آخرت جي ڏهاري تي ايمان آڻيندو ۽ عمل صالح ڪندو تڏهن انهن جو ڇوٽڪارو ٿيندو. آخر ۾ هي گذارش به ذهن ۾ رهي ته اڳين امتن پنهنجن پنهنجن ڪتابن کي ضايع ڪري ڇڏيو يا انهن ۾ ملاوٽ ڪري ڇڏي ته رب سائين پنهنجي آخري رسول جي آخري ڪتاب قرآن مجيد ۾ اڳين سڀن نبين ۽ رسولن جي جملي تعليمات کي آڻي پوري انسان ذات لاءِ رهنمائي جو جامع ڪتاب ڪامل ۽ مڪمل ڪورس ڏيئي ڇڏيو جيڪو پنهنجي وحي واري ٻوليءَ ۾ محفوظ آهي.

# قرآن جي پرواز اڳيان اسان جا ڦڦهي بند

قرآن جي سمجهڻ ۽ پروڙڻ ۾ پڙهندڙن کي جيڪي مشڪلاتون ۽ رڪاوٽون پيش اچن ٿيون، ان جو سبب هي آهي ته قرآن جو تعارف پاڻ جيڪو قرآن حڪيم سمجهايو آهي ته هي ڪتاب نور مبين آهي، هدي للناس آهي، يا ايها النآس جي خطاب جي حوالي سان ذات انسان جو ڪتاب آهي، انٽرنيشنل ڪتاب آهي، يونيورسل ڪتاب آهي. ذات انسان لاءِ فرمائي ٿو ته اني جاعل في الارض خليفه ۽ فضيلت ۽ عزت جي لقب ۽ اعزاز ڏيڻ لاءِ به **ولقد كرمنا بني آدم علي كثير ممن خلقنا**○ يعني اولاد آدم جو حوالو ڏيئي فرمائي ٿو ته انهن کي ڪرامت وارو ڪيوسون ايترين ڳالهين هوندي به اسان مسلمانن قرآن حڪيم کي ٻين سڀن انسانن ڪان ڪسي پنهنجو قبضو ڄمائڻ لاءِ ان جي همه گيريت، ڪشادگي جامعيت ۽ ڪائناتي هجڻ کي، محدود ڪري ڇڏيوسون، جنهن سان قرآن حڪيم جهڙو آفاقي ڪتاب صرف مسلمانن جو ڪتاب سڏجڻ لڳو، اهڙي نموني خاتم الانبياء رسول پاڪ به پنهنجي حدن جي لحاظ سان **يا ايها الناس اني رسول الله اليكم جميعا** جي خطاب سان ذات انسان جو هادي ۽ مهدي ۽ رسول آهي، اهڙي نموني الله تعاليٰ به پنهنجو تعارف **رب الناس ملك الناس اله الناس** سان ڪرايو آهي، ته هن سڀن گذارشن جو خلاصو هي ٿو نڪري ته جڏهن انهي رينج ۽ حدن مطابق اوهان پنهنجي دعوت ۽ پروگرام جو دائرو وڌائيندو ته پوءِ توهان توحيد کي سمجهي به سگهندو ۽ ان تي عمل به ڪري سگهندو، ٻي صورت ۾ توحيد جو ضد آهي شرڪ نه ته پوءِ شرڪ جي وادين ۾ فرقي بازين ۾ هڪ ٻئي سان پيا وڙهندو ۽ ڪان الناس امة واحدة جي وچايل هدف کي وري حاصل ڪرڻ ۽ ماڻڻ ڪان پوئتي رهجي ويندو، ۽ هي طئي آهي ته جو شخص توحيد جي مفهوم کي سمجهي نه سگهندو اهو قرآن کي به سمجهي نه سگهندو. جيڪي ماڻهو قرآن کي سمجهڻ لاءِ غير قرآني علمن ڪان مدد وٺندا، اهي قرآن فهمي جي مراد ماڻڻ ڪان محروم رهندا، انهيءَ ماجرا جو تمام وڏو تفصيل آهي جيڪو منهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ پڙهندا. قرآن کي سمجهڻ لاءِ هڪ ته ماضي جي قومي تاريخن ۽ تهذيبن جي ڪنڊرات کي کوٽي سمجهڻو ۽ پڙهڻو پوندو، ٻيو مستقبل جي سائنسي جدتن کي به ويلڪم ڪري پنهنجي خلقڻهار جي ڪل يوم هوفي شان جي جلون ۾ ڪتب آڻڻو پوندو، ۽ رب سائين جي تخليقي شان کي انٽرنيٽ ۽ اِي ميل ڪان به اڳيرو ۽ ائڊوانس سمجهڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو، عيسائين جي پادرين وانگر سائنسدانن ۽ نيون ايجادون ڪندڙ اڏڻهار انسانن کي ڪافر چئي انهن جي تخليقن کي غير اسلامي نه چئبو ۽ نه ئي انهن کي ڦاهي ڏيڻ جي فتوا ڏبي، اڳين قومن آشوريه، سميريه، بابلونيه، مصري، ايراني، رومي جي تهذيبن، جيڪو مخالفن تي حملا ڪري انهن جي مال دولت ڦرڻ لٽڻ جو جيڪو رواج وڌو ۽ انهن جي مردن ۽ عورتن کي غلام ۽ ٻانهيون بنائڻ جو جيڪو رواج

وڌو، قرآن اچي انهيءَ کي ختم ڪيو. ماڻهو جنگين ۾ مفتوحن کان ڦريل مال، فاتح جي ملڪيت قرار ڏيندا هئا. جنهن جي لالچ تي هو سدائين جنگين لاءِ سندرو ٻڌيون بيٺا هوندا هئا. تہ قرآن حڪيم اعلان ڪري ڇڏيو تہ اڳتي جنگيون صرف مستضعفين في الارض يعني جن ماڻهن کي سازشن سان غلام ۽ ڪمزور بنايو ويو هوندو، انهن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪيون وينديون ۽ انهن جنگين ۾ جيڪو ڦرلٽ جو مال هٿ ايندو اهو گورنمنٽ جو هوندو ۽ قومي ملڪيت هوندو. پڙهي ڏسو **يسئلونك عن الانفال، قل الانفال** لله والرسول ۽ قرآن حڪيم جنگين ۾ قيد ٿيندڙ مردن ۽ عورتن لاءِ بہ اعلان فرمائي ڇڏيو تہ **ما كان لنبي ان يكون له اسرىٰ**O (انفال ٦٧) يعني پيغمبر کي اجازت ناهي اختيار ناهي تہ هو ڪنهن کي قيدي ۽ غلام بنائي رکي ۽ سورت محمد جي آيت نمبر ۴ ۾ قرآن پاڪ فرمائي ٿو تہ جيڪي ماڻهو جنگين ۾ قيدي ٿي اچن تہ انهن کي احسان طور آزاد ڪري ڇڏيو يا انهن کان ڪجهہ مالي فديو وٺي ڇڏي ڏيو، بهرحال ڇڏڻو هر صورت ۾ آهي انهن کي پاڻ وٽ رکڻو ڪونهي پر افسوس جو مسلمانن جي سيني فقهي مسلڪن ۽ اسڪولن ۾ قرآن حڪيم جي اهڙن پڌرن حڪمن کان پوءِ بہ غلاميءَ جي لعنت کي روا رکيو ويو باقي رکيو ويو جاري رکيو ويو آهي، قرآن کان پوءِ غلامي جو رواج بند ڪرڻ جي سعادت ابراهيم لنڪن ۽ ولبر فورس حاصل ڪئي، قرآن حڪيم ۾ اوما ملڪت ايمانڪم سان جن ٻانهن ۽ ٻانهين جو ذڪر آهي اهي اسلام کان اڳي جاهليت جي زماني کان جا ٻانها هئا. جن کي اسلام سائنٽيفڪ نموني مختلف غلطين جي عيوض جرماني طور آزاد ڪرائي ڇڏيو هو.

قرآن حڪيم ان الارض يرثها عبادي الصالحون يعني تحقيق زمين جا وارث اهي منهنجا ٻانها ٿيندا، جيڪي زمين کي سڌارڻ وارا ڪم ڪندڙ هوندا چئي، بي عمل ۽ غير حاضر زمينداري جو رستو بند ڪري ڇڏيو، وان ليس للانسان الاماسعي جي فرمان سان استحصالي حرام خوري جاگيرداري ۽ بنا پورهئي جي دولت جي مالڪ ٿيڻ جو رستو بند ڪري ڇڏيو ۽ ڪل نفس بماڪسبت رهين يعني هر شخص پنهنجي ڪئي جيتري ڪمائيءَ ۾ گهہ پوندو، يعني ڪمائي کان وڌيڪ ڪجهہ بہ لهندو ۽ **يسئلونك ماذا ينفقون قل العفو** يعني اي رسول توکان سوال ٿا پڇن تہ ڇا ڪجهہ خرچ ڪرڻو آهي پنهنجي ڪمائيءَ مان، تون انهن کي چئو تہ هر بچت شيءِ خرچ ڪري ڇڏڻي آهي؛ اهڙن انقلابي احڪامن ۽ فرمانن سان قرآن حڪيم سرمايہ داري کي بہ بند ڪري ڇڏيو. پر افسوس جو وقت جي فقيهان ڪرام ۽ مفتيان عظام قرآني فيصلن اڳيان فقهہ جا بند ٻڌي جاگيرداري ۽ سرمايہ داري کي جائز قرار ڏيئي ڇڏيو، جنهن ڪري دولت جي فراواني سبب معاشري ۾ عياشيون ۽ جنسي بي راهہ رويون بي روڪ سيلاب وانگر پيدا ٿين ٿيون، انهن کي تہ عالمن جائز قرار ڏنو، ان کان پوءِ هاٿي وڃا جلوس ڪڍن تہ حدود ائڪٽ نافذ ڪيو ۽ شرعي سزائون ڏيو، انهيءَ کي سنڌيءَ ۾ چوندا آهن رهو حلال ۽ ٻوٽيون حرام هي طئہ آهي تہ معاشري ۾ اخلاقي گناهہ ٿيندائي معيشت جي غلط تقسيم ۽ دولت جي ذخيره اندوزي ۽ ارتڪاز سان آهن پوءِ ايئن تيو جو پاڙ کي ڇڏي رڳو ٽارين کي پيو ڪپجي. ■

# ضروري درستي

محترم غلام عباس جهتيال منهنجي ڪتاب آيات بينات ۾ صفحي نمبر ١٣٦ تي سورت تڪوير جي آيت واذا الموؤدة سئلت باي ذنب قتلت- جي غلط ترجمي طرف خط ذريعي اطلاع ڪيو آهي ۽ نشاندهي ڪئي آهي جهتيال صاحب جي مهرباني ۽ آءُ قبول ڪيان ٿو، تسليم ڪيان ٿو تہ مٿين آيتن جي معنيٰ ڪڏ ڪوتي پوريل عورت آهي ۽ مون کان اڳئين ڪتاب ۾ ان معنيٰ کي غلط لکڻ منهنجي غلطي آهي، ان کي هن درستي ذريعي اصلاح ڪري پڙهڻ گهرجي، وڌيڪ مهربان غلام عباس صاحب ۽ ٻين پڙهندڙن جي خدمت ۾ وري بہ عرض آهي تہ انهيءَ ساڳي آيت جي حوالي سان ان جي تشريح ۽ تفسير ۾ اهي عورتون بہ اچي وڃن ٿيون جن کي دنيا جي زندگي ۾ شادي جي حق کان محروم ڪري قرآن سان پرڻايو وڃي ٿو، حق بخشرايو وڃي ٿو، ستي ڪري ويهاريو جي ٿو، ڪاري ڪري ماريو وڃي ٿو، ڪوٽن قلعن ۽ محلاتن ۾ بند رکيو وڃي ٿو، تہ آيت واذا الموؤدة سئلت جي حوالي سان نہ رڳو قيامت ۾ اهو پڇاڻو ٿيندو پر هتي دنيا جي اندر مظلومن ۽ ستايلن جي انقلابي حڪومتن جي قائم ٿيڻ مهل بہ اهي ڪيس ميدانن تي آندا ويندا ۽ انهن زيادتين ڪندڙن کان احتساب ڪيو ويندو، قرآن جي انهن آيتن کي صرف قيامت سان ڳنڍڻ ناڪافي ٿيندو، اهي آيتون هن دنيا ۾ بہ انقلابين کي بہ قانون طور نافذ ڪرڻيون آهن.

# الله جي چاهت

ونريد ان نمن علي الذين استضعفوا في الارض ونجعلهم ائمة ونجعلهم الوارثين ونمكن لهم في الارض ونري فرعون وهامان وجنودهما منهم ما كانوا يحذورن- (سورت قصص آيت ٥)

"اسان چاهيون ٿا ته احسان ڪيون انهن ماڻهن تي جن کي زمين تي ڪمزور بنايو ويو آهي (اهو هي ته) انهن کي اڳواڻ بنايون ۽ وارث بنايون (فرعون جي حڪومت جو) ۽ اقتدار ڏياريون انهن کي زمين تي ۽ ڏيکاريون فرعون هامان ۽ ان جي فوجين کي، غلام بنايلن کان (جنهن) شڪست جو خطرو محسوس ڪندا هئا."

قال الذين كفروا للذين آمنوا انطعم من لويشاءَ الله اطعمہ ان انتم الا في ظلال مبين- (سورت ياسين آيت ۴۷)

"يعني ڪافر، ايمان وارن کي چوندا هئا ته اسان اهڙن ماڻهن کي ڇو کارايون جن کي جيڪڏهن الله کارائڻ گهري ها ته کارائي ها، توهان ماڻهو ته چٽي گمراهي ۾ آهيو." هن آيت جو مطلب هيءُ آهي ته سرمايه دارانه نظام وارا غريبن ۽ رعيت وارن جي ڪفالت ۽ سنڀال ڪرڻ ۽ انهن مٿان خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ناهن، ان ڪري فلاحي رياست اها ذميداري پنهنجي مٿان کڻي ۽ سرمايه دارانه نظام کي ختم ڪرڻ گهرجي.

ما افاءَ الله علي رسولہ من اهل القريٰ فلله وللرسول ولذي القربيٰ واليتاميٰ والمساكين وابن السبيل كي لايكون دولة بين الاغنياءَ منكم - (سورت حشر آيت ٧)

"هن آيت ۾ به رب سائينءَ جنگين ۾ حاصل ٿيندڙ مال غنيمت کي، جنگ ڪندڙن کي ڏيڻ بدران رياست جي غريبن مسڪينن يتيمن کي ڏيڻ جو حڪم ڏنو آهي. انهيءَ مان به هدايتون ملن ٿيون هڪ ته انهيءَ حڪم سبب اڳتي جنگيون لٽ جي مال هٿ ڪرڻ جي لالچ جي بنياد تي نه ڪيون وڃن. ٻيو دولت اميرن جي وچ ۾ نار جي لوٽن وانگر نه ڦرندي رهي.